# آڪاڻي-١

سلسليوار

سهيڙيندڙ :
ستار پيرزادو
سيلم نور حسين




**سنڌ ادبي اڪيڊمي**
معرفت پارس ميڊيڪل سينٽر
سامهون ايف ٽي سي بلڊنگ
ايبي سينا لائنس، ڪراچي
فون: 2782597 - 021

كتاب : آكاٽي-1 سلسليوار
سهيڙيندڙ : ستار پيرزادو
: سليم نور حسين
ڇپائيءَ جو سال : جون 2006ع
ڇاپيندڙ : الجنت پريس، ڪراچي
ڪمپوزنگ،لي آئوٽ ۽ پيج ميڪنگ : چانڊڪا ڪمپوزرس ائنڊ پرنٽرز
: سچل ڳوٺ A-96، لڳ پي سي ايس
: آءِ آر ليبارٽري
: موبائل : 0333-3496122
قيمت 50 روپيا
پاڪستان ۾ سال لاءِ 200 سو روپيا
پاڪستان کان ٻاهر : 8 آمريڪي ڊالر
: ( پوسٽ خرچ سميت )
رابطي لاءِ : آڪاٽي، سلسليوار
: معرفت پارس ميڊيڪل سينٽر
: سامهون ايف- ٽي - سي - بلڊنگ
ايبيسينا لائينس، مبارڪ شهيد روڊ،
ڪراچي
فون: 021-2782597
موبائل: 0345-3?17471

# سِٽاءُ

# سنڌ ادبي اڪيڊميءَ جا ڇپرايل ڪتاب

| قيمت | مصنف | ڪتاب جو نالو |
|---|---|---|
| 125.00 | شيخ اياز | 1. سانجهيءَ سمنڊ سپون |
| 100.00 | شيخ اياز | 2. ڪتين ڪر موڙيا جڏهن |
| 100.00 | فهميده حسين | 3. ادبي تنقيد، فن ۽ تاريخ |
| 120.00 | شيخ اياز۔تاجل بيوس | 4. وڏا وڻ وڻڪار جا |
| 100.00 | سوڀو گيان چنداڻي | 5. وڏي وڻ ڇانوَ |
| 120.00 | شيخ اياز | 6. ڪٿي نہ ڀڄبو ٿڪ مسافر |
| 100.00 | شيخ اياز | 7. جي تنڊ برابر توريان |
| 40.00 | ماجري۔ نارائڻ شيام | 8. ڪبير |
| 80.00 | فقير يار محمد | 9. شاهہ جي شرح |
| 70.00 | امرتا پريتم | 10. تيرهون سڄ |
| 100.00 | منصور ملڪ | 11. الا مان اُڏاري ويندوسانءِ |
| 120.00 | سهيڙيندڙ۔ ستار | 12. ويا جي هنگلور ( اياز بابت ) |
| 80.00 | علي احمد بروهي | 13. لاهوتي لڏي ويا |
| 100.00 | قاضي فضل سليمان | 14. صوبائي خودمختياري |
| 100.00 | ميخائيل نعيمي۔پنجواڻي | 15. هي سڄڻ سيئي ۔ |
| 70.00 | نورالدين سرڪي | 16. ڪي وسرن نہ مور |
| 40.00 | جيت سنگهہ سيتل۔ستار | 17. سرمد |
| 40.00 | آشا نيلسن۔ لڇمڻ ڪومل | 18. ميران |
| 40.00 | جشن واسواڻي | 19. الله جا عاشق |
| 120.00 | رابرٽ انگرسال۔ پنجواڻي | 20. انسان، دئيت ۽ ديوتا |

# هڪ ٻئي جا ساٿي ٻڌجون

⇜هي رنگ رچاءُ ڪيئن ٿيو؟ ان جا محرڪ ڪهڙا آهن؟ مقصد ۽ انهن جي حاصلات ڇا آهي؟ اچو تہ پاڻ گڏ جي اوريون ۽ مقصد جي منزل ماڻيون.

⇜هڪ ڏکي عرصي کان ڪراچي ۾ رهندڙ ڪجھ اديبن ۽ ادب دوستن جي چوياريءَ ۾ اهو چوپول هلندڙ هو تہ ڪو اهڙو ادارو هجي جيڪو سنڌي ادب جي واڌ ويجھ لاءِ ڪجھ ڪري، اسان جي ڪجھ وڏڙن جو خيال هو تہ ورهاڱي کان اڳ سنڌ ۾ سرهائي هئي، سک هو سانت هئي، امن امان هو تہ ادب بہ اهڙيءَ طرح ايريو ۽ اسرندو رهيو. ان وقت سنڌ ۾ شاعراڻي ادب سان گڏ وڏ ادب جي نثراڻي صنفن تي بہ چڱو خاصو لکيو ويندو هو ۽ ڪيترين ئي تنظيمون، خاص ڪري شاگردن ۽ استادن جون تنظيمون ۽ تحريڪون، ادب جي آبياريءَ جو پڻ جوڳو بندوبست ڪنديون هيون. پوءِ ڪي اخبارون، رسالا، مخزنون، اسڪولي ۽ ڪاليجي شاگردن جون ساليانيون مسيلينون (مخزنون) نڪرنديون هيون، جن ۾ نڪور آڪاڻيون، سنڌيءَ کان سواءِ ٻين ٻولين جي ادب جا.شاهڪار الٿو (ترجمو) ڪري، پنهنجي ٻوليءَ جي اديبن جي ذهنن کي ڏونڏاڙڻ ۽ هنن جي اندر ۾ ڇپ هڻي ويٺل خيالن ۾ چر پر پيدا ڪرڻ لاءِ گهڻو تي ڪجھ ڪيو ويندو هو.

⇜ميجو سون، ائين بلڪل هوندو هو ورهاڱي کان اڳ ڏانهن وڃڻ کان پهرين، پنهنجي ماضي قريب کي ئي جاچي ڏسنداسون تہ سنڌ ۾ ڪيترائي رسالا، ڪتاب نثري ادبي صنفن تي ڇپيا ۽ پڙهيا ويندا هئا. اوهان سٺ ۽ ستر وارن ڏهاڪن جي ڇپيل ڪتابن ۽ رسالن جي ڳولا ڪندا تہ ڪتاب گهرن ۾ ڪيترائي ڪتاب ۽ ڪيترن ئي نثري ادب سرجيندڙن جا نالا سامهون اچي ويندا. تن مان تہ ڪيترا ئي اجا زندگيءَ جي حال ۾ حيات آهن، پر انهن نہ چاڻ ڪهڙين مجبورين جي ڪري لکڻ ڇڏي ڏنو.

⇜متي ذڪر ڪيل ٻن ڏهاڪن ۾ ادب دوست ۽ ادب پڙهندڙن جي چڱي خاصي کيپ هوندي هئي، جن ۾ اڪثريت شاگرد طبقي جي

هئي. انهن مان هاڻ تہ ڪيترائي چڱن عهدن ۽ سٽين ڪاتن جا سربراهہ يا صاحب حيثيت پڻ آهن، پر نہ چاڻ ڪهڙين مجبورين جي ڪري اُهي لکڻ ۽ پڙهڻ کان وانجهجي ويا آهن. اسان ان ڳالهہ کي نظر ۾ رکندي، هن اليڪٽرانڪ ميڊيا جي دؤر ۾ ماڻهن خاص ڪري لکندڙن ۽ پڙهندڙ پنهي جي ذهني ڳانڍاپي ۽ خيالن جي ڏي وٺ ۽ هڪبئي کي آگاهي ڏيڻ لاءِ ٻہ ماهي "آڪاٽيءَ" نالي هڪ نثري ادب جو سلسلو شروع ڪري ڏنو آهي.

←جيتوڻيڪ پنهنجي وس آهر خطن رستي، اخبارن ۽ ٽيليفون رستي ۽ ڪيترن کي منهان منهن چوڻ جي باوجود سهڪار ۾ پاڙائي محسوس ڪئي، تنهن هوندي بہ همٿ نہ هاريندي پنهنجي ڪم ۽ جذبي جي سچائيءَ سان جو ڪجهہ ڪري سگهيا آهيون. اهو اوهان جي نذر ٿا ڪريون. اهو بہ اوهان تي ڇڏيل آهي، ڇو جو پڙهندڙ ئي اهڙيءَ حالت ۾ صراف وارو ڪم بہ ڏيندو آهي. اسان جي محبت ۽ محنت سان ڪتيل سهيڙيل هن نثري ادبي ڳٽڪي کي ڪيترو اگهائيو ٿو وڃي ان جي چاڻ ڏيڻ کان بنهہ نہ لنوائجو جيئن اسان کي ڪاٿو ٿئي تہ ان محنت کي اڃا بہ سڦل ڪرڻ ۾ ڪهڙين ڪوتاهين کان پلاند پالها ڪريون.

←اسانجو هي ڪم اوهان لاءِ، اوهان پڙهندڙن لاءِ، سنڌي ٻوليءَ جي جهوليءَ ۾ جهجهائي ڪرڻ لاءِ اسان کي اوهان نثري ادب لکندڙ دوستن جي بيحد ضرورت آهي، انڪري هڪ ڀيرو ٻيهر منٿ ڪنداسون تہ اسان سان پنهنجي لکڻين ذريعي سهڪار ڪري، يا اهڙو اڳ ڇپيل ليک موڪلي سگهو ٿا، جيڪو اوهان سمجهو تہ ان جي ڇپائيءَ کي چڱو وقت گذري ويو آهي ۽ اهو ڪنهن ڪتابي صورت ۾ اچي نہ سگهيو آهي، پوءِ اهو ناول هجي، آڪاٽي اصلوڪي لکيل هجي، عالمي ادب جو ڪو ترجمو هجي، آڪاٽيءَ يا ناول جي موضوع تي ڪو تحقيقي، تخليقي، تنقيدي مضمون هجي، اسان جي لاءِ قابل قبول هوندو.

←آخري ڳالهہ اها بہ چوڻ ضروري ٿا سمجهون تہ اسان هن سلسلي ۾ ڇپجندڙ بهترين ادب تي اداري پاران انعام ڏيڻ جو پڻ سوچيو آهي، جنهن جي پڌرائي ڪري دوستن کي آگاهہ ڪيو ويندو، لکندڙن ۽ پڙهندڙن کي مالي سهائتا لاءِ پڻ چونداسون، ان جو طريقو ٽيندو ساليانو خريدار ٿيڻ. اوهان ان ننڍي سهڪار سان چڻ تہ سنڌي ٻوليءَ جي ادب جي آبياريءَ ۾ اسان سان هڪ جيترا شامل هوندا.

←اسان جو ”آڪاڻي“ سلسلي جو پهريون ڪتاب جڏهن ڇپجي، دوستن، ڪهاڻيڪارن، اديبن، دانشورن ۽ ڪنهن حد تائين سرڪاري ڪامورن جي هٿن تائين پهچندو، تيسين ڪراچيءَ ۾ ”سنڌ، ماضي، حال، ۽ مستقبل“ جي سري هيٺ رٿيل ٽن ڏينهن واري ڪانفرنس پوري ٿي چڪي هوندي اها ڪانفرنس سنڌ جي ٻن اهم ۽ جهونين يونيورسٽين يعني ڪراچي يونيورسٽي ۽ سنڌ يونيورسٽي ڄام شورو جي عزت لائق وائيس چانسلرن پاران ڪوٺائي وئي آهي. جنهن جو ملڪ جي وزير اعظم ۲۹ اپريل ۲۰۰۶ تي اسٽيٽ گيسٽ هائوس ۾ افتتاح ڪري چڪو هوندو ۽ باقي ٽن ڏينهن جون سموريون مجلسون ٻه پوريون ٿي ۽ ٽيون موڪي چڪيون هونديون.

←ٽن ڏينهن جي ڪانفرنس ۾ اسان جي ملڪ جي وزير اعظم جي افتتاحي ويهڪ هوندي، هنن ماءَ وارن سنڌي اديبن، دانشورن، ۽ محققن کي پڻ، ڪراچي يونيورسٽي ڪراچي ۽ سنڌ يونيورسٽي ڄام شورو جي عزت لائق وائيس چانسلرن ڪوٺ ڏني گهرائڻ جي ڪوشش ڪئي هوندي. يونيورسٽيءَ جو وائيس چانسلر حقيقت ۾ صوبي جي گورنر کان ٻئي نمبر تي اهم شخصيت جو درجو رکندو آهي، ڇاڪاڻ ته يونيورسٽيءَ جو چانسلر صوبي جو گورنر ئي هوندو آهي. معنيٰ اها ٿي ته هند ۾ رهندڙ سنڌي ٻوليءَ جي ماهرن کي اڄ سڏيءَ طرح گورنر سنڌ ڪوٺ ڏئي گهرائڻ پئي چاهيو.

←پر ڇيو ڇا؟ ٿيو ڇو؟ سبب؟ فائدا؟ نقصان؟ مفاد؟ ٽڪراءَ؟ ڪهڙا؟ ڪنهن سان؟ ايترن سوالن جا جواب ڪير ڏيندو؟ انهن سنڌي ٻولي ڳالهائيندڙ ۽ هند ۾ رهندڙ اديبن، دانشورن محققن کي ان ڪانفرنس ۾ شامل ٿيڻ لاءِ ڪهڙن فولادي ارادن ۽ ادارن جي ڪري اجازت ناما ڏيڻ کان منع ڪئي وئي. جڏهن ته سهڪاري ريل گاڏيون هند مان هندستاني ماڻهن جا ڪٽڪ ڪٽي، ڪوکرا پار ريلوي اسٽيشن تي هر هفتي اچن ٿيون. جنهن لاءِ چيو ويو هو ته ان جي کلڻ سان سنڌ ۽ سنڌين کي فائدو پهچندو، ته ڇا سنڌي اديبن ۽ محققن جي ”سنڌ جي حال، ماضي ۽ مستقبل“ تي ڪا راءِ ڏيڻ سان سنڌ ۽ سنڌي ماڻهن جو نقصان ٿئي ها؟ اها خبر ٻه شايد انهن کي، جن کي فائدي جي پروڙ آهي. ان ڳالهه جي کوجنا ڪير ڪندو ۽ ڪيتري عرصي ۾ عوام آڏو آندي ويندي اِها خبر

شايد خدا کي؟

- هيءَ خبر سنڌي اديبن، دانشورن ۽ ادب دوستن کي ٻڌائيندي بيحد افسوس پيو ٿئي تہ هند جو برک اديب ۽ ماهوار "ڪونج" جو روح روان دادا هري موٽواڻيءَ سنڌي آچر ٧ مئي ٢٠٠٦ع مطابق ٨ ربيع الثاني ١٤٢٧هـ تي سرڳواس پڌاري ويو اسان هنڌ جي سموري ادبي حلقي، سنڌ جي سموري ادبي لڏي ۽ سندس خاندان سان ان ڏک ۾ برابر جا شريڪ آهيون.

ساٿ سلامت،
يارزنده صحبت باقي.

تاريخ:٢٧ اپريل ٢٠٠٦ع

سهيڙيندڙ
ستار

رسول ميمڻ

# ڪوما (سڪرات) = موت / زندگي

هو روشنيءَ کان پري ٿيندو، هيٺ اوندهہ ۾ لهندو ويو. هن کي روشني پري کان ڪنهن ستاري جيان چمڪندي پئي نظر آئي. هو تيز ڪاري اوندهہ جي طوفان ۾ اڏامندو ڪرندو پئي ويو. روشني جيڪا ڪڏهن هن جي وجود ڀاهران ائين ڦهليل هئي جيئن هن جو وجود سڄ هجي. روشني جنهن جي ڪا بہ حد نہ هئي. جنهن جو ڦهلاءُ نظرن جي ڊوڙ کان تيز هيو. روشني جنهن ۾ جاڳ اکيون ڦاڙي ويٺل نظر اچي رهي هئي.

اها روشني هن جي اوندهہ ۾ هيٺ لهندڙ وجود سان سُسَندي ننڍي پئي ٿيندي وئي. اها نظرن کان اوجهل پئي ٿيندي وئي. هن جو وجود پنهنجي حيثيت وڃائي رهيو هو. اهو نظر نہ ايندڙ ڪنهن احساس ۾ تبديل ٿيندو پئي ويو.

اتي هوا نہ هئي. اوندهہ اڏامي رهي هئي. اها هن جي ساهہ ۾ شامل ٿي ڦڦڙن ۾ ڦوڪجي واپس ٻاهر نڪرڻ بجاءِ هن جي رت ۾ شامل ٿي ان کي ڪارو ڪري رهي هئي. اوندهہ هن جي وجود ۾ ائين هئي جيئن ڪو گهٽيل بند ڪمري ۾ ڪنهن وڇڙي ويل جي ياد ۾ ڪارو لباس پائي اڪيلو ويهي ان کي ياد ڪندو هجي.

اتي اوندهہ گهلي رهي هئي. ڪاراڻ جي ڪنهن بہ وڻ جو پن لڏندي نظر نہ ٿي آيو. اوندهہ جا ننڍڙا ذرا هٽ هٽ ۾ ڏئي گهاتي چار جيان هر طرف وڇايل هيا. هن جو وجود چار ۾ ڦاسڻ بجاءِ ان ۾ اندر سفر ڪري رهيو هو.

روشنيءَ جو پري کان نظر ايندڙ ٽمڪو جهڪو ٿي ختم ٿي رهيو هيو ۽ اوندهہ هر شيءِ تي غالب اچي رهي هئي. هن جون اکيون کليل هونديون بہ بند هيون. هو اکين کي ڦاڙي ڏسڻ جي ڪوشش ڪري رهيو هيو. هن جا

هٿ هر گهڙيءَ ڇهري تي اکين کي ڳولهي رهيا هيا. اُهي ڪليل هيون. هو محسوس ڪري رهيو هيو پر چڙ اهي بند هيون.

اوندهہ آس پاس هر شيءِ کي والاري رهي هئي. هو ساهہ ٻاوندهہ کي اندر ڪٽڻ تي مجبور رهو. هن جا چپ نيرا ڪارا هئا ۽ وات ڪليل هو. هو اکيون ڦاڙي نڙيءَ تي هٿ رکي ائين پئي سهڪيو جيئن ڪنهن سنهي تار هن کي ڳچيءَ جي چوڌاري ويڙهي هن کي گهٽو ڏنو هجي. زبان هن جي وات مان هر هر ٻاهر پئي نڪتي ۽ ساهہ هڪ ڪونگهري جيان هن جي ڳلي مان ڏڪجي ٻاهر پئي آيو.

هن کي مونجهہ محسوس ٿي رهي هئي. ڪاري طوفان ۾ اڏامندڙ هن جو وجود سهڪي رهيو هو. ڪاراڻ هن جي هر رڳ ۾ گردش ڪري رهي هئي. هن جي جسم ۾ موجود رت جو رنگ اوندهہ جو رنگ هيو ۽ هن جو وجود اوندهہ جي ڪنهن نظر نہ ايندڙ حصي جيان هن ۾ موجود هيو.

هو ڪجهہ ڏينهن کان مسلسل بيهوش هو. هو اسپتال جي بستري تي هڪ ڪونگهري جي صورت ۾ ساهہ کي جهٽي بيقراريءَ مان ان کي پنهنجي وجود اندر محفوظ ڪرڻ جي ڪوشش ڪري رهيو هيو.

هن زندگيءَ ۾ جنهن کي چاهيو ان کي حاصل ڪري نہ سگهيو. هن ان سان بي پناهہ محبت ڪئي. هوءَ جيڪا بينل پاڻيءَ ۾ بهار جي واءَ جي ڀرين لڳندڙ جهوٽي سان پيدا ٿيندڙ هلڪي لهر جيان روح کي فرحت ڏيندڙ هئي. هوءَ جيڪا گلابي ڪنول تي سانوڻ جيَ مينهن جي بوند جيان زندگيءَ جو احساس هئي. هوءَ جنهن ۾ هن جو روح قيد هو. جنهن جادوءَ سان هن جي جسم کي قابض ڪيو هو. جيڪا هن جو پيار هئي، هن جي زندگيءَ جي آخري سرحد هئي.

اها اوچتو هڪ ڏينهن هن کان ڏور ٿي وئي. هٿ هٿ ۾ ڏئي هلندي هن جي آڱرين مان پنهنجيون آڱريون سِرڪائي هٿ لوڏڻ ٻنا، پوئتي ڏسڻ ٻنا، ڀوڙندي هلي وئي. ان جي ڀوڙ هن جو وڪڙ ڪائي ڀوڙندڙ جسم، ڪلهن ۽ پنيءَ تي هيٺ مٿي ٿي لڏندڙ وار، چاندوڪيءَ ۾ ڀڪندڙ ڪاريهر جيان هيا. ان جو هر انگ بي وفائيءَ جي زهر ۾ ٻڏل تير جيان دل مان ڪري چڙ اڳتي وڌندو پئي ويو. هو ان کي ويندي ائين ڏسندو رهيو جيئن ڪو جسم ڪنهن خوبصورت روح کي پاڻ مان نڪرندي الڳ ٿيندي ڏسندو هجي.

جسم اڏامي ويل خوبصورت پکيءَ جو ويران آکيرو، وڇوڙي جو واءُ لڳو

تہ هُو اڏامي اچي پٽ تي پيو. تيلا تيلا ٿي رڙهندو پنهنجو وجود وڃائي ويٺو. هوءَ نہ رهي، هونہ رهيو.

وڇوڙي جي ڏينهن واري پهرين رات هن خود ڪشيءَ جي ڪوشش ڪئي. زهر ڪي روح جي جاءِ تي جسم ۾ سمائڻ لاءِ ان ڪي وجود جو دوازو کولي ڏنو. زندگيءَ سان ويڙهہ ۾ هن جو جسم ڦٿڪيو. لڇيو پڇيو. هن زندگيءَ ڪي وجود جي ڪمري مان تڙڻ لاءِ ان ڪي رسن سان ٻڌي زهر هاري باهہ ڏئي ڇڏي. زندگي بند ڪمري ۾ هيڏانهن هوڏانهن باهہ جي الن ۾ رڙيون ڪندي پڇندي رهي ۽ هو ان سڙي رک ٿي وڃڻ جي انتظار ۾ اسپتال جي بستري تي ليٽي ڏگها ساهہ کڻي اکيون بند ڪيو روشيءَ کان ڏورهيٺ اونداهين ۾ لهندو ويو.

هن کي محسوس ٿيو تہ هُو وجود بنا آهي. هو ڪجهہ بہ نہ آهي. بس هڪ احساس آهي جيڪو اندهہ جي تري ۾ هيٺ لهندو پيو وڃي. هيٺ ونداهي کوهہ ۾ جنهن جا ڪنارا ڏسي نہ ٿا سگهجن، اهي اوندهہ جي ڪفن ۾ قيد آهن. بس هڪ هيٺ ڪِرڻ جو احساس اوندهہ جي تہ پويان اوندهہ جا تہ جن جو ڪو انت نہ آهي.

بي وفائي زوال جي ابتدا آهي. ان جو وڇوڙو واپسيءَ جو اهڃاڻ آهي. هوءَ جيڪا نظرن اڳيان ايئن اوجهل ٿي جيئن زندگي عروج تي پهچي واپس موٽي. جستجوءَ جو مرڪز ڊهي پيو جدوجهد جو عنصر نڪري ويو. آسمان طرف هوا جي حد آهي، جنهن ڪري اڏام بہ محدود آهي. اوچائين تي ڪنهن جي ڳولها، ڪنهن جي جستجو؟ جدوجهد ڪنهن لاءِ؟ اتي ڪجهہ بہ نہ آهي. ڪنهن سان گسندڙ هوا جي رڙ آهي. اڻ هوند جو پڙاڏو آهي.

زندگيءَ جي تعمير پنهنجي منطق کي ڀڃي. عمارت جيڪا ويران ٿي وئي ان کي زبون ٿي ڊهڻو آهي. هر ديوار کي هيٺ ڪري، هر سِر کي الڳ ٿي پنهنجي اصليت تي پهچڻو آهي.

سونهن، جنهن مٿان اوندهہ ڪاري بادل جيان وري وئي. سونهن جيڪا چنڊ جيان دونهين پويان غائب ٿي وئي، سونهن جيڪا روشني آهي. روشنيءَ ۾ موجود گرمي آهي. گرمي جيڪا برف کي رجائي ٿي. درياءَ ٻڌائي ٿي ۽ درياءَ جن جي ڪنارن تي تهذيبون جنم وٺن ٿيون. جن جي ميدانن تي پوکون پچن ٿيون.حياتيون ڦٽن ٿيون. جتي انسان ڪڪڪ جي داٽي جي

جستجوءَ ۾ پنهنجين وجودي تبديلين ذريعي ان خوراڪ ۽ ماحول کي ويجهو پوي ٿو. ذريعي ان خوراڪ ۽ ماحول کي ويجهو پوي ٿو.

سونهن جيڪا ڪٿي بہ نہ آهي ڪجهہ بہ نہ آهي. هن جو وجود. هن جي بقا جو دارو مدار هن جو جيئڻ، هن جو شعور هن جو سوچڻ سڀ ريڙجي اُن ڪينهونءَ جيان آهن جيڪو بيوفائيءَ جي ٺوس پٽ تي جنهن رفتار سان لڳو ۽ ساڳي رفتار سان واپس موٽيو.

شعور جيڪو لاشعور جي ڪوٺيڙي ۾ ويڙهجي وجود وڃائي چڪو آهي. جيڪو اڻ هوند آهي، جيڪو ڪجهہ بہ نہ آهي. بس هڪ وهم آهي، گمان آهي. اوندهہ اندر ڪنهن شيءِ جو سفر آهي. ڪنهن شيءِ مثان اوندهہ جو سفر آهي، بس وڇوڙو آهي ۽ واپسي آهي. اهڙي واپسي جيڪا اربها سالن تي محيط آهي جيو گهرڙي جي اوسر ڪانپوءِ ان جي وجودي هئت ۽ ماحول جي زير اثر عضون جي ترتيب، چهري جا رنگ، ڪرنگهو ۽ ڪرنگهي بنا چيلهہ جي لوڏ.

هر شيءِ جو ظهور حسن جو جلوو پسڻ لاءِ. اک جتان دماغ کي روشني پهتي. اک جيڪا تخليق ٿي ان کي ڏسڻ لاءِ. اک جيڪا وايو منڊل ۾ ان کي ڳولهي ٿي. جسم جي هر جدوجهد ان کي ڏسڻ لاءِ آهي.

جيو گهرڙي جو جنم ان کي ڏسڻ جي جستجو آهي، تجسس آهي، زندگي ساهہ روڪي ان جو انتظار آهي. ڏسڻ ٻڌڻ ڳالهائڻ سڀ حاصلات ان کي محسوس ڪرڻ آهي. ان کي ڏسڻ آهي، ٻڌڻ آهي ان سان ڳالهائڻ آهي.

سونهن جنهن ۾ عجب ۽ خوف موجود هوندي تجسس کي اپارن ٿا. سونهن جيڪا اوائلي آهي. ڪائنات جنهن جي ڪک مان نڪتي آهي. ڪائنات تجسس جي پيداوار آهي. هڪ اهڙو تجسس جيڪو عجب ۽ حيرت ۾ ويڙهيل سونهن ڏانهن راغب ڪري ٿو. سونهن جنهن کي پسڻ جي حسرت ۾ اک وجود ورتو. حواس پيدا ٿي پيا. زندگيءَ جو چرخو چري پيو. هوٺهي پيو. جڙي پيو ۽ ڊهي پيو.

سونهن جيڪا اوجهل ٿي ۽ مقصد فوت ٿيو. ڪارج فنا ٿيو. تند ٽٽي ۽ هو هيٺ ڪريو. فنا ... فنا ... ۽ فنا ... اوندهہ جو اڻ ڪٽ سلسلو روشنيءَ کان ڏور ٿيندڙ ڊگهو سفر. روشنيءَ جي رفتار کان تيز اوندهہ جي رفتار آهي. اوندهہ جو اڻ ڪٽ اونهو کوهہ زندگيءَ جي پاٽيءَ ڏانهن واپسي، انسان جا پاسن وارا نوڪدار ڏند درندگيءَ جي نشاني. هن جو گسي ويل

پُڇ. چر پر ڪان عاري ڪن. هر عضوي جي ماحول ڪي قبول ڪندڙ نواڻ. سڀ واپسي ۾ فنا.

هن جي درندگي، هن جي جهنگلي زندگي. هڪ جانور.... ڪا سمنڊ جي مخلوق .... ڪو مختصر جيو گهرڙن جو جهڳٽو.... هڪ اڻپور جيو گهرڙو .... ڪجھ گسئون ... سمنڊ جو پاڻي ۾ ڪجھ بہ نہ.

هو نہ رهيو. هو ختم ٿي ويو. اسپتال جي بستري تي هن آخري هڏڪي ڏيڻ جي ڪوشش ڪئي. هن جو ساھ بند ٿيڻ لڳو. دل سست ٿي بيهڻ لڳي. وجود پنهنجي انجام کي پهچڻ لڳو. جڏهن هو مرڻ کي بلڪل ويجهو ٿيو تہ اوچتو هڪ تيز روشني چمڪاٽ ڪندي چڻ هن جي وجود مان پار ٿي وئي. هن محسوس ڪيو جيئن هوءَ پريان تيز مينهن ۾ پسندي واپس موٽي، ڊوڙندي هن ڏانهن ايندي هجي. ان جي هٿن ۾ گلاب جون ڏانڊيون هجن. هوءَ اڇن ڪپڙن ۾ اهڙي فرشتي جيان هجي، جنهن وٽ هن جي موت بجاءِ هن جي زندگيءَ جو پروانو هجي. اها تيز وچ ۾ چمڪندي مينهن ۾ مٽيءَ جي خوشبوءَ جيان هن ڏانهن ورندي هجي. هڪ مرڪ، گلابي ڳلن تي باھ جيان ٻرندڙ مرڪ. زندگيءَ جو پيغام. مينهن پنل گلابن ۾ ويڙهيل حياتيءَ جو سنديسو.

”هوءَ اچي رهي آهي.... مون ڏانهن ڊوڙي رهي آهي.... آھ اُها مرڪ!“ هن جي مٽي تي چڻ ڪوِل گهمي وئي. هن جي سڄي هٿ جي آڱر چري ۾ ڏکھو ساھ کنيو.

”اها ڪٿي آهي؟ هوءَ جنهن جي زير اثر مان برقرار هيس، سلامت هيس..... اها منهنجي مٿان بيٺي آهي، منهجي ليٽيل وجود مٿان. ان جي وارن مان مينهن جي پاڻيءَ جون بوندون منهنجي منهن تي ڪري رهيون آهن.... هوءَ مونکي سڏي رهي آهي... منهنجي زندگي.... منهنجو مقصد... منهنجي جستجو .... منهنجي جدوجهد.“

هن محسوس ڪيو جيئن اونده جي کوھ ۾ هيٺ لهندڙ هن جو وجود ان جي تري ۾ پاڻيءَ سان ٽڪرائجي پاڻي ٿي ويو هجي. پاڻي جيڪو بخارات جي صورت ۾ اتان اڏامي مٿي ٿيندو هجي. پر اوچتو سڀ بخارات ڦري ڪو غير واضع هلڪي.روشنيءَ ۾ نظر نہ ايندڙ نوس مادو ٿي پيا هجن. غير واضع جيو گهرڙو ۾ جيو گهڙن جو بي ترتيب اهڙو ڍير جيڪو پيدا ٿيندڙ روشنيءَ جي زير اثر اونده جي کوھ ۾ موجود پاڻيءَ اندر ترڻ جي

جدوجهد ۾ عضون کي جنم ڏيڻ جي ڪوشش ڪندو هجي.

اسپتال جي بستري تي هن جي ساهه کڻڻ ۾ گهرائي اچي وئي. هو ڊگها ۽ گهرا ساهه کڻي کونگهرن جي صورت ۾ ٻاهر ڪيڻ لڳو.

پڳهر هن جي نرڙ تي نروار ٿي ماڪ جيان چمڪڻ لڳو. هن کي محسوس ٿيو ڪو نرم هٿ هن جي پيشانيءَ کي ڇهندو هجي. "ڇهاءُ جو احساس." هن جو دماغ پڙڪو ڏئي ٻري پيو. صرف ڳالهيون ۽ چهرا يادن ۾ محفوظ نه رهندا آهن. پر ڇهاءُ جو احساس پڻ يادن جي محلات ۾ ڪنهن نظر نه ايندڙ روح جيان ڀٽڪندو رهندو آهي.

اڪين کان انڌو انسان هر ان شيءِ کي ڇهاءَ ذريعي محسوس ڪندو آهي جيڪا هن جي ڇهاءَ جي تجربي مان لنگهي هجي. هر ڀريون ڇهاءَ هڪ تجربو آهي جيڪو يادن جي ته خاني ۾ قيد ٿي وڃي ٿو. ان شيءِ جي ٻيهر ڇهڻ سان يادن جي ته خاني مان هڪ رڙ اڀري جسم جي سطح سان ٽڪرائجي ٿي ته هڪ احساس اڀري ٿو "ها.... اهو ڇهاءُ ان جو آهي... اهو هٿ ان جو آهي." هڪ فنا جي کنڊر مان نڪري بقا جي سر سبز ميدانن ڏانهن ڀڄندڙ وجود لاشعور ۾ سوچي ٿو.

پيشانيءَ تي هٿ جو ڇهاءُ .... يادن ۾ ڊبل ڇهاءَ جهڙو.

ڪو هن کي جهنجهوڙي ٿو. هن جي بيهوشي ٽوڙڻ چاهي ٿو. هڪ هٿ جنهنجيون آڱريون ٿڌي پڳهر جيان نرڙ تان وهن ٿيون. ڊگهي لڪير ٺاهيندڙ ٻوندون يادن جي نانگن جيان چرندڙ دماغ جي ڪل تي رقص ڪندڙ نرم ڇهاءُ. هن جي جسم کي ڇنهڊڙيون پائيندڙ يادون. ڏنڀ ڏيندڙ احساس.

بيهوشي جنهن مان انسان ڏنڀڻ ملڻ سان به پار نه ٿو پوي. ننڊ جنهن مان هلڪي رڙ تي اکيون کولي جاڳي پوي ٿو. موت جنهن لاءِ ڪا به رڙ ڪو به ڏنڀ، ڪو به خواب ڪا معنيٰ نه ٿو رکي. موت ڪو احساس نه آهي پر احساسن جو انت آهي. ڪائنات جي فنا آهي.

هٿ جي ڇهاءَ جيڪو هن کي موت جي اوڙاهه مان ٻاهران ڌڪي ٿو زندگيءَ جي ابتدا طرف.

هو اسپتال جي بستري تي ڊگها ساهه کڻي ٿو. روشني هن جي دماغ ۾ جاڳي ٿي. سج هن جي دماغ ۾ موجود لامحدود سمنڊ جي ڪناري کان اڀري ٿو. صبح جي سريلي آذان تي هن جي ننڊ جا گهيرٽ ڇڙ وڏي وڃن ٿا. سڪون سج جي ڀرين ڪرڻي جيان ظاهر ٿي گهرو ٿئي ٿو. جهرڪين جي

ڇهڇهاڻ جا آواز هن جي دماغ جي سٽل پڪيءَ ڪيٰ. جاڳاڻ جي ڪوشش ڪن ٿا. هو وجود کي تڙ ڦندو محسوس ڪري ٿو. هڪ جدوجهد، جيئڻ جي جدوجهد ۽ ان جدوجهد جي زير اثر هن جو ننڍڙو وجود. پاڻيءَ جي سطح تي ترندڙ جيو گهرڙن جو جهڳٽو.

”اي دوست مان ڪجه به نه هجان، بس هڪ اک هجان..... تنهنجو وجود پسان.“ هو وجود ۾ اچڻ کان پهريون ئي ڪنهن هستيءَ آڏو دعا لاءِ هٿ کڻڻ چاهي ٿو. هن جا هٿ نهي پون ٿا.

هو آبي بخارات جو نهيل وجود، جنهن هيري مان ڪاربان چورايو. جنهن سمنڊ جا سپ لوڻ ملائي پنهنجي وجود ۾ اوتيا. هو جيڪو ڪيميا جو ڪارخانو آهي. لوهه آهي، تامو آهي، چن جو پٿر آهي. جنهن جي چمڙيءَ تي پيدا ٿيل ڪائي ( Fungus ) مان وڻ ڦٽا. گل ٽڙيا. هن جي وجود تي پلجندڙ وائرس جو اڻ پورو جيو گهرڙو. نا مڪمل جيو گهرڙو، جيڪو وجودن جي موجودات ۾ سڀ کان اوائلي جيئرو جيءُ آهي.

هٿ جو ڇهاءُ، هن جي پيشانيءَ تي رکيل اشهد آڱر. هن جي وجود کي حڪم ڪري ٿي ته ”نهي پئہ؟“

هو جيڪو اوندهه جي گهري کوهه ۾ ڪري پاڻيءُ مٿان بخارات ۾ تبديل ٿي وري واپس جيو گهرڙو ٿي پيو آهي.... جيو گهرڙن جو جهڳٽو ٿي پيو آهي. هو جيڪو سمنڊ جي مخلوق مان خشڪيءَ جي مخلوق ٿي پٽ تي ريڙهيون پائي رهيو آهي. سونهن، جنهن ڏانهن ڊوڙڻ جي خواهش ۾ هن جا پير ظاهر ٿيا آهن. ڊوڙ جنهن جي تاريخ اربها سالن کي لتاڙي پنهنجا پير ڊاهي ڇڏيا آهن. موسمن ۽ ماحول جي سانچي ۾ هن جي وجود جا ٽڪر ڪٽجي رستن تي ڇٽيا آهن. هن جي ڇٽيل وارن مان نانگ پئدا ٿيا آهن. اکين جي پاڻيءَ مان ڪنول ڦٽا آهن. نفرتن جي وڍيل گوشت مان خونخوار جانور نهيا آهن. ڪاوڙ ۽ جوش مان بلند ٿيندڙ رڙ ڳجهن ۽ ڪانون ۾ تبديل ٿي وئي. هن جي پيار پريل اپ ۾ اڏامندڙ نظرن رنگبرنگي خوبصورت پکين کي روپ ڏنو. جهنگ جي باهه کي وسائيندڙ هن جي وجود جي رت جنهن مان ڳئون رانپ ڪري نروار ٿي. هن جي ٽٽن مان ڪير ڏيندڙ جانورن ڦٽا ۽ شجاعت مان گهوڙي هٽڪار ڪئي. هن جو وجود صدين جي اٿاهه ميدان ۾ ڊوڙندو، ڇٽندو ڏلندو، وقت جي وهڪري ۾ بدلبو جنم ڏيندو ڦرندو، گهرندو، پڇندو رهيو. هڪ صديءَ کان ٻيءَ ڏانهن.

اونده جي ڪوهه ۾ مٿي واپس روشنيءَ ڏانهن هو ٺهندو ويو. پاڻيءَ کان مٿي ڌرتيءَ ڏانهن، آڪاش ڏانهن، هن جي اڏام هڪ جستجو هئي، ان کي پسڻ لاءِ جيڪا هن جي بستري مٿان هن جي نرڙ تي هٿ رکي بيٺي هئي. هن کي گهلي رهي هئي، واپس ڇڪي رهي هئي. کاري پاڻيءَ کان پنهنجن ڇپن جي آب حيات ڏانهن، زندگيءَ سان پريل اکين ڏانهن ڇهري جي روشنيءَ ڏانهن.

هو اونداهه مان مٿي اپري تيزيءَ سان ان جو سينو چيريندو روشنيءَ ڏانهن ڊوڙڻ لڳو. هن کي پري کان ڪا چٽنگ اونده ۾ تاري جيان ٻرندي نظر آئي. هو تاريخ جي رڻ ۾ ڊوڙندو وري جڙيءِ ڇڪو هو. هو پيڙجي وري سانچي ۾ ڍلجي ڇڪو هو. هن جا غير ضروري عضوا رستي ۾ ڇڻي گسجي چڪا ها. هن مان ڪيترائي جاندار ڦٽا ۽ ڦنا ٿيا. ڪيترا وڻ اپريا ۽ ڪٽئي ٻٽا پروان چڙهي گلن سان سڄي ويا. هن ميوون کي ڳولهي لڌو ۽ ميوون هن جي وجود جي پرورش ڪئي. اناج جو پهريون پوٽو هن کي عورت جي ..... مان ڦٽندي نظر آيو. اناج جي واپرائڻ هن کي شهوت بخشي هن جي هڏن کي مضبوط ڪيو. هو تاريخ جي اٿاهه ميدان ۾ اجا ٻه تيز ڊوڙيو ۽ هن پويان مخلوق ڊوڙي. هن جون اڳيون ڄنگهون ٻانهن ۾ تبديل ٿي پيون ۽ هن هٿن سان پنهنجو پڇ پٽي ان مان ڇهبڪ ٺاهي پنهنجي حڪمرانيءَ جو اعلان ڪيو. وقت جي واءُ ۾ هن جي جسم جا وارڇڻندا ويا ۽ هن ڪپهه کي وارن جي جاءِ تي چمڙيءَ تي ڇنبڙايو. هن پيرن تي بيهي ڌرتيءَ کي ڏٺو ۽ مٿي پولار ۾ نهاريندي هن جي نرڙ جا گنج ظاهر ٿيا ۽ هو ڏاهو ٿي پيو. مفڪر ۽ داناءُ ٿي پيو.

حواسن کان اڳتي سوچڻ جي سگهه هن جي وهمن ۽ وسوسن کي اجاگر ڪري هن جي خوف کي اڀاريو. عقل هن کي ياڙي ڪيو ۽ ڏاهپ هن کي منجهائيس وڌو. هن من جي مونجهه کي گهٽائڻ لاءِ رب آڏو پنهنجو پهريون سجدو ادا ڪيو ۽ سڪون محسوس ڪيو. هن غيب ۾ پناهه وٺي وجود کي لڪايو. هن ڪمزوريءَ ۽ هيڻائپ جو اقرار ڪري آفتن کي خدائي سزائن جو سلسلو چئي پنهنجي عقيدي کي سختيءَ سان نافذ ڪيو. هن قانون جوڙيو. مٽيءَ جي ڦرهين تي دستور لکي بلند ٿنڀن وارين عمارتن اندر ويهي پاڻ جهڙو وجود رکندڙن تي تبديليءَ جي نالي ۾ ظلم جو آغاز ڪيو ۽ فاتح بڻيو.

،هڪ فاتح جيڪو اوندهہ جي گھوڙي ٿي سوار ٿي هٿ ۾ زندگيءَ جي تلوار لهرائيندو روشنيءَ جي گول دائري ڏانهن وڌندو رهيو. اونداهي ڪوهہ جو ظاهر ٿيندڙ گول روشن انت. جنهن جي ڪنارن وٽ هوءَ هن کي ٻيهي پڪاري رهي هئي. هو موت کي شڪت ڏئي زندگيءَ ڏانهن تيزيءَ سان ڊوڙندو رهيو. اونداهي ڪوهہ مان ٻاهر نڪرڻ لاءِ ڊوڙڻ سبب تيز ساهہ کڻي رهيو هو.

نيٺ اهو وقت بہ آيو جو هُو زوم سان اوندهہ جي ڪوهہ مان نڪري اچي ٻاهر پٽ تي پيو. ٿڌي هوا هن جي پيشانيءَ سان ٽڪرائي ۽ جسم روشنيءَ ۾ غوطا کائڻ لڳس. ٿڌاڻ جي احساس کان هن جي پيشانيءَ تي پگھر اچي ويو ۽ هن محسوس ڪيو تہ هن جي محبوبا جون آڱريون هن جي پيشانيءَ تي نہ پر جڻ ڊنڊ جي پاڻيءَ کي ڇهي رهيون آهن. هن جي دماغ ۾ پاڻيءَ جون لهرون پيدا ٿيون.

هن محسوس ڪيو هن جون اکيون تيز روشنيءَ کان بند آهن. اوندهہ مان نروار ٿيندڙ اکيون روشنيءَ ۾ سڙڻ لڳيون آهن. هن جون لونڊڙيون ڏنوڻ لڳيون. هن جي چپن ۾ لرزش پيدا ٿي ۽ هن پيرن کي ڏڪندي محسوس ڪيو.

هن جي جسم جو هر جيو گھرڙو اکيون مهٽي جاڳندو ويو. ان کي ڏسڻ جي آس ۾ نوبنو ٿي پيو.

"تون ڪٿي آهين.... منهنجي زندگي ... منهنجي جستجو... منهنجي آرزو."

هر پيدا ٿيندڙ انگ وڇوڙي جي ڊگھي رات مان جاڳندو پڇندو ويو تيز روشنيءَ هر انگ کي انڌو ڪري ڇڏيس. هو ٽپندڙ ۽ تيز سج هيٺان ٿاڦوڙا هڻي اکيون ٻوٽي انهن نرم هٿن کي ڳولهڻ لڳو جيڪي هن جي آس پاس موجود هيا.

اوندهہ هن جي اکين ۾ ڪوئلن جيان ٻرڻ لڳي. باهہ هن جي اکين مان مٿي چڙهي هن جي دماغ کي وڪوڙي وئي. هو روشني ۽ باهہ جي سمنڊ ۾ غوطا کائيندو اڳتي وڌيو.

جڏهن گھڻي دير ڪانپوءِ ڪاراڻ ٻري رک جيان هن جي وجود مان ڇڻي پري وڃي پئي تہ هن پنهنجين رڳن کي ڊرو ٿيندي محسوس ڪيو.

هن جون اکيون روشنيءَ کي برداشت ڪرڻ جي قابل ٿي ويون. روشني

جيڪا هن جي مٿان موجود هئي. هن جي محبوبا جو چهرو هن جي چهري مٿان جهڪيل هو. روشنيءَ جو ٿهڪندڙ سج جيڪو گرم چانديءَ جيان هن جي اکين ۾ اوتجي پوندو.

جڏهن ڪارڻ جا ڪڪر هن جي وجود تان لنگهي ويا تہ هو ظاهر ٿي پيو. هن پنهنجي وجود کان نڪري ان کي ڏسڻ جي آس ۾ اکين کي کولڻ لاءِ انهن کي مهٽڻ لڳو. هن جي نرڙ جا گهنج واضع ٿي ويا ۽ هن جي منهن جون مشڪون ڏکڻ لڳيون. هڪ آهہ هن جي چپن مان نڪتي ۽ پوءِ هن آهستي آهستي اکيون کولي مٿي ڇت ڏانهن نهاريو. هو موجود هو. هو جيئرو هو. هن کي محسوس ٿيو ڄڻ هو ان کي ڳولهيندي ڏاڍو ٿڪجي پيو هجي. اڄ کان هن جا چپ خشڪ ٿي ويا هجن.

هن همت ڪري اکين کي هيڏانهن هوڏانهن ڦيري ان کي ڳولهيو. ڪراڙو تيماردار ڊوڙندو هن مٿان آيو. هن جي اکين ۾ اکيون وجهي عجب مان هن ڏانهن نهارڻ لڳو. ڄڻ ان کي يقين نہ ايندو هجي تہ هو ڪو اوچتو واپس وريو آهي.

هن تيماردار ڏانهن ڏٺو ۽ پوءِ هن جون اکيون وري ان کي ڳولهڻ لڳيون. هن ڪمري جي هر ڪنڊ ڏانهن تيڏين اکين سان نهاريو. اها ڪٿي بہ نہ هئي. هو مايوس ٿي ويو. هن پيشانيءَ تي ٿڌو پگهر محسوس ڪيو اتي ڪا بہ نرم آڱر هن کي ڇهي نہ رهي هئي. اها ڪٿي بہ موجود نہ هئي. اها هن جو وهم هئي. گمان هئي. اها دوکو هئي. بيوفائي هئي.

هن جي اکين مان ڳوڙها وهي ڪنن وٽان منهن جي پاسن کان هيٺ ڇٽيا.

اوچتو تيماردار جو چهرو زور سان بند ٿيندڙ دروازي جي آواز ۾ گم ٿي ويو. هن، هن جون اکيون بند ٿي ويون ۽ هو واپس اونده جي کوهہ ۾ اربها سالن جو سفر طئي ڪري وڃي هيٺ پاٽيءَ ۾ ڪريو ۽ پاٽيءَ سان ملي پاٽي ٿي ويو. ■

رزاق سهتو

# خالي پاٽ

جڏهن سِجُ ٻچپل متي چڙهي آيو ته علي گل اکين جا ڇپر ڍرا ڪيا- اکين جو ڪيپ ڪجهه جهڪو ٿيس- اتي ڪٽَ جي پرسان پيل چنل ڪرسيءَ تي پئجي ويو- رڌڻي ۾ پيٽس چانهه پئي ڪاڙهي. ماڻس گهر جي ڪوٺين مان ڦريو پئي ڪڍيو. -چنل ڪرسيءَ ۾ ويهڻ شرط هن جو پريشان حال خيالن جو پکي اڏارون ڪرڻ لڳو- هر ڪو ٻيپي جي ٻولا ۾ نڪتو هوندو- وقت جي ڪيڏ ڪيڏي نرالي. هو پان به ڊگرين جو فائيل هٿ ۾ ڪري نڪري پوندو-چڪر مٿان چڪر نوڪرين جي تلاش, هَلُ هلان ، رزق جو داڻو چڙ گردش ۾ ! سندس نصيب جي گهر ۾ ياڳ جي داخلا بند- دل جي ڪناري ڪي نراسائيءَ جو ڪُنُ پائيندو."هل ڙي! ميان علي گل"- هو پاڻ مرادو ٻٽڪي ٿو.
پيٽس چانهه جو ڪوپُ وڌايو ته خيالن ۾ سوالن جو وايو منڊل بدلجي ويو.
"ڇو ، سليماني چانهه گهر ۾ کيرُ ڪونهي ڇا-؟"
"نه." پيٽس وراڻيو
اداسيءَ منجهان," ها- ! پيڻ بابا جي پينشن گهٽا ڏينهن هلندي".
سليماني چانهه جي سُرڪي پريائين، نظرون ٽنگ پڳل ٽيبل تي، جا پٽ جي ٽيڪ تي بيٺل هئي، جنهن مٿان پراڻيون اخبارون ۽ نوڪريءَ جي اشتهارن جون ڪٽنگس رکيل هيون. هُو وري سوچڻ لڳو" نوڪريءَ لاءِ درخواستون موڪلڻيون آهن- ڊگرين جو فوٽو ڪاپيون, رجسٽري ڪرڻي پونديون- پيٽ سان گڏ کيسو به خالي! زندگي ڇا آهي؟ خيالن جو سلسلو اڃان جاري آهي. " محرومين جو پنڌار." خاص طبقو عام مٿان ڳرو، هر ڪو مال ميڙڻ جي هوس ۾ ۽ اسان پارا غريب روزي روٽيءَ لاءِ در در تي ٽنگيل ائين جيئن صليب تي ابن مريم."
سليماني چانهه جو ڪوپ هٿ ۾ ئي هيس جو سگريٽ جي ٻاڙ

لڳس_وهاڻي هيٺيان پاڪيٽ ڪيڍي ڏٺائين_ پاڪيٽ خالي – خالي _ ! ٺوڪ ڀري مُرڪ چپن تي تري آيس.

"آهستي آهستي سڀ در بند ٿيندا پيا وڃن." پاڪيٽ کي هيٺ ڦٽو ڪري ڇڏيائين. چڙ کان بُت ۾ سوسٽ, پنهنجو پاڻ کان سوال:" سگريٽ پيئڻ ضروري ناهي_ بس ڇڏي ڏيان." اندر ئي اندر ۾ پاڻ سان وچن ٿو ڪري, ڪي لمحا خاموش ٿي رهيو " پر پيلي ڇا, ڇا, ڇڏيندس_ ماڻهن سان اٽي ويٺي ۽ دنيا داري ڇڏي ڏيندس_ چانهه پيئڻ ۽ ماني کائڻ ڇڏي ڏيندس, تنهن کان جيئڻ ئي ڇڏي ڏيان_ هڙي حياتيءَ جو ڪهڙو ڪارج؟." سوچ جي گهڙيال جي سئي, انهيءَ جملي تي اٽڪي بيٺي:" جيئڻ ئي ڇڏيان. ها, جيئڻ ئي ڇڏيان." اکيون مٿي کنيائين, جڻ خلقيندڙ کان پنهنجي تخليق جو سبب پڇندو هُجي.

سگريٽ جي ٻاڙ اندر جهوري وڌس, پٽ تي پيل خالي پاڪيٽ تي نظر ٿي پويس ۽ پير ۾ سگريٽ جا ٽوٽا. چڳيرڙو ٽوٽو کڻي ٿو وٺي."پيئڻ ۾ ڇاهي پنهنجو ئي اُڇلايل آهي." سگريٽ جو ٽوٽو کڻي چپن ۾ ڦاسائي دُکايائين ۽ وڏو ڪش هڻي دونهون ڦڦڙن تائين نيائين. وات بند ڪري دونهون نڪ مان ڪيڍي ڇڏيائين, اندر جو اوبر جڻ دونهين ذريعي ٻاهر نڪتو هجي. پاڻ کي هلڪو سلڪو ۽ ذهن تان بوجو لهندي محسوس ڪيائن. پر ڏنل انٽريوءَ جي جملن هنيانءَ تي ٻرڇي هڻي ڪڍيس.

"نالو."

"علي گل."

"ڇا پاس ڪيو ٿي؟" هن ڊگرين جو فائل اڳتي وڌايو.

"ٺيڪ آ. پر ڪمپيوٽر ڄاڻين ٿو.؟ "

ها, سائين, گهڻي نہ ابتدائي ڄاڻ اٿم."

"ايم_ايس_ آفس بابت خبر اٿي.؟ "

" يس سَرِ, ايڪسل, ورڊ, پاور پوائنٽ ۽ ايڪسز انهيءَ ۾ اچي وڃن ٿا."

" ڀلا هي سرٽيفڪيٽ محنت سان يا ڪاپيءَ........؟"

"نو سر, سڀُ محنت جو ڦلُ آهي."

"ڪهڙي يونيورسٽيءَ مان. ؟ "

"سر سنڌ يونيورسٽيءَ مان."

" پر- نوجوان، عام ماڻهن جي سنڌ يونيورسٽيءَ مان حاصل ڪيل ڊگرين بابت ڪا معقول راءِ ناهي، اُهي ڊگريون صرف ڪاغذ جا خوبصورت ٽُڪر آهن. ڇاڻ ڪان خالي، لو اسٽينڊر آف ايڊيوڪيشن، هي ڊگريون اسان جي اداري لاءِ قبولڻ جوڳيون ناهن. يو ڪين گو نائو."

*

علي گل انهن يادگيرين جي ڏنين ۾ چانهه جو آخري ڏُڪُ پريو جو سندس ننڍو ڀاءُ ماءُ ڏانهن وڌي ويو.

" امان ماسي گُلان مري وئي."

"خير ڳُھُرُو ڇوڪرا."

"ها- امان ٻاهرو ماڻهو ڳالهيون ڪندا،چاچي رحمونءَ جي اوطاق ڏانهن پئي ويا."

ماءُ جي لڳن مان ساهه ڇڏائجي ويو." ويچاري گلان ڏاڍي ڪسني ڪٽي" هوءَ ڪوٺيءَ ڪان ٻاهر نڪتي تہ مائيءَ خيران سندس ڳهر ۾ داخل ٿي، اچڻ سان چيائين."مائي گلان ويچاري گذاري وئي، مان ڄاڻ ڏيڻ آئي آهيان."

"ها، ادي، چڱو ڪيئي اسان کي پاڻ ڇوڪر ٻڌايو."

مائي خيران ساڳين پيرن تي موٽڻ جي ڪندي چيو."مان ڳهران ميت تي لٽو وجهڻ جي لاءِ ڪٽي اچان تہ پوءِ گڏجي ٽا هلون." هوءَ رواني ٿي- علي گُل جي ماءُ اُڏڪن ۾ پئجي وئي، " اسان-کي بہ مائيءَ مٿان-لٽو وجهڻو پوندو." گهر ۾ نڪي ڏوڪڙ نڪي رکيل رئو پوتي، ڪيئن ٿيندو." انهيءَ اُڻ تُڻ ۾ علي گُل ڏانهن وڌي آئي:" ابا علي گل." ماءُ جي آواز تي هُن ڪنايو"پُٽَ، رحمونءَ جي ماءُ ويچاري گُلان گذاري وئي، مسڪيني حال تڏهن بہ وسُ چڱو ڪين- رحمون تہ سچي ڪئي ڪمائي ماءُ جي علاج تي لڳائي پر وريو ڪجهہ بہ ڪين، مُئن ڊاڪٽرن ڪيس سچو ڪري ڇڏيو- بس-! پٽ، جيڪا رب جي رضا- تون سگهو ٿي. رحمونءَ جي اوطاق تي وڃ پر ابا ميت تي لٽو وجهڻو آهي- انهيءَ جو بلو ڪيئن ڪجي؟" هو انهن ڳالهين ۾ هئا تہ علي گل جي پيڻ ڪوٺيءَ کان ٻاهر نڪري آئي.

" امان خير تہ آهي."

"ڌيءُ، ويچاري گلان گذاري وئي."

”اڙي- ويچاري سورن کان ڇٽي.“

”ڏيءُ مان واڍانهن وجان ٿي پر ميت تي لٽي وجهڻ منجهائي ڇڏيو آهي، گهر جا حال ساريا پيا ٿي.“

”ها – امان هيئن ٿا ڪيون، مون جيڪا پوٽي پرٿ پرائي رکي آهي سا ٿا ڪٽي وجهونس.“

”پر، ڏيءَ، تنهنجي مٿي جي پوتي آهي، ڏاڍي سڪ سان پرائي اٿئي.“

” چا ٿي پيو امڙ، منهن تہ ڍڪو آهي نہ ؟ “

علي گل ملول دل، ساڻي ذهن،ڳرن قدمن سان رحمونءَ جي اوطاق تي پهتو- پوڙها، جوان،اڌڙوٽ، تڏي تي ويٺل. پاڻ ڪنڌائتو ٿي ويٺو. ماڻهن ڳالهايو پئي. مرتيئي جو تڏو هو پر ماڻهن عام ڪچهريءَ جو ڏيک ڏنو ٿي. چپ رڳو رحمو هو،جنهن جي ماءُ مري وئي هئي-

علي گل سوچي ٿو:” ماڻهن مان مرتئي جو احساس ختم ٿي ويو آهي، پاڻ ڪچهريءَ ۾ لڳا پيا آهن. ڪنهن جي ماءُ جو موت وساري ويٺا آهن- پنهنجي سورن جو پچارون ويٺا ڪن- ڪو رحمونءَ کان تہ پڇي- ڪفن، دفن ۽ ڪانڌيي جي مانيءَ جو بارُ ڪو مِٽُ مائٽُ کڻي سگهندو يا پاڻ کي ئي ڳچيءَ ۾ پوندسُ- مان تہ ڪنهن ۾ پوتو ڪو نہ ٿو پانيان- پنهنجي گهر جو حال اهڙو ڇو ميت تي لٽي وجهڻ جيترا پئسا بہ ڪونهن- هَا-! ماڻهو مُحتاج ٿي پيو آهي-“هو مشڪل سان انهن ويچارن کان آجو ٿيو ۽ ويٺل ماڻهن جو جائزو وٺڻ لڳو-زندگيءَ جا سڀ رنگ منهن تان اُڏاڻل، ڪي تہ ٻڪ جي چڪيءَ ۾ پيسجي هڏن جي مُٺ لڳا ٿي- جيئرا جاڳندا لاش-

علي گل وري ساڳين خيالن ۾ موٽي آيو:”رحموءَ جي ڪير مدد ڪري سگهي ٿو- پر يار اسان جي پوش ۾ علم تہ آيو پر ڏاهپ کان ڪوهين ڏور آهيون. برادريءَ ۾ پير ڪڻڻ لاءِ ڪيئي رسمون رواج سماج مان مدي خارج ڇاٽي لوڌي ڪڍيائون- همڙن موقعن تي وڏڙن اوچڻ جو رواج وڌو- مسڪين جي مدد بہ ٿئي ۽ پرم بہ رهجي اچي- اسان کان وڌيڪ تعليم کان محروم، وڏڙا، ڏاها ڇٽبا، جن وٽ وڏو مجلسي علم هو-“

علي گل انهن ويچارن ۾ هو جو رحمونءَ جو وڏو پٽ اچي سندس پر

۾ ويٺو. سندس دل ست ڪاڏي ته ڪاٺونس پڇي وئي."ڪر خبر گهر ۾ ڪجھ آهي يا نه؟ " پر خيال آيس."متان دل ۾ ڪري، متان گهر ۾ پئسا رکيل هجنن۔" چُپ رهڻ ۾ چڱائي ڄاتائين.ايتري ۾ چڱي مڙس جو ڪارندو پهتو۔ وڏي آواز سان سلام ڪيائين۔ويٺل ماڻهن ڳالهائڻ بند ڪري خاموشي اختيار ڪئي. ويهندي ئي چيائين،" ادا چڱي مڙس چورايو آهي، جنازي نماز ۾ شرڪت ڪندس. انتظار ڪجو". هيڏي هوڏي نهاريندي چيائين، " بيو ته ڪفن دفن ڪانسواءِ ڪانڊپي جي مانيءَ جو بندوبست به هن جي طرفان هوندو۔" ويٺلن کن لائي ڪارندي جي ڳالھ ٻڌي ۽ سندن مٿان ماٺار ڇائنجي وئي. علي گل ماڻهن جي چهري تي ايري آيل تاثر چاچڙ لڳو۔ سندن هنيائن مٿان وڏو بار لهي ويو۔ ماڻهو انهيءَ خيال ۾ هئا جو همراه ڪوڏرون ڪلهن تي رکي اچي پهتا: " ابا، قبر سامي ٿاهيون يا ڪوني؟ "ويٺلن مان ڪنهن جواب ڏنو "سوڪهڙي جي مند آهي، زمين سُڪي ڏرا ڏئي وئي آهي، سيڪ آهي ڪونه. سامي ٿاهيون." صلاح سيني کي وڻي. همراه قبر کوٽڻ جي لاءِ روانا ٿا ويا۔ علي گل اڃا سوڌو جملن جي چار ۾ ڦٿڪيو پئي: "چڱي مڙس پاران جنازي جي نماز ۾ شرڪت، ڪفن دفن جو بندوبست، ڪانڊپي جي ماني، قبر کوٽن جا سانباها، سامي ٿاهيو يا ڪوني ؟. انسان جي ڌرتيءَ تان موڪلاڻيءَ جون آخري رسمون چڱي مڙس طرفان ڪفن جو انتظام جڙي، اڏوراڻن ڪپڙن سان انگ ڍڪيل پر مئي پڇاڻان سماج ڪيئن به ڪري ڪفن نئين ڪپڙي جو ڏئي ٿو. مرڻ کان پوءِ ڇا نئون، ڇا پراڻو ۔؟"

ويٺلن هوريان هوريان هاڻي هڪ ٻئي سان رواجي لهجي ۾ ڳالهائڻ شروع ڪيو۔ ڪُنڊ ۾ ويٺل هاريءَ چيو "ادا ڏيو خبر درياھ ۾.پاڻي ايندو ڪن ڪو نه. اصل بڪ ٿا مرون، پر پاسي جا ڳوٺ خالي ٿيندا پيا وڃن."

دريا خان عمر ۾ سين کان وڏو هو چيائين "اسان جي سانيڙ ۾ درياھ ڪڏهن ڪو نه سُڪو. هي ڪهڙو ڪلور ٿيو آ. باقي واري بندي سوهڻوندي هئي. هاڻ موراڳي بند!"

استاد محمد خان وراڻيو"هٿ جي ڪوٽ آ. پاڻي پنجاب بند ڪيو آهي. درياھ انهن وٽان لانگهائو ٿئي ٿو سو ڪٺي سوگهو ڪيو اٿن."

دين محمد ڳوٺ جو داناءُ ماڻهو سمجهيو ويندو هو ٽنٽن چيو."ابا شهر مان نوڪريون ته ختم ڪري ڇڏيائون، اخبارون لکن ٿيون ته جيڪي

روزگار سان لڳل آهن، انهن کي بہ پيا نيڪالي ڏين. پر پيلي ڏياهہ جو پاٽي بہ کٽائي ڇڏيو اٿن. هاٽي پوکون ڇاتي پچن؟ ادا، ورديءَ وارن سدائين پٺي انسانن کي لتاڙيو آهي.“

ڪنهن ڏاڍي آواز ۾ چيو ”ابا، جنازو ٽيپهريءَ جي نماز کان پوءِ کڄندو.“ آواز وِيٺلن سان گڏ سندس ڪنن تائين رسيو جهڙوڪ ساهہ پئجي ويس. هو ڏاڍو منجهي پيو هو ٽيپهريءَ ۾ ڪي ڪلاڪ هئا. پهريائين هڪڙو پوءِ ٻيو اٿيو وري ڇڱي مڙس جو ڪارندو اهو. ڇئي اُٿيو. ”ڇڱي مڙس کي ڄاڻ ڪري اچان.“

بہ ڄڻا گڏ جي بنا ڪجهہ ڳالهائڻ جي اٿي ويا. ويٺلن مان ڪن چيو: ”ادا، مال کي ڏسي اچان.“ ائين ڇئي پيا ماڻهو بہ اٿي ويا. علي گل بہ اٿڻ جي ڪئي.

هو جڏهن اوطاق کان ٻاهر نڪري آيو سگريٽ جي ٻاڙ ڇوٽ تي، ۽ پيٽ ۾ بک جو احساسُ جاڳي پيس. بک کي ڪانڊپي جي مانيءَ جي آسري تي ٽاري ڇڏيائين. سگريٽ جي ٻاڙ کي ڳوٺ جي گهٽين ۾ رولڻ جو سوچي، ان پاسي اِچي نڪتو جتي گند جو وڏو ڍير هو ڍير تي گڏهہ جو ڍونڍ پيو هو جنهن کي متارن ڪتن ڪاڏو پئي، ڪتن جون ڍونڍ جي ماس سان ڪکيون پريل، تڏهن بہ ڪرڙين اکين سان پريرو لاچاريءَ کان ويٺل، ٻن ٻکين ۽ ڏٻرن ڪتن کي تڪي رهيا آهن. جيئن ڍونڍ جي ويجهو نہ اچن، رڳو پاڻ ۾ هي سڀ ڪائي وٺن. اهو ڄاڻندي بہ تہ، ڍونڍ جو گوشت، سندن کائڻ کان تمام گهڻو آهي.

علي گل کي، ڏٻرن ۽ ٻکين ڪتن تي ديد پوندي ئي، متارن ڪتن جي ماس کي ڇڪڻ تي ڪاوڙ لڳي، هيڏي، هوڏي ڏٺائين، ڪجهہ پڪا يتر، سرنُ جا اڌڙ ڪنيائين، هڪڙي متاري ڪتي کي پر ڪري وهائي ڪڍيائين. گهٽي کائڻ ڪري ڪتي کان رڙ بہ نڪري نہ سگهي، نڪي تيز ڀڄي سگهيو هن وري ٻئي ۽ آخر ۾ ٽئين ڪتي جو نشانو ورتو. ٽئي ڪتا، مختلف گهٽين ڏانهن ڀڄڻ جي ڪوشش ۾ پر ڳرين ڪکين ڪري ياچ ۾ اها ڦڙتي ڪا نہ هئن. ڏٻرا ڪتا پريرو بيٺل. علي گل جي پوئتي ٽيڻ جي انتظار ۾ هئا، هو جيئن پري ٿيو انهن مٿل گڏهہ جي ماس تي ڪاهہ ڪئي، اصل جهڙوڪ چنبڙي پيس، علي گل مرڪي پيو.

جڏهن پنهنجي خيالن ۾ ڇگو پنڌ ڪري آيو پويان ڪڙڪو ڪنين

پيس، ڪنڌ ورائي جو ڏسي، پڇايل ڪتن مان به ڪتا، هن ڏانهن ڊوڙندا آيا. ڏاڏو ويجها پئجي ويا هئس. ڪتن جا وات پٽيا پيا هئا. علي گل پاڄ ڪاڏي، ڪا واهه ڪانه سمجهيس، پڇندو گهٽي متي آيو. انهيءَ ٻڪ ڊڪان ۾ ڏنائين گهٽيءَ جو موڙ مُڙي روشو گڏهه گاڏي کي تيز ڪاهيندو پيو اچي، پاڻ اوڏانهن ڀڳو. روشوءَ کي رڙڪيائين، هن ڪنايو گڏهه ڳاڏو جهڪو ڪري چڏيائين، هو ٽپ ڏئي چڙهي پيو. مَس سَاهه ۾ ساهُ آيس، روشوءَ چيو. "ابا چو ڪتا پويان پيا تي؟"

"چاچا، انهن کي پٽر هٽي پڇاڻي ڪييم، مئل گڏهه جي ماس تي قبضو ڪيو پيا ڪائن، بکايل ڏبرن ڪتن کي ويجهو ئي نه پيا اچڻ ڏين."

روشو ٿهڪ ڏئي کليو."ابا وتين تو ڪتن سان وڙهندو.ڪو ڪائي وجهيئي ته آزار ۾ پئجي ويندين."

"پر، چاچا روشن، جو ڏاڏو سوگابو واري ڪار لڳي پئي آهي. هڪڙا بک، تي پيا ڪايو وينا اوبارن. هڪڙن وٽ ان جا انبارن پيا مانيءَ ٽڪر لاءِ پيا سڪن، ائين آهي نه؟."

"ها ائين ته آهي. ڏاڏو ڏکيو وقت آيو آهي. هنن حاڪمن ته تين ئي ڪڙڪائي ڇڏيا آهن. مسڪين ماڻهو پيڙجي ويو آهي. ٻڌجانءِ ڪالهه گڏهه جي داڻي جو ڪلو جن ڏوڪڙن ۾ وٺندو هئس، هاڻ چئوڻو مهانگو پيو ملي. ٻڌاءِ ڪمائيءَ مان گڏهه جو پيٽ پريان ڪن ٻچن جو؟. اسان جي روزيءَ جو سهارو هي گڏهه گاڏو تي، ابا. ڪڏهن گڏهه جو پيٽ پريان ته ڪڏهن ٻچن جو. مڙئي پيا حياتيءَ جا ڏينهن پورا ڪيون. گڏهه جيڪو ڊير تي مئو پيو آهي، جنهن تان ڪتا ڊوڙايئي، اهو عبدوءَ جو تي. گڏهه کي چارونڪي داڻو بيمار تي مري ويس. هاڻ سندس ٻچا بک تي."

"پلا هي چا ڪنيو تي؟" علي گل پڇيس.

"خبر تي رحمونءَ جي ماءُ مري وئي، چڱي مڙس چانورن جون پوريون شهر کان گهرايون هِن، سو رحموءَ جي اوطاق ڏي پڇاڻيون آهن."

"چگو چاچا مان به اوڏانهن هلان ٿو پر مون کي بيلي اوطاق کان ٻاهر لاهجانءِ."

علي گل اوطاق تي پهتو ته ٽيپهريءَ جي نماز تي چڪي. ملان جماعت سميت پڳل هو. جنازي کڄڻ ۾ دير ڪا نه تي. جنازي نماز ۾ ماڻهن جو ڳاٽاٽو واجبي هو. پهريائين رحموءَ ۽ عزيزن ميت کي ساميءَ ۾

لاٿو. ملان ڪجهه پڙهندو ۽ هدايتون ڏيندو رهيو. ساميءَ جي مٿان سرون لڳڻ شروع ٿي ويون. ڳوٺ جي جوانن ڪم جلدي اڪلائي ورتو. قبر جڙي راسُ ٿي. ملان بيهي دعائون پڙهيون. پوءِ رحموءَ جي اوطاق ڏانهن موٽ ٿي.

جڏهن اوطاق تي پهتا, علي گل کي حيراني ٿي. اهو ڏسي ته ڳوٺ جا ماڻهو ته هئا پر پر پاسي جي ڳوٺن جا ماڻهو به آيل هئا. جنازي نماز ۾ ايڏو انگ ماڻهو جو ڪو نه هئو مردن سان گڏ ٻارڙا به اڳ ئي پهتل هئا. هو سمجهڻ جي ڪوشش ٿو ڪري:"چاچي رحمونءَ جي ايڏي اٿ ويهه ته ڪانهي, هي ماڻهو ڇو مِڙيا آهن؟" سندس ديد ماڻهن تي پوندي ٿي وڃي, ڏٻرا جسم, هيڊا چهرا, سندن چهرن تي بک جا آثار هو چهرن جي جاچ ۾هو جو ملان آخري دعا لاءِ هٿ کنيا, دعا پوري ٿي, ڇگو مڙسُ رحمونءَ جي پير ۾ وينو هو تنهن هٿ ٻڌي ڪري ساڻس عذر خواهي ڪئي, ڪجهه ماڻهو اٿي رحموءَ وٽ ويا ۽ عذر خواهي ڪيائون. جڏهن ته سيني جو رحموءَ تائين پهچڻ ناممڪن هو. ويٺلن پري کان ئي وڏي آواز ۾ چيو "ادا, جيڪو حڪم ڏٺيءَ جو!!".

علي گل ڪنڌائتو ٿي وينو رهيو. ڪا گهڙي ماڻهن ۾ خاموشي رهي. ديگين جا ڍڪ لٿا, پلاءَ جي خوشبوءِ هوا جي ڪلهن تي سوار ٿي ساهن تائين پهتي, ماڻهن جا پهريائين هٿ, پاتوڙن, پاٺ ۽ ٿالهن تائين پهتا ۽ پوءِ آهستي, آهستي, آواز اچڻ شروع ٿيا: "ادا هيڏي چانور ڏجانءِ. ڪنهن چيو: "ميان, هن ڪنڌ جي سار ئي نٿا لهو؟" علي گل جي پير سان ئي ٽوليءَ مان آواز آيو "اسان جي پاسي خالي چانور ڏنا اٿن, ادا گلڻ ٻه ٽي ٻوٽيون وجهي اچ يار."

ماڻهو پلاءَ تي ڪري پيا, ٻارڙن هيج وچان پئي ڪاڏو.

علي گل سڄي منظر کي گهرائيءَ سان ڏسندو ۽ وات تائين چانورن جو گرهه آڻيندو رهيو.

"هي ڇا؟ مئي جي ڪانڊپي جي ماني آهي يا شاديءَ جو سَڏُ؟!! هِمڙن موقعن تي اڳي ڪَوڙي کُني ٿيندي هئي, پلاءَ ۾ لوڻ سرسُ وجهي ڇڏيندا هئا. اها ڏاهن ماڻهن جي رٿ هئي, جيئن ماڻهو ڪانڊپي جي مانيءَ کي شاديءَ جي ماني سمجهي نه کائن, هاڻي اها ڳالهه ختم ڪري ڇڏي اٿن.!, علي گل جي ذهن ۾ سوالن جو سلسلو جاري هو, وڏي انگ ۾ ماڻهن جو

پارڙا ساڻ ڪري اچڻ جو سبب چاچي رحموءَ سان همدردي هئي يا چڱي مڙس طرفان اڳواٽ چوائي، ڪرايل مزيدار مانيءَ جي چڪ، هن جو ڌيان پنهنجو پاڻ ۾ هو ئي ڪونه. بي خياليءَ ۾ جڏهن سندس ساڄو هٿ پاٽ تائين آيو ته هو حيران ٿي ويو پاٽوڙو خالي هو.■

شيخ اياز

# ڪلٽي

هن جي سادگيءَ ۾ چالاڪي هئي، چالاڪيءَ ۾ سادگي. ڪڏهن پار جيئن نچندي ٽپندي ايندي ۽ پنيان اچي اکين تي هٿ ڏيندي. ڪڏهن اوچتو منهنجا وار ڇڪي ڇوندي، "ڏس ته ڪيئن ٿي پيو آهين؟" ۽ پوءِ آرسي ڪٽي هٿ ۾ ڏيندي. ڪڏهن مان پينسل رکي پاٽي پيئڻ اٿندس ته پينسل جو گورو پيچي ڇڏيندي ۽ اچا ڪٽڻ جي ڪوشش ڪندس ته ڪل ۾ ويڙهجي ويندي. ڪڏهن پوتي پڳ ڪري ٻڌي ايندي ۽ ڪتاب منهنجي هٿ مان کسي ڇوندي ته "ڇڙ هاٽي ڇا ٿو ڇئين؟" ڪڏهن تاچٽي ڪٽي منهنجي ڪنڌ ۾ ڇپائيندي، ڪڏهن شربت ۾ لوڻ وجهي ڪٽي ايندي، ڪڏهن ڏينيو ڦاسائي، ٻرن ڪان وٺي منهنجي اڳيان آٽي ڊيڄاريندي. هڪ ڏينهن وچون تريءَ تي ڪٽي آئي. الاجي ڪيئن ڏنگ ڪڍيو هئائينس! "ڏس مون هن کي منڊيو آهي" هن چيو. مون ڏانهس شرارت ڀريل نظرن سان ڏسندي چيو "تون ته ماڻهوءَ کي به منڊي سگهندي آهين." هن جي منهن تي لڄ ڇانئجي وئي ۽ وچون ڪٽي منهنجي پاند ۾ وڌائين. مان ڇرڪ ڀري اٿيس ۽ چوٽيءَ کان ڇڪي چيو مانس، "ڇڙ وري ائين ڪنديءَ؟" "نه بابا توبهه. منهنجي ماءُ جي به توبهه!" هن هٿ وجهي چوٽي ڇڏائيندي چيو.

هڪڙي ڏينهن منجهند جو مون کي دير ٿي وئي ۽ هوءَ ماني ڪٽي آئي. مون گهٽو ٿي ڪيس چيو ته پاڻ ٿي کائيندس. پر هوءَ تي مڙي! زوريءَ گرهه گرهه ٺاهي وات ۾ ڏيندي وئي. "زالون سڀ بيوقوف آهن"، مون خار کائيندي چيو "تڏهن ته تون به پاس نه ٿي ٿيئن."

"ٺيڪ آهي." هن گوشت جو هڏو مانيءَ ۾ لڪائي منهنجي وات ۾ وجهي چيو. مون هڏو چٻي اچا منهن گهنجايو مس ته هوءَ ڪلندي ڀڄي وئي. مون خار ۾ چيو "بس وري اڳتي هتي نه ايندس؟"

"اڙي، ڏسان ته گهڻا ڏينهن تو انهيءَ گوڙ ۾ پڙهي سگهين." هن نڪ کي موڙو ڏيندي چيو "گهر ۾ هڪ اکر به پڙهي وئين ته ڇئجانءِ."

مون سوچيو ته چوي سچ ٿي. اسان جو گهر ننڍڙو هو ٻيو ته ٻار هئا گهڻا. سو مان هن جي گهر اچي پڙهندو هوس. سندس گهر ۾ رڳو ٻه ياتي

هٿا. ماسي ۽ هوءَ، پر هن بہ تہ منهنجو نڪ ۾ دم ڪيو هو. هر روز نيون شيطانيون سوچيندي هئي. پاڻ تہ مئٽرڪ ۾ ناپاس ٿي پڙهڻ جو خيال ئي لاهي ڇڏيو هئائين، هاڻي لڳي هئي منهنجي پٺيان.

هڪڙي ڏينهن منهنجي هٿ ۾ ڪئمرا ڏسي ضد ڪيائين تہ منهنجو بہ فوٽو ڪڍ. گهڻي رد بدل کان پوءِ جڏهن مون سندس فوٽو ڪڍيو ٿي، تڏهن هن پوتي ڇڪي پنهنجو منهن ڍڪي ڇڏيو.

هڪ گهمري مان اجا ڪتاب کڻي آيس تہ ڏٺم تہ بہ چار ڇوڪريون وينيون آهن. مان ڪوٺيءَ ۾ گهڙيس مس تہ سيني وٽي ڪليو ۽ هوءَ ايترو تہ کلي، جو پيٽ کي هٿ ڏئي ويهي رهي. مون ڦڪو ٿي کيس چيو "آهي تہ خير؟"

"تو تي ٿورو ئي ٿي کليوسين،" هن کل روڪي چيو "تون پاڻ چؤ تہ تنهنجي شڪل اهڙي آهي ڇا؟ تنهنجي شڪل ڏسي تہ مون کي روئڻ ايندو آهي، کل وري ڪيئن ايندي؟"

"هاڻي بڪ ڇڏ،" مون کيس ڇڙٻيو. "ائين ماٺهو ڏسي مٿو ڇو ڦري ويندو اٿيئي؟"

"مٿو تہ تنهنجو پڙهي پڙهي ڦري ويو آهي." ائين چئي هوءَ وري کلڻ لڳي. "سچ ٻڌايانءِ تہ ڇو پئي کليو سين. مون زهرا کي ٻڌايو تہ تو بي. اي. ۾ فلاسافي کنئي آهي، تنهن تي هن هڪڙي فيلسوف جي ڳالهہ ٻڌائي تہ ڪئن هن ڇيٽو پيٽ تي ڏسي چيو تہ ڳئون اهو ڇيٽو پيٽ تي ڪيئن لاٿو ۽ ان تي مون کي ڏاڍي کل آئي."

هڪ دفعي مون کيس جمهوريت جا اصول ٿي سمجهايا. "پر خدا تہ اسان کي جمهوريت نہ ٿو سيکاري،" هن سوچيندي چيو. "خدا تہ گهڻائي دوزخ ۾ وجهي ٿو ۽ ٿورائي جن ۾ ملان مولوي، ڇريا ڪريا آهن تن کي بهشت ڏئي ٿو." هوءَ تقرير ڪرڻ لڳي، "پر پيلي هي بهشت دوزخ جو معاملو بہ عجيب آهي. مان تہ سوچيندي منجهي پوندي آهيان. مئٽرڪ ۾ اسان کي ماستر ٻڌايو هو تہ صوفي چوندا آهن تہ انساني روح بہ خدا جو جزو آهي. جي ائين آهي تہ پوءِ تہ دوزخ ۾ بہ صرف روح ٿو وڃي ۽ ان جي معنيٰ اها ٿي تہ دوزخ ۾ خدا ٿو وڃي." هوءَ مذهب جي بي معنائيءَ تي کلڻ لڳي.

مان سوچي رهيو هوس تہ هن کي اهي شرارتي خيال اچن ڇو ٿا؟ خدا مان بہ نہ ٿي رهي!

سندس کل ۾ زندگي هئي، زنده دلي هئي. کلڻ مهل سندس ڳلن ۾ ڇڻ سفيد ۽ سُرخ گلاب گهوتجي ويندو هو. سندس ننڍڙا چپ ماڪ ۾ آلا

ٿي ويندا هئا. مون هن کي مرڪندو ته ڪڏهن به نه ڏٺو هو. هوءَ هميشه کلندي هئي ۽ سندس کل ۾ ڄڻ سڄيءَ دنيا جي سنگيت سمائجي ايندي هئي، سندس ٽهڪ ۾ ڄڻ معصوميت ۽ شرارت هٿ هٿ ۾ ڏئي نچنديون غائب ٿي وينديون هيون. اڪيلي هوندي ته پڻ ڳائيندي، ماٺهو ڏسندي ته کلي ويهندي، ڄڻ سڄي دنيا جي خوشي سندس روح ۾ سمايل هئي. هوءَ ايترو ته کلندي هئي جو سندس اکين مان ڳوڙها وهڻ شروع ٿيندا هئا. پتو نه پوندو هو ته هوءَ کلي ٿي يا روئي ٿي! هن جي حياتيءَ ۾ لڙڪ ۽ مُرڪ گڏ گهوٽيل هئا. هوءَ هر ڪنهن کي تنگِ ڪندي هئي پر ڪوئي مجهانئس ڪڪ نه ٿيندو هو. مان ته ساڻس نفرت اُن ڪري ڪندو هوس جو مون کي هن سان ن محبت هئي ، ۽ محبت انڪري ڪندو هوس جو مون کي هن سان نفرت هئي، مِٺي مِٺي نفرت ڪوڙي ڪوري محبت! دور رهي، دور رهڻ نه چاهيندو هوس. ويجهو رهي ويجهڙائيءَ مان ڪڪ ٿي ويندو هوس. مون کي ٻيون به سوٽيون ماساتيون هيون پر ڪا اهڙي عجيب و غريب نه هئي. ڪنهن کي ايتري مجال نه ٿيندي هئي جو مون سان ڪٽي ڪيچل ڪري. سڀ ڪتابي ڪيڙو سمجهي، منهنجي عزت به ڪنديون هيون ۽ مون کان نفرت به ڪنديون هيون. پر هوءَ الاجي ڇو مون کي ڇيڙيندي هئي. مان ڪتاب جي ڪنهن صفحي تي نشان وجهي بند ڪري ويندس ته هوءَ اها نشاني اتان ڪڍي ٻئي صفحي تي وجهي ڇڏيندي هئي، مان فائونٽين پين ۾ مس پري رکندس ته هوءَ مس ڪڍي پاڻي پري رکندي. مطلب ته عجيب شامت هئي. مون ڪيئي ڀيرا خيال ڪيو هو ته وري سندس گهر نه ويندس. اجا به اڍائي ڪلاڪ گهر ۾ ويهندس ته هوءَ ڪوئي بهانو ٺاهي ماٺهو موڪليندي. مثلا چورائي موڪلندي ته، "امان کي مٿي ۾ سور آهي دوا ته ڏي." ۽ مان اجا سور جي دوا ڪڍڻ ويندس ته نياپو ڏيندڙ گم ٿي ويندو ۽ لاچار مون کي ئي دوا ڪڍي سندس گهر وڃڻو پوندو. اجا ويندس مس ته هوءَ کلندي چوندي، "ڏس ڪيئن چالاڪي ڪري گهرايو مانءِ، پتو پيءِ!" ۽ پوءِ نوڙيءَ تي ٽپڻ لڳندي.

پر ائين به ناهي ته هوءَ مون کي صرف مسخريءَ لاءِ گهرائيندي هئي. مون کي ياد آهي ته ته اونهاريَ ۾ مون کي پڙهي پڙهي ننڊ اچي ويندي هئي ۽ ڏاڍيءَ گرميءَ ڪري پاسا بدلائيندو هوس ته ڪنهن مهل ٿڌي جهلڪي تي اک پٽجي ويندي هئي ته هوءَ وڃڻو هلائيندي نظر ايندي هئي. مون کي اکيون پٽندو ڏسي نڪاءُ ڪرائيندي هئي پنيءَ تي وڃڻو ۽ ائين چوندي اٿي ويندي هئي ته "ننڊ ۾ ڳالهائين ڇو ٿو؟ اسان جي ننڊ ٿي ڦٽي."

جڏهن گڏجي ماني کائڻ وهندا هيا سين، تڏهن چوندي هئي "ڏسجانءِ جي مون اڄ توکي بک نہ ماريو." ۽ پوءِ ٺهڪ ڏيندي هئي. پر مون ڏٺو هو تہ هوءَ تمام ٿورو کائيندي هئي ۽ سٺي سٺي شيءِ منهنجي لاءِ رکندي هئي.

هڪڙي ڏينهن مون کي سخت بخار هيو سو مون پيرڻ کي چيو "مٿي کي ٿورا زور تہ ڏينم." هن هُڏيءَ مان چيو: "بہ ڪلاڪ ساندهہ ماساتنهن ويهي زور ڏنا اٿيئي. اجا پيو زور زور ڪرين." مون کي خبر نہ هئي تہ غشيءَ جي حالت ۾ هن مونکي زور ڏنا هئا. اهڙيءَ طرح ڪيئي دفعا مون محسوس ڪيو هو تہ هن جي مون سان همدردي هئي.

مون بي. اي جو امتحان پاس ڪيو ۽ هن وٽ ويس. هن چيو "منائي کاراءِ!" ۽ ٺهڪ ڏئي چوڻ لڳي، "هل سچا تون ڇا کارائيندين!" منهنجو مڱڻو ٿي ويو ۽ هوءَ آئي ۽ چيائين "منائي کاراءِ!" ۽ پوءِ "هل سُچا تون ڇا کارائيندين!" چئي ٺهڪ ڏئي کلڻ لڳي. منهنجي شادي ٿي وئي ۽ هوءَ آئي ۽ چيائين: "منائي کاراءِ!" ۽ پوءِ ساڳيءَ طرح "هل سچا تون ڇا کارائيندين،" چئي ٺهڪ ڏئي کلڻ لڳي. مون کي ڪڪو ڄائو ۽ هوءَ آئي ۽ وري ساڳيا لفظ چيائين، "منائي کاراءِ" ۽ هل سچا تون ڇا کارائيندين." چئي ٺهڪ ڏنائين. هن ۾ اجا بہ اها معصوم شرارت هئي، اجا بہ زنده دلي هئي، اجا بہ کلي کلي ڳوڙها وهي ايندا هيس.

پر..........

ڪالهہ هوءَ منهنجي ڪڪي کي کيڏائي رهي هئي. هن جي منهنجي ڪڪي سان ڏاڍي دل هئي. ڪڪو بانبڙا پائي ٿورو گهمڻ سکي ويو هو سو ڪالهہ جڏن هوءَ ڪڪي کي کڏائي رهي هئي. مان آفيس مان موٽيس. ڪڪي مون کي ڏسي ڪيو "با آ با" مون ٻانهون ڊگهيريون تہ کٽانس، پر ڪڪو ڪنڌ ڌوڻي هن جي ڇاتيءَ سان چهٽي پيو ۽ چيائين، "ا مر – مان. مون چرچي ۾ چيو: "اڙي هيءَ اتي پڪي !" پر ڪڪي ڄڻ منهنجي ڳالهہ نہ مڃي ۽ هن جي ڇاتيءَ مان منهن ڪڍي، ڏانهس ڏسي، چيائين، "امان". اچانڪ مون ڏٺو تہ هن جو منهن ور ور ٿي ويو ۽ ڳوڙها سندس اکين مان لهي ڳلن تي اچي ويا. مون تعجب ۾ پڇيو "چو آهي تہ خير؟" هن ڪڪي کي چميو ۽ سندس چولي ۾ منهن لڪائي سڏڪا پرڻ لڳي. مان حيرت ۾ هوس. اڄ شايد پهريون ڀيرو هو جو ٺهڪ ۽ لڙڪ دوستي ڇني جدا ٿيا هئا, زندگي گل جو سهارو نہ وٺي سگهي هئي ۽ ڳوڙها قابو پائي ويا هئا. خوشيءَ غم کي چميون ڏئي الوداع ڪئي هئي.■

جمال ابڙو

# پشو پاشا

رياست جي عدالت عاليہ جون شوخ ۽ ڪرڙيون پٿيون، شهر کان پري ٽڪريءَ جي پير سان اڏول ٿيون بيٺيون هيون. عمارت جون ڏگهيون پٿريليون پٿيون، ويڪرا چپٽڙا منارا ۽ وڏا شاهي در، نهرائيندڙ جي ارادن ۽ منصوبن جو پورو پورو نقشو چٽي رهيا هئا. ٽڪريءَ جي اوچائي، عمارت جي بيرخي ۽ وچ واري پوٺي جي رڪائي جڻ تہ پاڻ ۾ ٻٽ ٿي، ڄاڻي واڻي هن انصاف جي گهر کي عام بستيءَ کان چٽي ڌار ڪري رهيون هيون. ويتر ڪارو لوهي ڪڙن وارو غير ملڪي جهنگلو جڻ تہ مڪون الاري دڙڪا ڏيئي رهيو هو.

هن عدالت عاليہ ۾ ملڪ جي قانون جي پيچ گهڙ ڪري ڇڃي، ڇٽي، فتوائون ثابت ڪيون وينديون هيون. هت قانون جي تشريح ٿيندي هئي. قانون کي وٽ وڪڙ ۽ ور ڏنا ويندا هئا. اهي ڇپيل، ڇٽيل ۽ مروٽيل قانون معصوم شهرين جي مٿان پنجوڙ وانگر اڇلايا ويندا هئا. لوهي جهنگلي ۾ جڪڙيل ۽ پٿر جي ديوارين ۾ بند ٿيل دماغن جا گول مول جملا ڳوٺڙن، ماڙين ۽ چراگاهن جي ڪليل هوائن ۾ ڏنڊي جي زور سان هلايا ويندا هئا. عدالت عاليہ جي چوٽين مان اهي قانونن جا زنجير نڪري، وچي ملڪ جي سرحدن ۾ ڪپندا هئا ۽ سڄو ملڪ زنجيرن جي ڪڙن ۾ جڪڙجي لوهہ ٿي ويندو هو.

اڄوڪي ڏينهن عدالت عاليہ جي ٻاهران جشام ماڻهن جا اڇي گڏ ٿيا هئا. ڏگهين ڏاڙهين ۽ ڏگهن وارن وارا ٽاڪرو جوان، جڻ تہ الائي ڪٿان اڇي ڪڙڪيا هئا. گرم هوا ۽ لُڪ جي ڪري سيني جون ٻٽون ٻڏل هيون. سندن اکيون ڳاڙهيون ۽ سندن زبانون خاموش هيون. سندن اندر ۾ اڌما هئا. ڪوسي جهولي ور ور ڪري عدالت عاليہ جي پٿين سان ٽڪر پئي کاڌا.

اُن ڏينهن "جابلو شينهن" تي ڪيس هلٽو هو. سچ پچ بہ شينهن

جهڙو مڙس هو. ڏکهو ۽ ڦداوڻ لڳ مروڙ رڪ جهڙو چيڙهالو. سندس ڏاڙهي، مٿي ۽ مڇن جا وار ڪڪا هئا. سندس سڄي بدن تي پوري بج هئي. مائٽن سندس نالو "پشو" رکيو هو پر جابلو ماڻهو کيس "پشو پاشا" ڪري سڏيندا هئا. سندس ڇاتي ويڪري، ٻانهون مضبوط ۽ ڳچي پريل هئي، ٽنگون جهڙا پيل پاوا، سندس ڪارين اکين مان شوخي، ضد، ارڏائي، صاف گوئي ۽ لاپرواهي ظاهر ظهور چلڪي رهيون هيون.

عدالت ۾ غير معمولي چرپر هئي. سپاهين جي اچ وڃ، هٿيارن جي چڙ چڙ، قانون دانن جا ڪارا جبا ۽ اڇا ڪالر. پوتن وانگر اچ وڃ لڳي پيئي هئي. پوليس عملدار شاهدن کي وري وري سمجهائي ۽ سيکاري رهيا هئا. عدالت جي پٺين جي اوٽ ۾ سيني جي سامهون کليو ڪلايو، ڌڙڪن ۽ ڌٻاون جي ڏم ۾ اکرن جي پيچ ٻاهه تي رهي شئي. ڏٺو وائٺر ثابتيون ناهيون ۽ بنايون تي ويٺون. قانون جا رکپال قانون کي مروڙي ۽ گهتي رهيا هئا. اٿين ٿي ڏٺو ته عدالتي مشينريءَ جي هڙني پرزن انصاف کي ڪهڙ لاءِ ٻڌي ڪئي هئي.

جج صاحب واري ٿلهي تي، وڏي گنبذ هيٺان، هڪ وڏي اڌ گول ميز رکيل هئي. ان جي پٺيان هڪ ڏکي، ٽيڪ واري ڪرسي، جنهن جي مٿان فضيلت ماب جو فوٽو ٽنگيل هو. ميز تي وڏن وڏن ٿلهن ڪتابن جون ڍڳيون ۽ پر وارن ڪٻٽن ۾ اکيچار ڪتابن جون قطارون هيون. اوچتو چوبدار "خبردار" پڪاريو. ۽ هڪ ننڍڙو سنهڙو جج هڪ ننڍڙي بند دروازي مان نڪري، وڃي ڪرسي ۾ پيو. چڻ ته ڪرسي ۽ ميز رڳو سندس بدن کي ڳڙڪائي ويون هيون، ۽ ڪتابن ڪٽي ڳِتَڙ ڪان جهليو هئس. هن اکيون مچڪائي، هيڏي هوڏي نهاريو ڪجهه ڪاغذ اٿلايا، ۽ "پشو" کي مخاطب ٿيو "ڇا، تو سان ناحق آهي؟ ڇا توکي ڦاسايو ويو آهي؟" پشوءَ کي چڻ ته باهه وٺي ويئي. ٽپو ڏئي اٿيو. چي، "ناحق آهي توسان. قاتل آهين تون!" جج صاحب کان ڏرڙي نڪري ويئي، چڻ ته سندس راز فاش ٿي پيو هو. وائڙو ٿي جوابدار ڏانهن ڏٺائين. ڪتابن ڏانهن ڏٺائين. فضيلت ماب جي فوٽي ڏانهن ڏٺائين، عدالت جي ڏکين ديوارين ڏانهن ڏٺائين. ۽ ان ننڍڙي دروازي ڏانهن ڏٺائين جتان پاڻ ڪُئي وانگر نڪتو هو.

پشوءَ جي اها ننڍي کان ئي عادت هئي، جيڪي چئبو هوس، سو وري ڦهڪائي ڏيندو هو ۽ وري ان جي ابتڙ ڪري ڏيکاريندو. ننڍي هوندي

ڪيس چوندا هئا، "تون شڪر گنج واري چوٽيءَ تي اصل ڪو نہ چڙهي سگهندين." بس سيني جي ڏٺي، ڇلانگ ڏيندو، ريڙهيون پائيندو، لٽڪندو، وڃي چوٽيءَ تي پهچندو. هو. وري سهڪندو لهندو، لهڻ سان لوهہ ڪيو ان ماٺهوءَ تي ڪاهيو ايندو. پائيندو تہ ڪيس دسي، ڪيرائي، گهٽا ڏيئي، چوي تہ "ڏٺئہ! تون ڪو نہ چڙهي سگهندين."

سندس اٺڻ ويهڻ، کائڻ پهرڻ، ڳالهائڻ ٻولهائڻ سڀ کهرو هو. جيڪي آيس، منهن تي وهائي ڏيندو. مڙڻ وارو مڙس ئي نہ هو. هڪ دفعي، هتو تتو رئيس گل خان جي اوطاق وٽان لنگهيو. اڄ ڪان ساهہ تي ويس. نہ ڪيائين هم نہ تم، سڌو وڃي رئيس حو گلاس کنيائين. سيني گهٽو ئي "متان متان" ڪيس، پر هيءُ يار بہ تي گلاس چاڙهي ويو. اتي ئي گلاس اونڌو ڪري چياتين تہ "ادا، چو ڪو ڇُهڙي جو گلاس هو ڇا؟"

پشو قدرت جي هڪ اڻ گهڙيل تخليق هو. ننڍي هوندي کان ئي ڇيڳرو، الڙ ۽ ارڏو هوندو هو. هو پهاڙن ۾ ڄائو ۽ پهاڙن ۾ پليو بس پهاڙ هئا، پٿر هئا، ۽ پشو هو. اُيا اُيا جيئرا جاڳندا پهڻ. رڍون ۽ پشو بہ جڻ تہ چرندڙ پرندڙ پهڻ هو. پهڻ جي پيٽ مان نڪتل تازا ٻچڙا! پهڻ جي اوٽ ۾ ۽ پهڻن جي مٿان وتندا هئا ڊوڙندا ۽ ٽپندا. ائين تي معلوم ٿيو تہ پهڻ، پشو ۽ رڍون هڪ ئي شيءِ هئا، هڪ ئي هوا هئي، هڪ ئي زمين ۽ هڪ ئي پاڻي، جنهن هزارين ورهين کان هن ماٿريءَ ۾ ماٺهو مال ۽ اَنُ پئي پيدا ڪيا.

پشو ائين وڌيو جيئن ڪو خشڪ جابلو ٻوٽو پٿر مان ڦاٽي نڪتو هجي. ڳاڙهو پٿريلو رنگ، پورا جهنبولا وار. گليليءَ سان وتندو هو پٿر چٽيندو ۽ ٻٽير ماريندو، هڪ جيڏن سان وڙهندو، ليٽندو، ليٽڙندو پڇندو ۽ ڊوڙندو. ڏسندي ڏسندي، جوان ٿي ويو تہ بہ جهڙو ٻار!

پشوءَ جي ذري ذري مان زندگيءَ جا آثار پيا ٽپڪندا هئا. اصل ماٺ ڪري نہ وهندو. ڪنهن کي چڪ، ڪنهن کي چهنبڙي، ڪنهن کي رهڙ، ڪنهن کي چهڙ. اڇلون ڏيندو ۽ ڇلڪندو. سندس اکيون پيون چمڪنديون هيون. پورهئي مان مزو پيو ايندو هوس.

رحمدل بہ هڪڙو ئي هو. پاڻ ڏي مهڙ هونديس، تہ جهٽ پشيمان ٿيندو. هڪ ڏينهن ماءُ کي گهٽ وڌ ڳالهايائين. پوءَ تہ ڳوٺ ڇڏي پڇي ويو. سڄو ڏينهن گهر نہ آيو. وٽيو لڪن ۽ ٽڪرن ۾ هلندو. لڙيءَ اڌ رات

جو گهر آيو. ماڏس اوسيڙي ۾ چلهہ تي ويٺي هئي. چلم ٺري ويئي هئي. پشوءَ ماٺ ماٺ ۾ چلم تيار ڪري، تڙ آڏي ماءُ ڪي ڏنو ۽ پير ۾ ويهي رهيس. ماڏس سندس وارن ۾ آڱريون ڦيرڻ لڳي ۽ پشو سندس پاسي ۾ سمهي پيو.

پشوءَ پيار بہ ڪيو. رئيس جي نياڻيءَ گلناز سان. اکيون چار ٿي ويس. سندس لڱن ۾ سيسرات پئجي ويا. ڳلن ۾ ڪوساڻ ۽ وار وار ۾ لهس. بت بنجي ويو. زندگيءَ جو وهڪرو جو سندس لڱن ۾ پيو سرڪندو هو، يڪايڪ بند ٿي ويو. هن جي طبيعت جو وٽ پڪڙ وارو طوفان ويڙهجي سيڙهجي، ننڍڙو ٿي، وڃي ڪنهن ڪنڊ ۾ لڪو. ڏينهن جا ڏينهن، اڪيلو ئي اڪيلو بستيءَ کان ٻاهر سڪل وڻن هيٺان خشڪ گاهہ لتاڙيندو وتيو. سياري جون ٿڌيون هوائون ۽ اجڙيل کيت کيس خمدرد ۽ هم خيال معلوم ٿيا.

هڪ ئي ڌڪ سان جبلن جي چوٽين کان ٿيندو، تارن جي دنيا ۾ اڏامڻ لڳو. چڻ تہ ڪو ازال جو آواز کيس اجا بہ اڳيرو سڏي رهيو هو. ماٺري ۽ نهري ۽ کيت ۽ خود پشو سڀ هيٺ پٽرن ۾ ئي اٽڪيا رهيا. پر سندس پيو ڪجهہ هوائن ۽ آسمانن ۾، ستارن کان ٿيندو، مٿي ئي مٿي، اڏامندڙ رابيل وانگر، حسن جي طرف. بنا اٽڪ لس ئي لس، ترندو ويو. پشوءَ جي هن اڏند ڪٽوليءَ کي سندس سنگيتن ڇڪي هيٺ آڻي، حقيقت جي ڪنڊن سان زمين جي تهہ تي جڪڙي ڇڏيو. کيس بہ تي ٺڦون وهائي ڪڍيائون. چي، ”گندي اوڊي وڃي گهر ويهہ.“ پشوءَ جا نشا ئي ٽٽي ويا. ڳهر لهي ويس. ڪاوڙ مان وڏيون وڏيون ٻرانگهون پريندو، اڇي رئيس جي حويليءَ وٽ نڪتو. وڃهہ وٺي گلناز جون پياسي اکيون، ڍگها ڍگها ساهہ ۽ ڍرو ڍرو بدن، پشوءَ جي هر سوال جو وڻندڙ جواب هئا. پشوءَ جي آسماني پيار واري اڏامندڙ رابيل پويان پير ڪيا. سندس سڳنڌ هوا ٿيندي وئي. سندس نرم ۽ نازڪ پکڙا ڪومائجي ڇڻندا ويا. باقي سڪل ڏانڊي اڇي پٿرن ۾ پيئي، جنهن کي وقت جي ڳوري ۽ کهري ڇڪيءَ پينهين ماري دنيا جي ذرن ۾ ڳوهي ۽ ڳاري ڇڏيو. پشوءَ جي پٿريلي طبيعت وري اوج تي اچي ويئي. گلناز وتان موٽي، ڪنهن جون ٻانهون مروٽيائين، ڪنهن کي جهلي ڏونڌاڙيائين ۽ ڪنهن کي ڪلهي تي کٽي ڦيريون پارايائين. پنهنجي سنگت سان وڏا وڏا ٺهڪ ڏيئي کليو. سندس هڪ هڪ ٺهڪ

سان چڙهڻ تہ غم جو هڪ جميل ٽڪرو اندر مان نڪري، ڦهڪو ڪري، وڃي ٿي پٽ تي پيو.

رئيس جي، شروع ڪان وٺي، پشوءَ سان نہ پيئي هئي. پشو هر وقت پيو پنهنجين سنهڙين پورين مڇن کي وٽيندو هو. رئيس کي ڏاڍا جڪ ايندا هئا. چي، ”ياڙي. بيڪار تون ڪهڙي لاٽ جويٽ آهين، جو وتين تو مڇون وٽيندو!“ پشو پڙڪو ڏيئي اٿيو. چي، ”ياڙي آهين تون! بيڪار آهينَ تون!“ پوءِ تہ هنگامو مچي ويو. پشوءَ تي چڙهي ويا. پشو بہ ٻن ڇئن کي سٽيندو ڪٽيندو نڪري ويو.

رئيس هاڻي ڦوڪون ڏيڻ ۽ ڏنگ هڻڻ لڳو. ڪنهن کي ٻڌائڻ، ڪنهن کي مارائڻ ۽ ڪنهن کي لڏائڻ، آزار مچي ويو. صدين جي بيٺل سماجڪ پاڻيءَ ۾ رئيس جي ٽاڦوڙن ڏپ مچائي ڏني. پشوءَ پنهنجي ساٿين کي انهيءَ ڊوڙ کان ڪڍي ٻاهر ڪيو. چي، ”هڏ هڻون اسين. پنيءَ اگهاڙا رهون اسين، پوءِ بہ اسين ڪميڻا ۽ رئيس چڱو مُڙسُ؟ چڱا مُڙس اسين آهيون، رئيس چڱو مُڙسُ ناهي.“ پشو نہ ڊڄڻو هو نہ سست. رئيس جيستائين سنيڙي ئي سنيڙي، تيستائين پشوءَ ڪيترائي اڙٻنگ جوان پنهنجي پاسي ڪري ورتا. نئون خون ۽ نوان امنگ! چي، ”کيت اسان جا آهن، ڪاريز اسان جا آهن. اسين سڀ ڪجهہ آهيون. اسان جي آڏو ڪو نہ اچي.“

رئيس باهہ تي ويو. پوڙها پوڙها وائڙا ٿي ويا. هٿ نوڪي پئنچات گڏ ٿي. ملان فتوا ڏني. چي، ”اوهين ڪافر آهيو. توهان جي جنازي نماز جائز ناهي. توهان کي غسل ڏيڻ روا ناهي.“ نوجوان سڀ اٿي کڙا ٿيا. چي، ”ڪافر تون آهين. غسل توکي نہ ايندو.“ وڏيرڪي پئنچائت پنن جي ماڙيءَ وانگر ڊهي، وڃي پٽ پيئي.

رئيس باهہ ٻاري ڏني. اناج ڪچي ويا. گهر سڙي ويا. کيت اجاڙ ٿي ويا. مائون ۽ ٽيندڙ مائرون ٽڏيءَ ڇانو مان ڪڍي، لڪَ ۽ لُوهہ جي حوالي ڪيون ويون. بس ائين ئي ”نظام حيات“ کي اُکوڙيندڙ پنهنجي اُکوڙڻ جو سامان پيدا ڪيو. انڌا ڏنڌ. ٽڪڙو ٽڪڙو. وڏي بي چينيءَ سان. پوڙهن پشوءَ کي ٺاهہ لاءِ سمجهايو. پشو خفي ٿي، ٻئي هٿ کٽي ڪوليا. چي، ” اڃا بہ ٿا چئو تہ رئيس چڱو مڙس آهي؟ ڪنهن سان ٺاهہ ڪجي! ڇا تي ٺاهہ ڪجي!“

پشوءَ حڪومت جو سهارو وٺڻ چاهيو. سوچيائين تہ ڪا انڌير نگري تہ ڪانهي! نيٺ بہ تہ ملڪ ۾ قانون آهي. ڪيس اميد جو ڪرڻو نظر آيو. هن شهر وڃڻ جي پڪ ڪئي.

پشو پهريائين سڌو لالي محمد دين وٽ ويو. هو حاجي هو ۽ حافظ هو. ڳوٺ وارن کان پيشگيءَ تي اناج ۽ مکڻ وٺندو هو. پشو کانئس قرض گهريو پر. لالو صفا چڙي ويو. چي،" اوهين لاهي پائي بي حياءَ تي بيٺا آهيو. نہ ننڍ وڏائيءَ جو ادب. نہ چڱي مڙس جو لحاظ. رڳو ڏنڊي جي زور تي ليڪو لنگهي ويا آهيو. ڪير اوهان چورن ڏاڙيلن کي پئسو ڏيندو!" پشوءَ جا تاڪ لڳي ويا. اندر ئي سڙي ويس، ڏند ڪرٽي، لوڙهہ ڪٽي اُپي ڪيائين. چيائين تہ"چورا ڏاڙيل! بي حياءَ تون، جڏهن هتي آيو هئين تڏهن تو وٽ ڇا هو؟" لالو ڏڪڻ لڳو. جهٽ ڏهين ڏهين جا بہ نوٽ ڪڍي پشوءَ جي هٿ ۾ ڏنائين. پشوءَ نوٽن کي مروڙي سروڙي ڪٽي لالي جي منهن ۾ هنيو ۽ پوياڻ پير ڪيائين. سوچيائين تہ هن ڪم ۾ پئسا پنهنجن کان ئي وٺبا، نہ ٻين کان. هڪدم بہ چار رڍون ڪاهي شهر روانو ٿيو.

پشو اتي پهتو جتي گند جا ڍير. ڪارخانا ۽ دونهان، شور ۽ غل لڳو پيو هو. گهٽيون ۽ رستا ايترا، جو پتوئي نہ پوي تہ ڪٿان آيا ۽ ڪاڏي ويا. نہ وري ڪو پورو ڏس ئي ڏئي. هر ڪو پنهنجي شخصيت ۾ ئي وچڙيو پيو هو. سيڪو وٽ پڪڙ ۽ پيچ پيچان ۾ پورو. ائين ٿي ڏٺو تہ ڪنهن وڏي مڪار ۽ چالاڪ ڪيڏاريءَ، ڪنهن خاص ۽ ناپاڪ مطلب ڪاڻ، هن سڄي شهر کي، انجڻ وانگر ٿي هلايو جنهن انجڻ جا پرزا ۽ ڪلون، هي موڳا ۽ بي جان ماڻهو هئا. انجڻ جي رٽ ۽ ڪِٽ ڪِٽ ۾ ڦِري، جڏهن هي انساني نٽ ۽ بولٽ طاقت ڇڏي، گرگهلا ٿي ٿي ويا، تہ مشين جي تيز رفتار مان ٽٽي، زور سان وڃي ٿي پٽ تي ڦهڪو ڪيائون. جتي ڇپا ٿي ڪٽجي ڪنا ٿي ٿي ويا... پشو اچي هڪ نام ڪنئي ليڊر وٽ نڪتو. ڪاڏيءَ جا ڪپڙا، ڪاڏيءَ جي صدري، ڪاري عينڪ ۽ لڪڻ هٿ ۾، فرينچ ڪٽ ڏاڙهي، جڻ تہ سرٽيفڪيٽ تي مهر، مٿان ڪڇ ۾ ٿيلهو، جڻ منڊيءَ تي ٽڪ. ڪمرو سهڻو سينگاريل ۽ در تي ٽانگو هڪيو حاضر. پشوءَ ڀانيو ڪنهن غلط هنڌ اچي نڪتو آهيان. اجا اڳيرو وڌيو تہ ليڊر صاحب واڪو ڪري ڪيس ٻاهر ترسڻ لاءِ چيو. نيٺ ڪيس اندر

گهرايائين. حال احوال ونئي، ڪيس لمبو ليڪچر ڏنائين. "ميمبر ٿيو. شاخ قائم ڪيو. چندو گڏ ڪيو. ننڍين ڪاتيدارن سان نمي هلو. ڏسو نه، اوهين سچا آهيو اڻ ڄاڻ آهيو بکيا آهيو بي وس آهيو..." ۽ الائي ڇا ڇا چئي ويو. پشو ڪجهه به سمجهي نه سگهيو. نيٺ ليبر صاحب کيس دلداري ڏيئي، پاهر ترسايو. چي، "درخواست لکائي وٺ. مڙيئي چڱي ٿيندي." پشو اڃا پاهر ئي ويٺو هو ته رئيس گل خان اچي نڪاءُ ڪيو. بنا هٽڪ سڌو اندر هليو ويو. ليبر صاحب کيس کلي کيڪر ڪئي. ياراڻا ٺمڪ ڏنائون. رئيس سئو روپيه چندو ڏنو جو ليبر صاحب جي صدريءَ ۾ غائب ٿي ويو. پشو سٽ ڏيئي اٿيو ڏند ئي پيڪوڙجي ويس. چيائين، "ياڙي! سچو! بکيو! بي ايمان!"

پشو هڪ وڪيل وٽ ويو. وڪيل صاحب ننڍو نيٽو جوانڙو هو. پئي مشڪيو. چي، "يار اسين ته پيٽ جا پوڄاري آهيون. اميرن مان ٽڪا ڪو نه وٺينداسون. اڻ پڙهيل ۽ ابوجهه ئي اسان جو شڪار آهن. هي گلم ۽ غاليچا سڀ نڳيءَ جو ٺاهه اٿئي. ملڪ جي قاعدي موجب ٽنهنجي ڪا به مدد ڪا نه ٿي سگهندي. ٻي ڏين ته ڪوڙو ڪيس ٺاهي ڏيانءِ. پوءِ ڪٿي ٽنهنجي قسمت. اوهان جي مصيبت، اسان جي ڪمائي. بي مدد مون وٽ ڪا نه اٿئي. نڪو مان واندو آهيان."

ڪيڏي نه مڪاري هئي هن جي صاف گوئيءَ ۾! خود فريبيءَ جي انتها! جهل جو چيهه! پشو چپ چاپ اٿي ڪڙو ٿيو.

بي دليو ڊرڪندو، رڙهندو اچي هڪ ٻئي وڪيل وٽ نڪتو. وڪيل صاحب اڌيڙ عمر جو هو. هڪ سندس ڪٻٽن ۾ قانون جي ڪتابن ڪان وڌيڪ مارڪس ۽ لينن جا ڪتاب هئا. فلسفي ۽ ادب جي ڪتابن جا ڍير. هن جا ڀرون البت مٽيرو چڪيل هئا. سندس نرڙ ۾ هر هر گهنج پئي پيا. سندس مٿو اڌ تائين گنجو هو. هو سنهو سڪڙو هو. ڳالهايائين، ته نظرون هيٺ ٿي ڪيائين، هر هر هٿ پئي مهٽيائين. اندر جي اُڻ تڻ ماس ئي ڪوري ويئي هيس. سندس ٽڪل ۾ گهنجيل آکيون نااميديءَ، بيوسيءَ ۽ مونجهاري جا دُٻا هئا. پشوءَ جي ڳالهه ٻڌي. جڻ ته خفي ٿي ويو. ڏگهيون سنهيون ٻانهون ڪري ميز تي رکيائين. ٻنهي هٿن کي موڙي، واڇن کي هيٺ ڀرو ڊرڪائي، ڪٽي سوال ڪيائين: "پوءِ ڇا ڪجي؟" گهڙي کن وات ڪليل ئي چڏي ڏنائين. پوءِ گهٽو ئي ڪجهه چئي ويو. چي، "اوهان اڻ

پڙهيل آهيو. اڻ چاڻو آهيو: ڪجهه نٿا ڪيو. پڙهڻ ڪان سواءِ ڇا ٿيندو؟ اوهين نا سمجهه آهيو. اوهان تي ظلم ٿيندو رهندو. امير جو غريب تي، ڏاڍي جو هيٺي تي ، هي قاعدو آهي، اوهين مظلوم آهين، ڇريا هيٺا آهيو..." پشو ٽپ ڏيئي اٿي ڪڙو ٿيو. سندس اکين ۾ شرارت پرجي آئي. ٻئي ٽريون ميز تي ڪوڙي، ڪرسيءَ ۾ جهڪي ويو. ديو وانگر وڪيل صاحب جي مٿان ٿي بيٺو. وڪيل صاحب هيسجي اکيون مچڪائي پشوءَ ڏانهن ڏٺو. پشوءَ ساڻس اکيون ملائي چيو. "ڇريو آهين تون! هيٺو آهين تون! ظلم آهي تو سان!"وڪيل صاحب جي نوڙهه ۾ ڇڻ ته ڪنهن مترڪا هٽي ڪڍيا. هڪ ... ٻه ... ٽي، هو ڪرسي ۾ ڍرڪندو ويو. ڪنڊ لوڏي لوڏي ڪتابن کي ڏٺائين. ڏانديءَ جهڙين رڳن سڄيل ٻانهن ڏانهن ڏٺائين. ڇڻ ته خاطري ٿي ڪيائين. پوءِ اجا به ڪرسيءَ ۾ جهڪي ويو.

پشوءَ کي ڏاڍي بڇان آئي. هيانو تي تور تي پيس، ڇڻ ته الٽي پئي آيس. گهڙي کن لاءِ دل شڪستو ٿي پيو. خيال ڪيائين ته هيءَ ليڊر، وڪيل ۽ آفيسر سڀ رئيس سان ملت آهن. ٻانهن ڪنهن کي ڏبي؟ سوچيائين ته "ٻين تي پاڙي اسين ته پاڻ تي ظلم پيا ڪيون. ظالم اسين پاڻ آهيون..." پشو اهو سوچي ڏاڍو خوش ٿيو. ڇڻ ته ڪو سچو هيرو لڌو هئائين. سندس دماغ تڪڙو تڪڙو ڪم ڪرڻ لڳو. "هي رئيس ۽ ليڊر ته رحم جوڳا آهن، پنهنجي ڪڏ پاڻ پيا کوٽين." پشو سوچيندي، شهر جي ٻاهرين حصي ۾ اچي نڪتو. جتي رڳو ڪارخانا هئا. هن شور ٻڌو، ڏٺائين ته هزارين غريب اٿي ڪڙا ٿيا هئا، سندس هٿن ۾ جهنڊا هئا، مترڪا هئا ۽ پانا. هو نعرا هٽي رهيا هئا. سندن اڳواڻ هڪ ٽڳڙي پوش هو هو بلند آواز سان چئي رهيو هو: "هنن ڪلن جو ساهه اسين آهيون، هنن ڪارخانن جو روح اسين آهيون، اسان جو پگهر موتي ٿو ٿاهي. اسان جو پورهيو املهه جنس آهي. موڙي آهي، سرمايو آهي، اسان جي گڏيل طاقت اَڻ ڪُٽ آهي، جا ڪِنَ ڪچري ۽ اڻ پوريءَ ورهاست کي لوڙهي ۽ ٻوڙي ڇڏيندي..."

پشوءَ جي ڇاتي ٿوڪجي ويئي، سندس نسون ٽنبجي وئيون، سندس اکيون چمڪڻ لڳيون. ڇڻ ته ڪو نئون تڏو نوراني ڪرٽو سندس بدن ۾ پيهندو جذب ٿيندو ويو. پشو اتي ڏينهن جا ڏينهن رهي پيو. نئين اميدن ۽ نون امنگن سان ٽمٽار ٿي، هو ڳوٺ ڏانهن واپس وريو.

پوبون سج پٽرن، ڪيتن ۾ ڳوٺن ڪي ڳاڙهو ڪري رهيو هو. پشو هڪ چپ تي چڙهي بيٺو. ڳوناٺن جا ڏنب سنس چوگرد بيٺا هئا. پشوءَ جو وار وار ڪڙو هو. چوڌاري ڦري ڏنائين. سندس هٿ ۾ لٺ هئي. وٺي جو ان کي زور ڏنائين، تہ اڌ مان پچي پيئي. چوڻ تہ اڏوهي کاڌل پراڻو نظام تڙڪو ڏيئي ٽٽي پيو. پشوءَ ٻئي مُٺيون مٿي ڪنيون. ”ڇا اوهين هيٺا آهيو چريا آهيو بکيا آهيو بيڪار آهيو؟ ياد رکو اوهين انسان آهيو. اوهان درياھ موڙي ڇڏيا. اوهان ٽَڪَرَ تاڪي ڇڏيا. اوهان پٿرن مان اَن پيدا ڪيو. اوهان ٺوٺ زمين کي اُکيڙي، ڪائنس زوريءَ گل ۽ ٻوٽا ڄڻايا. اوهان جبلن جي پيٽ مان پاڻي ڏوهي ڪڍيو. اوهان جنهن تي وار ڪيو تنهن ڪنڌ نوايو. فرشتن اوهان کي سجدو ڪيو. قدرت اوهان جي ٻانهي آهي. اوهان پورهيت آهيو پيدا ڪندڙ آهيو. پورهيو بادشاھ آهي. اٿو تہ اسين واڳون وٺون. اُٿو تہ وڻ ورچ ڪريون. اچو تہ سيني کي خوشحال ڪريون. اچو تہ ٺار ۾ ٽڏڪار ڪريون. اچو تہ اَن ۽ ميوي جا انبار لڳايون. اچو تہ مائرن ۽ سندن ٻچن کي ٻي اونو ڪريون. اچو تہ انسانيت جي واڌاري جي ڏگ کي صاف ڪيون، ڪنڊا ۽ ڪرڙ پٽي اڇلايون. اسان جي آڏو ڪو نہ ايندو ڪک پن تي ويندو، لڙهي ويندو. اسين ڪڏهن نہ هٽنداسون. اسين ڪڏهن نہ مرنداسون. ڇو تہ اسين ماڻهو آهيون.“

ڳوناٺن ۾ ساھُ پئجي ويو سندن رت ۾ ولولو هو. پشوءَ جو هڪ هڪ جملو سندن بدن ۾ نئين نئين خون جي پچڪاري هڻي رهيو هو. ڪيترائي اڙٻنگ جوان اچي پشوءَ جا ٻانهن ٻيلي ٿيا. پشوءَ جي آڏو راهون کلي پيون. هيءَ نئين چٽنگ واچوڙي وانگر وچڙندي ويئي. جاٻلو جوانن جا جٿا پشوءَ سان ملندا ويا. غارن ۽ جُرن ۾ هٿيارن جي جهنڪار لڳي ويئي.

هڪ اونداهيءَ رات جو ڏکهي ۾ ور وڪڙ غار ۾ ساٿين صَلاحون ڪيون. منجهائڻ هڪ الڙ جوان هو جنهنکي مس مڇن جي ساول ۾ ڏاڙهيءَ جي ريھ لٿي هئي. سندس هٿ ۾ گراٺ ڦر واري چمڪندڙ کهاڙي هئي. ڪنڌ هيٺ ڪيو هڪ پُٽيءَ ڪانيءَ جون ڇيٽيون پئي لاٿائين. تيڏيءَ اک سان نهاري چيائين، ”دير ڇا جي آهي؟ رئيس جي سسي...!“ ائين چئي ڪاني ڪپي ٻہ اڌ ڪيائين. چي، ”گهر ۾ گدام رکو هڪ تيليءَ جو ڪاج آهن.“ سيني وٺي واھ واھ ڪئي. پشوءَ جي نرالي

طبيعت کي اها ڳالهہ اصل نہ وڻي. ڇَهڙ ڏيئي سيني کي چپ ڪرايائين. ڪڙڪو ڪري چيائين، "ڇا اسين بہ رئيس آهيون، جو ڪيت ساڙيون ۽ ماڻهو ماريون؟ اسين نہ خوني آهيون، نہ ڏاڙيل آهيون. ڇو پنهنجي پير تي پاڻ ڪهاڙو هڻون؟"

پشو آرام سان ماڻهو گڏ ڪندو رهيو ۽ طاقت وٺندو رهيو. ڪين سمجهائيندو ۽ سيکاريندو رهيو. جدا جدا ماترين جا جوان پشوءَ وٽ ايندا رهيا ۽ نوان امنگ ۽ نوان خيال کڻي پکڙندا رهيا.

گلناز پانيو تہ پشو بس سندس ئي پوڄا ڪندو، پر ويچاري تڙپندي رهي. ڏينهن جو اميد ۽ رات جو انتظار. هن پشوءَ تي حق ٿي پانيو. هن ٿي تہ پشوءَ جي ٺوٺ دل ۾ پيار پيدا ڪيو هوا! هن نٿي ڄاتو تہ اهو پيار وڏي هڪ چشمو ٻڻجي چڪو هو، جنهن مان ڪيترن ئي اجڙيل غنچن سُرڪيون ٿي پريون. ويچاري نياپا موڪلي موڪلي ٿڪجي پيئي. پشو نہ اچٽو هو، سو نہ آيو. ڪيس پشوءَ جا اکر ياد پيا. "نازو، اڄ تہ دنيا کي پيار ڪرڻ سيکاريون." اهي اکر سندس ڪنن ۾ وڄڻ لڳا. " نازو، اڄ تہ دنيا کي پيار ڪرڻ سيکاريون!" نازو بيتاب ٿي اٿي. واقعي ضرورت هئي دنيا کي پيار سيکارڻ جي! هوءَ وڃي پشو ۽ سندس ساٿين سان ملي.

پشو ۽ نازو، عورتون ۽ مرد، اتساهہ ۽ امنگ سان، ماترين ۽ گهرن کي گلزار ڪرڻ لڳا، گڏجي اُپائڻ لڳا ۽ گڏ جي ڪپائڻ لڳا. وڏيرو ۽ وڏائي واءُ تي ويئي. پورهيتن جي پئنچائت اڳتي وڌڻ لڳي. پئنچاتي دڪان ۽ پئنچائتي اسڪول کلي ويا. ڪبڏي ۽ ڪشتي، ملهہ ۽ ونجهوٽيءَ جا مقابلا ٿيڻ لڳا. سندن چهرا چمڪڻ لڳا، بارڙا کلڻ ۽ کيڏڻ لڳا. سادن سودن ماڻهن جي هڪ سادي سودي اڏاوت کڙي ٿي ويئي. پورهيتن وڏي اتساهہ سان هيءَ اڏاوت جوڙي هئي، جنهن ۾ ٽڏيون هيرون ٿي لڳيون ۽ ڪنڌون ۽ ڪير ٿي ورهايا. هنن پنهنجي شخصي نفعن کي ڪُٽي، ڏمڪ هڻي، اڏاوت جي پيڙهہ کي پڪو ۽ پختو ڪيو هو. ان جو گارو، پگهر ۽ پيار سان ٺاهيو هو. انساني محبت ۽ ٻڌيءَ جي هن سادي ۽ سهڻي ڪوٺ سان رئيس گهٽا ٽڪر هنيا. پر ڳوناٽا پنهنجي هن تخليق جي بچاءَ ۾ سر ڏيڻ لاءِ بہ تيار هئا، سچُ تہ تخليق مٽي تہ خالق مئو. نقش ويو تہ نقاش جي ڇا ڪندو؟ گهر ڊٺو تہ سروتا ڪيئن رهندا، رهي ڇا ڪندا؟

حيوانيت ڦٽڪڻ ۽ ڇَڙيون هڻڻ لڳي. وڏيرن ۽ وياج خورن، نانگن

۽ سانڊين وانگر ڳوٺاڻن جي بدل ڪوٽ ۾ ڏرڙ ۽ ڪوپا ڪوٺڻ گهريا. پر پشو ۽ پٽنچات سندن ڏند ٽوڙي ڇڏيا ۽ چنبا پيچي وڌا. پلا ڪير پنهنجي بهشت مان نڪري پرائي دوزخ ۾ ويندو! رئيسن هٿ پير هلائي ڇيهه ڪيو ۽ نيٺ وچي شهرن ۾ پناهه ورتائون. پشوءَ جي طاقت وڌي وڌندي ۽ ڳوٺڻ جا ڳوٺ ويا سندن پيار پرٿي پيغام جي لپيٽ ۾ ايندا. ماترين سبز ۽ سايون ٿي ويون. اناج ۽ ميوا جام ٿي ويون. پيار ۽ امن جون هيرون ٿي لڳيون. انسانيت ٽڙندي رهي.

اخبارن وڏيون وڏيون سرخيون ڏنيون. ماڻهن "جابلو شينهن" جا ڪارناما وڏي دلچسپيءَ سان پڙهيا. اديب ۽ عوامي ليڊر ڪيس "هيرو" سڏڻ لڳا. رئيسن اسيٽين ۽ سندن حڪومتي پالڪن ۾ ٽرٽلو پئجي ويو. چي، "پشو باغي آهي، چور آهي، ڌاڙيل آهي. ڪافر آهي!" رياست جو جاسوسي ڪاتو وٺ پڪڙ ۾ لڳي ويو. ائين اچي مڙيا، جڻن مکيون ڏونڊي تي. نوس نوس شروع ٿي ويئي. هر خوشبوءِ کي خطرناڪ سڏيو ويو. ڪوڙيون رپورٽون موڪليون ويئون. ويچارا ريپو روز ڪٽنبڙ سپاهي پلا ڇا ٿي ڪري سگهيا. ڇا ٿي ڏسي سگهيا. ڪاغذ رپورٽن جي ڍڳين مان هڪ وڏو خيالي بدبدو ناهي، منهن بنائي، فوجي ڪارروائين جو حڪم ڪيو ويو. مڪار ۽ ڪانئر نوابن پيار ۽ محبت جي ڪوٽ کي ڪيرائڻ لاءِ پائرن کي پائرن سان ويڙهايو. پنهنجا پنهنجن سان ٽڪريا. وطن جا فوجي پائر هڪ هم وطن ڳوناٽي تي پلتجي پيا. بي ضمير اخبارن وري به وڏيون سرخيون ڏنيون ۽ فوجي ڪارنامن جي ساراهه ڪئي.

پشو بي خبر نه هو. هن ڪيت ۽ گهر ساڙاٽن نثي گهريا. هو ڪيتن جو ۽ ڦلن جو ماٿرن جو ۽ سندن ٻچن جو رکپال هو. هن ڳوٺ وچي مٽي لاهن تي ٻڌايا. ۽ پوءِ پنهنجا ساٿي وٺي اڳيرو وچي لڪ جهلي بيٺو. رات جو وڳڙو ڪاري ٻاٽ اونده. پهاڙ ۽ پهڻ، پشو ۽ ڳوناٽا. صدين جا ساٿي ۽ پراٽا حال پائي، هڪ ٻئي جو ڏڍ ۽ اجهو تي هڪ ٿي دشمن جي مقابلي لاءِ ٻانهن ٻيلي ٿي بيٺا. جبلن ۽ ماترين جا اپايل جوان. رائفلون ڪٺي پهڻ کي ڍال بنائي ڇپي ويهي رهيا.

آڌيءَ رات جو رياستي فوج اچي لانگهائو ٿي. جابلو جوانن ڏوڙيو لائي ڏنو. انسانيت ۽ حيوانيت جو ٽڪر ٽيٽو هو سو ٿي ويو. صدين جا خشڪ پٿر رنگجي لال ٿي ويا. فوج ۾ ڀاڪر ڪتو پئجي ويو. هو پيڳڙن

وانگر پيچڻ لڳا. انسانيت اڏول، بلند ۽ متاهين رهي. خريد ڪيل جسم، "جسم" جي ئي بچاءَ ۾ محو رهيا. لڪي ڇپي، پهڻ کي آڏ بنائي، سر جو سانگو رکي جوابي حملو ڪري ڏنائون. ڇتي ويڙهه ڇڙي ويئي. فوجي بم پٿرن کي پٿون ڪري رهيا هئا. گولين جا ٻوڇاڙ ۽ دونهين جا ڪڪر هئا.

ڳوناٽي نازو، پاٽيءَ جي ڪَلي ۾ بارود جو ٿيلهو کنيو پٿرن ۾ پهڻن تي ڊوڙندي ٿي رهي. هڪ هنڌ، هر هر ڦري پشوءَ وٽ ٿي آئي. ۽ وري ڪنهن زخميل جي دانهن تي پڳي ٿي ويئي. گولين جي مينهن ۾ سندس همت ۽ همدردي، سادگي ۽ سونهن، پيار ۽ فرض، کنوڻ وانگر تجلا ڏيئي رهيا هئا.

گهمسان جي لڙائي هلي رهي هئي. پوين پهر تي چڪو هو. پورهيت پورهتين سان وڙهي رهيا هئا. مزورن جو ناهيل بارود مزورن کي ساڙي رهيو هو. سندس مشترڪ دشمن، ڪارو ۽ ڪوجهو وڏين ڏاڙن وارو، شيطان مثل، دونهين جي ڪڪرن ۾، ڪڳيون هڻي رهيو هو. نتي ڄاتائين ته "ڪارائيندڙ ۽ ڊڪائيندڙ" هٽ کي، نانگ وانگر ڏنگي رهيو هو.

پشو پنهنجو بارود، خلاص. ٿيندو ڏٺو. هن پنهنجا مُٺ جيترا ماڻهو مرندا ڏٺا. ڪيس ڪيت بچاڻا هئا. مائرون ۽ آئندي جون اميدون بچائيون هيون. انسانيت جو جهندو اوچو رکيو هو. نئون نياپو ڪنڊ ڪڙڇ ۾ پهچايو هو. انسانيت جا پيغمبر سلامت رکيا هئا ۽ جنگ جاري رکي هئي. سڀ ڳالهيون ڳڻي، هن هٿرڻ جو حڪم ڏنو. رڳو ٿورڙا ساٿي پري پري ڪري بيهاريائين، جي رائفلون ڇوڙيندا رهيا. جيئن دوکي ۾ رهي. پيا ساٿي، خاموشيءَ سان زخميلن کي غارن ۽ چرن ڏانهن کڻي روانا ٿي ويا. هاٽي اٺَ نَو جانباز وڃي بچيا. پشو اشارن سان هڪ هڪ کي واپس موڪليندو رهيو. تيث وڃي تي چڙيا رهيا. پشو نازو ۽ سندس هڪ ويجهو دوست شيرل، تيئي ساٿي لاڳيتو جدا جدا هنڌن تان گوليون ڇوڙيندا رهيا. رات، دونهون ۽ بارود جي باهه ! ٺَڪُ، زخم ۽ اُڃ! پشو نازو ۽ شيرل، وڙهندا رهيا ۽ هٽندا رهيا. اوچتو بارود ٺاٺو چمڪات ٿيو ۽ پشو ٻولاٽي ڪاٽي ڪريو. نازو ۽ شيرل پيچندا ويا. سندن گوليون ڇٽڻ بند ٿي ويئون. فوجي سپاهي زور ۽ شور سان وڌڻ لڳا. پُشوءَ جي زخمن مان رت ٽينديين ڪري وهڻ لڳو. نازو واٽڙن وانگر هيڏي هوڏي ڏسڻ لڳي. آڱرين سان وهندڙ رت کي روڪڻ لڳي. وقت تيزيءَ سان سُسي رهيو هو. پشو ٽيڪون

ڏيئي اٿي ويٺو. هن آخرين نياپو ڏنو. چي، ”جنگ جاري رکجو ڪارخاني وارن سان ضرور ملجو فوجن ۾ پنهنجو پيغام موڪلجو!“ فوجي سپاهي مٿي چڙهي رهيا هئا. باهہ جو درياهہ وهي رهيو هو. پشوءَ نِستن هٿن سان بندوق ڪٽي پٿر جي ٽيڪ تي رکي. هو مشڪيو چي، ”نازو، تون وڃ!“ نازوءَ جي زبان بند ۽ نڙي خشڪ هئي. سندس اکيون قاتل ۽ چپ ٿورا ڪليل هئا. هوءَ پٺي سمڪي. ڪنڌ سان تڪڙو تڪڙو ”نہ نہ“ ڪيائين. هو وري مشڪيو ۽ شيرل کي آڱر سان اشارو ڪيائين. شيرل، نازوءَ کي ڪرائيءَ کان جهلي، مٿي جبل جي چوٽيءَ ڏانهن ڀڳو پشوءَ جي روح کي جُهبو اچي ويو. ڀانيائين تہ سڏ ڪري نازوءَ کي پنهنجي پاسي ۾ ويهاري. نازو پٿرن تي گهلبي ۽ رهڙبي ويئي. سندس ڪنڌ پٺتي هو ۽ اکيون پشوءَ ۾ هيون. وڃي چوٽيءَ تي پهتا. پشو پهڻ جي اوٽ ۾ گولي ڇوڙي رهيو هو. فوج کيس وڪوڙي ويئي هئي. سپاهي مٿس چڙهي ويا. نازوءَ هنيانءَ ڦاڙي دانهن ڪئي... ”پشو!“ ... جڻ تہ آسمان ڏري پيو. جبل ڦاٽي پيا ۽ ماڻرن ڪيهون ڪيون. نازو سٽ ڏيئي پوئتي ڀڳي. پر شيرل جو مڙداڻو هٿ کيس جبل جي ٻئي پاس گهلي ويو. ڪنهن اونهي کوهہ ۾ پشوءَ کان ڏاڍ اوندهہ ۽ انڌڪار ۾. پٿرن ۽ پهڻ، گلن ۽ ٻوٽن، ماڻرن ۽ ٻچن هڪ گنڀير ۽ خاموش ماتم ڪيو. سون پگهرندو رهيو ۽ مَٽُ اپامندو رهيو. فوج دمبهو هنيو. ”يا علي!“ زخميل پشوءَ کي ڪنداقن سان ڪٽيو ويو. گهٽيل ۽ ٻوساٽيل پشوءَ پنهنجي آخرين چال ڪيڏي. چي، ”منهنجا سپ ساٿي مارجي ويا.“

فوج پنهنجي فتح تي ناز ڪندي، دڦ وڃائيندي، پشوءَ کي گرفتار ڪري موٽڻ لڳي. وڏا وڏا ڀيانڪ پربت هزارن ۽ ڪروڙن سالن جي باهہ ۽ ٻاڦ کي وڏيڪ سانڍي نہ سگهيا. ڏند ڪرتي اکيون ڦوٽاري فوجي دڦ ۽ دمبهي جي هر هڪ آواز جو جواب وڏي سڏ، زور زور سان چار چار، پنج پنج دفعا ڏيڻ لڳا. غوغاءَ مچائي ڏنائون. سندن گجگوڙ ماڻرين ۽ غارن ۾ ڳوٺن ۽ بستين ۾ زلزلا پيدا ڪري وڌا.

رياستي فوج زلزلن کان بي خبر، ٺانءِ ڦونڊ ۾ پرجي، وڏي ٺاٺ ۽ اڊمبر سان اچي شهر پهتي. اخبارن وري بہ وڏيون وڏيون سرخيون ڏنيون. فوج ۾ انعام ورهايا ويا. پشوءَ جي جسم کي قابو ڪري، ڇاتو ٿي ويو تہ سندس لڳايل چڻنگ اجهامي ويندي. پر اها تہ لباڙ هئي. لاف هئي، خود

فريبي هئي. چريائي هئي. بس ڪوڪلي ٽيل سماج جي ڏڏنڌڙ ٽوٽيءَ ڪي چار ڏينهن جيئندان مليو. اڄ نہ ڪِري، سڀان ڪِري!

پشوءَ ڪي ڦاسائڻ لاءِ خاص جج ۽ آفيسر مقرر ڪيا ويا. ڪيني جو ناٽڪ هلي پورو ٿيو. ڪارن جُبن وارن پنهنجون تقريرون ڪيون. جج صاحب وڏي ڪرسيءَ ۾ ڪنهڙي جي پنيان وڏين ڏگهين پٽين جي وچ ۾ ويٺو هو. هو اکيون مچڪائيندو رهيو. هن گهُوريندڙ ڪتابن ڏانهن ڏٺو. ڪارن جبن وارن ڏانهن ڏٺو. پوليس ڏانهن ڏٺو ۽ ڪورٽ جي ڏگهن وڏن ساڳ جي درن ڏانهن ڏٺو. هن مجرم وانگر اکيون جهڪايون ۽ فتوا ڏني.

”تون ڏوهي آهين. توکي ڦاسي ڏني ويندي!“

پشو ذرو بہ نہ لڏيو. شينهن جهڙو مڙس اٿي بيهي رهيو. ڏاڍي ٺڏائيءَ ۽ وڏي يقين سان چيائين. ”ڏوهي تون آهين. ڦاسي توکي ايندي. مان ڪڏهين بہ نہ مرندس.“

ٻاهران وڏي زور سان نعرو لڳو: ”پشو پاشا زنده باد!“ عدالت عاليہ جو لوهي جهنگلو ڇڻ تہ ٺڙڪو ڪري ٽٽي پيو. سندس وڏو شاهي گنبذ ٽڪاءِ ڏيئي ڦاٽي پيو. ان جي چوٽيءَ مان نڪرندڙ ڪڙا ۽ زنجير ڇڄي مٽيءَ ۾ ملي ويا. انساني جوش جو ايرندڙ سمنڊ وڏا ڪَرَ ڪٽي، ٽڪر هڻندو، عدالت عاليہ جي ڪنڌرن مٿان ورهائجي ويو.

ڦاسي گهاٽ مان سوين ۽ هزارين پشو اڏمندا نظر آيا. سندن سر ترِيءَ تي هئا. سندن ڪپڙا رڳجي لال ٿي ويا هئا. ويا گڏ ٿيندا. ڪارخانن ۾، فوجن ۾، کيتن ۽ جبلن جي ماٿرين ۾ ۽ غارن ۾. سندن هٿيارن جي جهٽڪار ۽ نازوءَ جا آلاپ هوائن ۾ واچوڙا پيدا ڪري رهيا هئا. تکا ۽ تيز واچوڙا، جن هر پُٽيءَ اڏاوت کي اکوڙي ٿي وڌو- وڏا ۽ اُچا واچوڙا، جن زمين جي ذرن کي آسمان تائين پهچايو.■

(جمال ابڙو ڪهاڻيون، مضمون ۽ شخصيت )
ثقافت کاتو سنڌ جي ٿورن سان

سليم نور حسين

# آ پيار تڏي چانوَ...

1

ڏٺم تہ منهن وسامي ويس، ائين جڻ چنڊ ڇمرجي وڃي. ڪانئس سوال ئي اهڙو پڇيو هوم. سندس چپ ٿڙڪڻ لڳا ۽ اکيون وڃي فرش ۾ کتس. شايد ڊپ هوس تہ مان سندس وڏن سان ڳالهہ نہ ڪري وجهان. مون ڪيس دلداري ڏني تہ اهڙو الڪو نہ ڪري. چڱي چڱي ويل پڇاڻا هن چپ پيڪوڙي، فرش تڪيندو رهندي ڪنڌ لوڏي، ”ها“ ڪئي.

اهو اقرار هو آفتاب ۽ هن جي نينهن جو.

مون ڪيس چينيڻ چاهيو تہ پنهنجي ماروٽ سان مڱيل هوندي بہ هن اهو نينهن جو پيچ ڇو پاتو سو بہ ٻيءَ ذات واري ماڻهوءَ سان، جنهن کي سندس سڱ ملڻ اڻ ٿيڻي نہ تہ ڏاڍو ڏکيو هو. پر عشق آرائيڻ جيئن اڃي جهول جهليندو تہ ڪوئي اُن کي ڪيئن موٽائي سگهندو. سو چينيڻ بدران پڇيم، ”مڱڻو سو بہ سڳي ماروٽ سان، سولو تہ ڪو نہ ڇڄندو. سو ڇيو اٿئي؟“

پڻڪيائين، ايڏو جهيڻو جڻُ ڪنهن پاتار مان ڳالهائيندي هجي، ”نہ.“

اکين ۾ منهنجي چانڊوڪيءَ تي وري ڇمرجا پاڇا. ”پوءِ؟“

“I hate him; I would rather die than marry him.”

لهجو اهڙو چٽو ۽ پختو هوس جو منهنجو هانءُ لڏي ويو.

”عقو اهڙيون ڳالهيون سوچبون بہ ناهن. ڪاڳڻ ڪرڻي پوندي.“

سندس نيڻ، جن ۾ آسن اميدن جا هزارين ڏيئا ٻري اُٿيا هئا. مون کي تڪڻ لڳا.

”هڪ ئي عزت وارو رستو سُجهيم ٿو. مڱيندو مڱ ڇڏي. ڇوين تہ ساڻس ڳالهايان؟“

”ڪو نہ ڇڏيندو، ڪو نہ ڇڏيندو. مان ڪيس سُڃاڻان ٿي.“

”ماڻهپو هوندس تہ ضرور ڇڏيندو، هونءَ بہ ڳالهائي ڏسڻ ۾ ڇاهي؟“

”متان ڪو ممڻ پري؟“

”ڪو نہ پرندو، تون رڳو ها ۽ دعا ڪر.“

منهنجي ويساھ جو آڌار اها سوچ هئي تہ وڏا سرڪاري ڪامورا، جهڙا نشاط جي خاندان وارا هئا، سي پنهنجي اعليٰ تعليم جي ڪري گهڻو تڻو روشن خيال هوندا آهن.

هوءَ ڳوڙهاتيل، ”ها“ ڪري وچي مصلي تي ويٺي ۽ مان اُتان پنهنجي گهر، غريب آباد موٽيس. ڪيئينس روڊ کان معصوم شاھ جي مناري ڏانهن ايندي ۽ تڪر واريون ڏاڪڻيون لهندي پڌتر ۽ سؤنسي اچي ورايم تہ ميان تنهنجو چا، تون ڇو ٿو پرائي باھ ۾ پاڻ ساڙين؟ پر هيءَ پرائي باھ تہ نہ هئي. آفتاب نندي ياءَ وانگر هوم ۽ نشاط پري جي مائٽياڻي. هونءَ بہ نينهن جاتي بہ هجي، جنهن جو بہ هجي، جنهن سان بہ هجي، سو دردوندن جي موڙي.

ڪجھ ڏينهن اڳ مون آفتاب وٽ نشاط جو فوٽوڪاپي ڪانئس آڏي پڇا ڪئي هئي تہ هن ساڻس پيار جو اقرار ڪيو هو. ڪيس نشاط سان منهنجي عزيزائپ جي چاڻ ڪانہ هئي. ۽ نہ ئي مون ڪيس ٻڌايو هو. ٻيئي شاھ عبداللطيف يونيورسٽي، خيرپور ۾ پوسٽ گريجوئيشن ڪري رهيا هئا ۽ ساڳيءَ بس ۾ سکر کان ڪئمپس ايندا ويندا هئا. نينهن جو سلو شايد بس ۾ ايندي ويندي ڦٽو هون. آفتاب جي انهيءَ هام تہ سندس پيار هڪ طرفو نہ هو مونکي اوڏيءَ مهل ويساھ نہ آيو هو سو سڌيءَ طرح نشاط کان پڪ ڪرڻ جو پهہ ڪيو هوم.

فائنل ۾ اچڻ کان ٿي چار مهينا پوءِ نشاط جي پيءُ جي سکر کان ڪراچيءَ بدلي ٿي وئي هئي ۽ هو رهيل ٽرم پوري ڪرڻ لاءِ سکر ۾ ئي وڏي ياءَ قربان انصاريءَ وٽ ترسي پئي هئي. قربان سان منهنجو مائٽيءَ کان وڌيڪ دوستيءَ وارو ناتو هو. اڄ سانجهيءَ جو ساڻس ملڻ ويو هوس تہ هو ۽ ياجائي گهر ڪو نہ هئا ۽ نشاط اڪيلي هئي. اهو مون لاءِ آفتاب جي هام جي انت لهڻ جو سٺو وجھ هو. هام جو انت نشاط جي ڪنڌ لوڏيل، ”ها“ هئي. برابر، عشق جي باھ ٻنهي پاسي هڪ جيتري ٿي ٻري!

هيءَ نيهن تہ جهڙوڪر لوح جو لکيو هو جو جيترو قدبت ۾ مهانڊن جو ناهوڪو جوان آفتاب هو. تيتري ئي پدمڻي، هيري ڪٽي، رڻ ۾ ٽرندڙ رات جهڙن نيڻن واري گريسفل وينگس هوءَ هئي. وقت جي ڪاتب هتان سندن وچ ۾ مگڻي جي ديوار ڪڙيل ٿيل آهي، جنهن جو ڍهڻ ضروري هو جو ٻن نينهن نهوڙيلن جي دائمي وڇوڙي جو خيال ئي جيءُ جهوريندڙ هو.

ٻئي ڏينهن صبح جو لاڙڪاڻي وڃڻ لاءِ بس ۾ ويٺس ۽ سڄي واٽ ويچارن ۾ رهيس تہ مڱيندي، سليمان انصاري سان نشاط جي نينهن جي

ڳالھ ڪجي تہ ڪيئن ڪجي. نيٺ فيصلو ڪيم تہ سڌي ڪم جي ڳالھ ڪبي ۽ بس سليمان فون تي، "سمبارا ان" ۾ سانجهيءَ ٽاڻي ملاقات رکي. هو قدبت توڙي رنگ روپ ۾ آفتاب ۽ نشاط ٻنهي جي پيٽ ۾ "چہ نسبت خاک را با عالم پاک" جو مثال هو. منهنجي سائس ڪا گهٽي ڊيگھ ڪا نہ هئي. جيڪا بہ ٿوري گهڻي اتي ويٺي ٿي هئي. تنهن جو ڪو چڱو اثر ڪو نہ ويهارڻ هوم.

سمبارا ان ۾ چانھ جي ڪوپ تي دستوري خوش خير عافيت کان پوءِ اسان جي ڳالھ ٻولھ هيئن ٿي.

"جيڪا ڳالھ مان تو سان ڪرڻ وارو آهيان، سان تمام delicate آهي ۽ مان ڍي reluctance سان ڪري رهيو آهيان. تون پڙهيل لکيل نئين زماني جو ماڻهو آهين اميد اٿم تہ تون پڻ ان جي delicacy جو خيال رکندي ۽ مونکي positive موٽ ڏيندين،" مون چيو.

هن بنا جپن چورڻ جي ڪنڌ لوڏي، "ها" جو تاثر ڏنو.

"سچ پڇين تہ مان هڪ طرح جو نياپو آڻيندڙ آهيان."

"هون."

"نشاط مڱيندي برابر تنهنجي آهي. پر هن جي دل ۾ ڪنهن ٻئي جو واسو آهي ۽ دلين تي ڪنهن جو زور نہ هلندو آهي. عشق عقاب پکي پرڏيهي جهڙپ ڏيئي دل جهٽي وٺندو آهي. هوءَ دل هٿان مجبور آهي. ڪنهن ٻئي سان وچن اقرار ڪيا اٿس. تو سان شادي نہ ڪري سگهندي. هوءَ ڪو اهڙو قدم کڻڻ نہ ٿي چاهي، جيڪو توهان جي ڪٽنب کي بيمانو ڪري.Decent ۽ سيني جي عزت رکندڙ رستو اهو آهي تہ تون مڱ تان هٿ کڻ جو مرد ائين ڪندا آهن تہ ڪا خاص چئو پچئو نہ ٿيندي آهي."

"اهو ٻيو ڇوڪرو ڪير آهي؟" هُن سرباٽ ڪيو.

"مانَ هن کي چڱيءَ طرح سڃاڻان. خانداني ڇوڪرو آهي. ساڳئي يونيورسٽيءَ ۾ پوسٽ گريجوئيشن پيو ڪري."

"هوءَ ننڍي هوندي کان ئي منهنجي.نالي ٿيل آهي، ۽ مڙس پنهنجا ننگ نہ ڇڏيندا آهن."

"اُها ٺيٺ قبائلي سوچ آهي، تون تہ پڙهيل لکيل روشن خيال خاندان جو ڀاتي آهين ۽ هي دلين جو معاملو آهي. ڇا تون چاهين ٿو تہ نشاط ڪو اُگرو قدم کڻي ۽ سڄي جهان ۾ چئو پچئو ٿئي."

"مثال طور ڪهڙو قدم؟"

گهران ڀڄي وڃي، civil marriage ڪرڻ يا ننڍ جون گوريون کائي

سمهي پوڻ ۾ وري نہ اُٿڻ."

"مان ڇا ڪيان مور بہ تہ نندي هوندي کان ئي سندس سپنا ڏٺا آهن؟".

"She hates you, man. How could you think of marrying a girl, who hates you?"

هو ٽُبيءَ ۾ هليو ويو ۽ ڪا مهل سندس منهن تي هڪڙا رنگ ايندا ۽ پيا رنگ ويندا رهيا. نيٺ چيائين، "چڱو مان سوچيندس."

"مان اُتي بيٺس ۽ ڏانهنس موڪلائيءَ جو هٿ وڌائيندي چيم، May God guide you to a sensible decisions!"

هو ويٺو ئي رهيو. نہ منهنجو وڌيل هٿ ورتائين ۽ نہ ئي ڪا ورندي ڏنائين. مان پاڻ سان تيلهو کڻي حيدرآباد جي ريل پڪڙڻ لاءِ اسٽيشن تي آيس جو موڪل پوري ٿي وئي هئي ۽ نوڪريءَ تي چڙهڻو هوم.

حيدرآباد مان مون نشاط کي سندس ساهيڙيءَ جي معرفت خط لکي مشن جي سرانجاميءَ جي جاڻ ڏني، انهيءَ تلقين سان تہ دُعا ڪندي رهي. ربُ مڙيوئي چڱي ڪندو.

ان پيار ڪهاڻيءَ ۾ منهنجو ڪردار بس ايترو ئي هو. پوءِ ڇا ٿيو اُهو آفتاب ۽ پين جي واتان ٻُڌم ۽ نشاط طرفان آفتاب کي لکيل خطن ۾ پڙهيم.

منهنجي لاڙڪاڻي واري ياترا کان ڪجهہ ڏينهن پوءِ نشاط آفتاب کي لکيو:"اڄُ اسان جو يونيورسٽيءَ ۾ آخري ڏينهن آهي، پڪ تاهي تہ ڳالهائي سگهون يا نہ. انهيءَ ڪري مون قلم جو سهارو ورتو آهي. توهان کي ڪهڙي خبر تہ مان انهن ڏينهن ۾ ڪيتري نہ پريشان رهي آهيان. پيپر بہ الائي ڪيئن ڏنا اٿم. سوچيم تہ توهان کي ٻُڌائي ڇڏيان، پر امتحان جي زماني ۾ توهان کي پريشان ڪرڻ ٺيڪ نہ هو. مان هُن کي ايترو ذليل نہ سمجهندي هيس جو جڏهن هُن کي منهنجي متعلق خبر پئي تہ هو انهيءَ وقت جهاز ۾ چڙهي ڪراچيءَ پهچي ويو ۽ سڄي ڳالهہ ٻُڌائي ڇڏيائين."

آفتاب جي چوڻ موجب، سليمان مون کان ٻُڌل ڳالهہ جي تصديق لاءِ لاڙڪاڻي کان خيرپور آيو هو ۽ ڪئمپس ۾ پنهنجي ڪنهن سڄاڻوءَ وٽ هاسٽل تي هفتو اڌ رهي جاچ لهندو رهيو هو.پر شايد نشاط کي انهيءَ جاچ جي خبر ڪانہ هئي، نہ تہ هوءَ پنهنجي خط ۾ ان جو ذِڪرُ ضرور ڪري ها.

"هي پاڻ کي الائي سمجهي ڇا ٿو؟، هن ايترو وڏو قدم کنيو آهي تہ

مان ٻہ هن کي ڏيکاري ڇڏيندي تہ جيت ڪنهن جي ٿيندي! توون ڏينهن کان پوءِ داديءَ جوخط آيو تہ تون ڇڏ تہ ڦلاڻي مون تي الزام هنيو آهي ۽ هاڻي اها ڳالهہ ختم ڪري ڇڏ. مون داديءَ کي لکيو آهي تہ مون ئي هن کي موڪليو هو. جيڪڏهن توهان مون سان زبردستي ڪئي تہ گهر مان منهنجو لاش ئي نڪرندو. مان پهرينءَ ڪراچيءَ وڃان پئي، خبر نہ آهي تہ ڇا ٿيڻ وارو آهي. جيڪڏهن مائٽن مون سان زبردستي ڪئي ۽ مان مجبور ٿي ويس تہ ان جو علاج رڳو هڪ ئي آهي. مان پنهنجي زندگيءَ کي ختم ڪري ڇڏيندس. منهنجي زندگي تہ توهان آهيو جيڪڏهن توهان نہ ملي سگهيا تہ مان ڪيئن جي سگهنديس. مان هن ڀور جي حوالي ڪڏهن بہ نہ ٿينديس. جيڪڏهن ايئن ٿيو نہ مون کي توهان جو قسم مان هن دنيا ۾ نہ رهنديس. مان نہ رهان تہ منهنجي قبر تي ٢٨ فيبروريءَ واري ڏينهن ضرور ايندا رهجو. توهان کي ياد آهي نہ ؟، تہ هي اهو ئي ڏينهن آهي، جڏهن پر سال مون نوريءَ جي معرفت توهان کي سڀ ڪجهہ ٻڌائي ڇڏيو هو؟"

شايد هي، " عشق اول دردِ دل معشوق پيدا مي شود" جي وارتا هئي جو پروڪي ورهيہ جي هڪڙي خط ۾ لکيو هئائين: "مان گريجوئيشن کان پوءِ پوسٽ گريجوئيشن ڪرڻ لاءِ ڪوشش ڪرڻ لڳس. پر بابا جهلي ڇڏيو تہ ڪا ضرورت ڪانهي ڇو جو ڪا نوڪري تہ نہ ڪرائڻي آهي. مون ڏاڍو ضِدُ ڪيو جو اهو بهترين طريقو هو ڇو جو مون ڪنهن اهڙي پنڌڻ ۾ جڪڙجڻ نہ ٿي چاهيو جيئن خدا کي منظور هو. ادا قربان جي پوسٽنگ سکر ۾ ئي هجڻ ڪري مون کي خير پور يونيورسٽيءَ مان ايم. اي. ڪرڻ جي اجازت ملي وئي. هتي هڪ دفعو وري قسمت مون سان مذاق ڪئي ۽ مان توهان تي جهڪندي ويس. اهو پنهنجي وس ۾ تہ نہ آهي. هميشہ نوريءَ تي کلندي هئس ۽ دل ۾ سوچيندي هئس تہ ڇوڪريون ڪيتريون نہ بيوقوف هونديون آهن. مان تہ هوند ڪنهن جي اڳيان نہ جهڪان. پر توهان کي ڏسي منهنجا قدم ٿاٻڙجي ويا."

نشاط سان انهيءَ کان اڳ قسمت جيڪا مذاق ڪئي هئي، اها هئي سليمان جي پهرين پوسٽنگ سکر ۾ ٿيڻ ۽ هن جي نوڪريءَ سانگي سندن گهر ۾ رهڻ." شروع شروع ۾ مون پنهنجو پاڻ کي ڏاڍو سمجهائڻ جي ڪوشش ڪئي، پر جڏهن بہ منهنجي نظر هن تي پوي، هميشہ نفرت جو شديد لاوو اڀريو اچي. سڄو سڄو ڏينهن موڊ آف رهي ۽ پنهنجي ڪمري مان ڪڪونہ نڪرا." سليمان سان نشاط جي نفرت جي انتها اها

هئي جو جڏهن هنن پنهنجي پراڻي ڪار وڪڻي نئين وٺڻ جو ارادو ڪيو ۽ سليمان وٽانئن پراڻي ڪار خريد ڪرڻ چاهي، تڏهن نشاط لکيو:" ذليل ڇا ٿو سمجهي ته مان سندس رشوت جو پئسو ڏسي مرعوب ٿي ويندس؟ ڇا دنيا ۾ انسان جو بس ايترو ئي قدر آهي ته هن کي پئسي سان خريديو وڃي، سندس جذبات کي ايئن مجروح ڪيو وڃي. منهنجي وس ۾ هجي ته مان هن ڪميٽي جي اڳيان دنيا جي سڄي دولت رکي ڇڏيان ۽ چوانس ته خدا جي واسطي مون تي رحم ڪر، مان ڪا صدقي جي ٻڪري ته نه آهيان ته تون جيئن چاهين خريدي وٺين."

نشاط کي سليمان شروع کان ئي نه وڻندو هو. ڇو؟ بس ڪي ماڻهو ڏٺا نه وڻندا آهن. اهو اوڻٽاءِ تڏهن شايد ڌڪار ۾ بدلجي ويو هوندو، جڏهن سندس مڱڻو ٿيو هوندو ۽ يونيورسٽيءَ ۾ آفتاب تي جهڪڻ کان پوءَ نفرت ۾ شدت اچي وئي هوندي. نشاط جي ماءُ پيءُ توڙي پائرن پينرن کي انهيءَ نفرت جو احساس ته هوندو پر فڪر نه. آفتاب واري ڳالهه کلي ته انهيءَ نفرت جي شدت کي ماٺو ڪرڻ ضروري ٿي پيو هوندو. بهتر هو ته آفتاب جي out right مخالفت نه ڪئي وڃي. نشاط جو وڏو ڀاءُ قربان ۽ ننڍي ڀيڻ زيبي آفتاب جي شخصيت ۾ چاهه ڏيکارڻ لڳا. قربان هفتي ۾ ٽي چار ڀيرا آفتاب جي خيرت معلوم ڪندو ۽ زيبي آفتاب جون تصويرون نشاط کان وٺي پينرن پائرن کي ڏيکاريندي ۽ آفتاب جا موڪليل خط نشاط کي آڻي ڏيندي ۽ نشاط جا آفتاب ڏانهن خط پوسٽ ڪرائيندي.

اڃا اهو سلسلو هليو پئي ته دادي سڪر وڃي نشاط جي ساهيڙي نوريءَ سان ملي، جنهن پئي ڏينهن آفتاب کي ٻڌايو:" داديءَ روئي رڄ ڪري ڇڏيا، چيائين ٿي ته، نشاط سليمان سان شاديءَ کان ٺپ جواب ڏئي ڇڏيو آهي، چوي ٿي ته مان ننڊ جون گوريون يا زهر کائي پاڻ پورو ڪنديس. ايئن ٿيو ته امان ٻه ڪونه بچندي ڇو ته هوءَ هڪ ته بلڊ پريشر ۽ دل جي مريض آهي ۽ مٿان وري هيءَ ڏيءَ سيني کان پياري اٿس. ڏاڍي خواري، ٿيندي جيڪا بابا برداشت نه ڪري سگهندو ۽ خود ڪشي ڪري ڇڏيندو. اسان جو سڄو خاندان برباد ٿي ويندو. توهان آفتاب سان ڳالهايو. داديءَ ايڏو رُنو ايڏو رُنو جو اسان سڀ به روئڻ لڳاسون."

دادي ساڳيءَ رات ڪراچيءَ موٽي وئي ۽ نشاط آفتاب کي لکيو:" نوريءَ جي خط مان پتو پيو ته دادي سندن گهر وئي هئي ۽ خبر نه آهي ته اُتي ڇا، ڇا، بڪواس ڪئي اٿس. نوريءَ جي حوالي سان چيائين ته آفتاب جا سڀ گهر وارا تنهنجي برخلاف آهن. توهان جي بابا لاءِ چوڻ لڳي ته

هو به اسان کي گاريون ٿو ڪڍي، توهان جي گهر وارا مون کي سٺي خاندان جي ڇوڪري ڪونه سمجهندا آهن. توهان جي امان چوندي آهي ته ڇا به ٿي پوي ته مان اها ڏاري ڇوڪري ڪونه وٺي ايندس، مونکي پنهنجو گهر برباد ناهي ڪرڻو ۽ توهان جي پيءُ چوي ٿي ته منهنجو پياءُ ته سادو آهي، الائي ڪهڙيءَ ڏائڻ منهنجي پياءُ کي ڦاسايو آهي، منهنجو پياءُ ڪڏهن ڪونهيس، هو ٿي پُٽيان پئي اٿس. هوءَ ايترا تنهنجي برخلاف آهن ته اسان اهو رشتو ڪيئن قبول ڪيون؟ توهان اندازو ڪري سگهو ٿا ته اهي ڳالهيون ٻڌي منهنجي ڇا حالت ٿي هوندي. الائي جي سچيون ، الائي جي ڪوڙيون؟"

نشاط جي گهر ۾ پاڻ ۽ ته هڪڙو ئي موضوع وڃي رهيو هو ته، پسند جون شاديون عام طرح ڪامياب نه ٿينديون آهن ۽ ساڳيو حال ڏارين سان سڱاوتيءَ جو آهي. هو به سچ جو سندن پنهنجي آڪهه ۾ اهڙين ناڪامياب شادين جا هڪ به مثال موجود هئا. نشاط کي سمجهه ۾ نه ايندو هو ته پيار جي شاديءَ کان اڳ ڇوڪري ۽ ڇوڪريءَ کي آخر ڪهڙيون اميدون هونديون آهن، جن جو پورو نه ٿيڻ سندن حياتي وهه ڪري ڇڏيندو آهي. ويچاري ڇوڪري ايتري بدناميءَ جي باوجود پنهنجي فيصلي تي اٽلُ رهي ۽ بعد ۾ نتيجو خراب نڪري ته ان جي زندگي ته برباد ٿي وئي، ڪنهن کي منهن ڏيکارڻ جي لائق نه رهندي ۽ ڪجهه ڪڇي به نه سگهندي جو هر ڪو چوندو ته پنهنجو ڪيتو پاڻ پوڳي.

نشاط ۽ آفتاب جي پيار ڪهاڻيءَ کي عالمِ آشڪار ٿئي ٻَريا ٻارنهن مهينا لنگهي ويا. آسن اميدن ۽ نراساين وسوسن جا ٻارنهن مهينا، جن ۾ نشاط تي ڪنهن به طرح جي زور زبردستيءَ کان سوچي سمجهي پرهيز ڪئي وئي ۽ ڪيس پنهنجي تعليم مڪمل ڪرڻ ڏني وئي، جنَ ۾ هُنن طرفان نياڻيءَ جلد پرڻائي ڏيڻ جون تقاضائون ڪيون ويون ۽ هنن طرفان مهلتون ورتيون ويون، جن ۾ سول مئريج جا ارادا به ڪيا ويا ته ننڍ ڏياريندڙ گورين جي شيشي به قبضي ۾ ڪئي وئي .تيسين آفتاب به پوسٽ گريجوئيشن ڪري ورتي ۽ ڪلاس ون آفيسر ٿي ويو تان جو نشاط ساڳئي ئي "ذليل"، "ڏور". "۽ ڪميٽي" سان پرڻجي وئي.

پرڻي کان ڪجهه ورهيه پوءِ جي هڪ رات، سڪر ۾ انتر پاڪ ۽ ان جو رنگا برنگي بتين سان جهر مر ڪندڙ لان.

شامياني اندر وليمي تي آيل مهمانن جي پيهه،

هڪڙيءَ ميز جي چوڌاري ڪرسين تي ويٺل شاه عبداللطيف يونيورسٽيءَ جو پروفيسر فهيم احمد ۽ سندس گهر واري، سندس ٻه اڪيلا هونهار شاگرد نشاط ۽ آفتاب، قربان ۽ مان.

نشاط شيفون جي آسماني ساڙهيءَ ۽ ميچ ڪندڙ بلائوز ۽ شوز ۾ سڄي، سون ۽ جواهرات سان جهنجيل. ٻنهي ٻانهن ۾ ڇهه ڇهه جڙائو چوڙيون ڪنگڻ، ساڄي ٻانهن ۾ هيري جي منڊي ۽ کاٻي ڏسٽيءَ ۾ پلاٽينم جو ڇلو ڳچيءَ ۾ زمرد ۽ ياقوت سان مڙهيل نو لکو هار ۽ ڪن ۾ وڏا وڏا ايرنگ ( سڀ زيور هڪ ئي سيٽ جا ). وارن سوڊو ميڪ اپ شهر جي مهانگي ۾ مهانگي بيوٽيشن ۽ هيئر اسٽائلسٽ، مُاهين جي هٿن جي جادوگري، چپن تي بيپرواه مرڪ ۽ ڏسڻ ۾ اهڙي سلم ۽ سمارٽ جڻ ٽن ٻارن جي ڪرڙوڙي ماءُ نه پر ننڍي نيٽي ڪنواري وينگس هجي.

آفتاب جو پڻ شادي شده ۽ ٻن ٻارن جو پيءُ آهي، تنهن جي اکين ۾ اندر جي آنڌ مانڌ جا اڻ لکا اولڙا، منهن تي چمر جا پاڇا ۽ چپن تي اُپاٽڪي نراس مُرڪ.

پروفيسر فهيم جو نشاط ڏانهن سُخن، " مار ايڏا زيور ڪٿان آندا اٿئي؟."

نشاط جو ڪجهه پريرو ويٺل ڪنهن دوست سان ڳالهائڻ ۾ مشغول سليمان ڏانهن سوپارين اکين سان اشارو، " هن جي مهرباني آهي."

۽ مون کي اياز جو شعر هُري اچي ٿو ۽ سوچيان ٿو " شايد پيار ٽڏي چانوَ آهي. جنهن ۾ ٿورو ويهي گهڙي گهاري اڳتي هلڻو آهي."

❷

نشاط، پروفيسر فهيم جي سخن جو وراڻو ڏيئي، ڪن پل لاءِ منهنجي پير ۾ ويٺل آفتاب ڏانهن نهاريو سندس نهار ۾ ڪا اهڙي ڳالهه هئي جو مون آفتاب کي ڪنهن اٽڪڻي اوڙاهه ۾ ڪرندو محسوس ڪيو. نشاط ڏانهن ڏٺم ته سندس رڻ ۾ ٿرندڙ رات جهڙن نيڻن جون ڪُنڊون گهميل لڳم ۽ ونين ۾ پري تائين رُڃ ۽ سُڃ جو واسو. وراڻي جي ٻولي هڪڙي هئي ۽ نهار جي ٻي، انهيءَ وڇوٽيءَ تي منهنجو موڊ آف ٿي ويو ۽ مان وليمو اڌ ۾ ڇڏي گهر موٽي آيس. لٽا مٿائي بستري تي ليٽيس. انٽرنيٽ ان واري ڏيک جي خيال ئي خيال ۾ ور _ جوڙ ڪيم. ڪائي وڇوٽي نه هئي، نه آفتاب ڪنهن اٽڪڻي اوڙاهه ۾ ڪريو هو نه نشاط جي نيڻن جون ڪنڊون گهميل ۽ ونيون رڃ ۽ سڃ سان واسيل هيون. اهو مان هيس، جنهن پاڻيو

هو تہ ائين ٿئي ؛ سندن پيار سُهڻي _ ميهار مومل _ راڻي، سسئي _ پنهون ۽ هير _ رانجهي جي امر پريم جو اولڙو هجي. نشاط پنهنجي گهر خوش هئي ۽ آفتاب پنهنجي گهر. پوءِ هنن هڪٻئي سان جيڪي قول قرار ڪيا هئا تہ گڏجي جيئندا ۽ گڏجي مرندا سون، سي پاڻيءَ تي ليڪو هئا ڇا؟ لاڙڪاڻي واري ياترا کان اڳ نشاط سان ٿيل ڳالهہ ٻولهہ ۾ سندس آفتاب ڏانهن لکيل خطن پيار ۾ توڙ نڀائڻ ۽ هر رنڊڪ لتاڙڻ جو تاثر ويهاريو هوم. وليمي واري رات اهو تاثر زائل ٿيندو ڏسي اُداس بہ ٿيو هوس ۽ حيران بہ، ڪي ڏينهن اڻ تڻ رهي تہ آفتاب کان پڇان تہ نيٺ بہ ٿيو ڇا هو. جڏهن نويڪلائيءَ ۾ اهي قول قرار ياد ڏياريا مانس، تڏهن اکيون پورجي ويس ۽ هيٺيون چپ مٿئين تي وري آيس. ويهارو ورهيہ اڳ جون ساروڻيون هيون، جيڪي ڇولڙين جيان هڪ ٻئي پٺيان، هڪ ٻئي مٿان ڏوڪينديون چڙهنديون آيون هونديون. ڪيئي پل وهامي ويا. جڏهن چپ چوريائين، تڏهن آواز جهيڻو ۽ لهجو اُباڻڪو هوس.

”اسان جا قول قرار پاڻيءَ تي ليڪو؟ نہ نہ، اسان سچ پچ گڏ جيئڻ، گڏ مرڻ ٿي چاهيو. پر مت مائٽ، رت جا رشتا، اهي تہ پنجوڙ آهن. ماڻهو انهن ۾ سَڪ.“

ايترو چئي هوءَ وري ماٺ ٿي ويو. مان بہ چپ رهيس جو ڄاتم ٿي تہ هو ناسٽلجيا_وسيڪو ٿي ماضيءَ جي پاڇولن ۾ پاڻ کي ڳولي رهيو هو. وري ڪيئي پل وهامي ويا. ڳالهہ جو سڳو سوريائين تہ آواز وڌيڪ جهيڻو ۽ لهجو وڌيڪ اباڻڪو هيس، ڄڻ پاڻ سان ڳالهائيندو هجي _ پورا اڻپورا، ڪنهن ڪنهن مهل disjointed جملا.

٢٨ فيبروري. ڏينهن ۾ ڏينهن، اڳ آيو هو نہ اچڻو هو. ڪئمپس جو مرڪزي لان. نم ۽ بيدمشڪ، گلاب ۽ رابيل جي هٻڪار. پروفيسر ابڙي جو ليڪچر پورو ڪري لان ۾ گهڙيو ٿو. ڪوئي اوچتو اچي ٻانهن کان جهلي ٿو. نوري آهي. ڪنڌڙيءَ ڏانهن ڇڪي وڃي ٿي. نم هيٺان پيل بينچ تي ويهاري پاڻ پاسي ۾ ويهي ٿي، گهورڻ لڳي ٿي. منهن ۾ گهنڊ، اکين ۾ شوڪر، نيٺ چوهہ ۾ ٻولي ٿي، آفتاب خان، مغز ۾ هوا پرجي وئي اٿي جو ڪنهن ۾ اک ٿي نٿي ٻڏئي، اک ٻوڙيي ناهي، هٽبي آهي. مشڪري ڇڏ. نشاط جو خيال ڪر. هوءَ ويچاري الائجي ڪڏهن کان تنهنجي گهور جو ڳهاءُ کنيو ٿي هلي. ڪو خدا جو خوف ڪر، ڇو ٿو هن کي جهوريءَ ۾ جهوريين؟“ نشاط! فئڪلٽيءَ جي سهڻين جي سونهن، ٻانوري سانوري، هٽ پري، هٽ پري، زلفن جا خم، ڪئين زندان، نوريءَ جا ٻول نہ هئا. جيئندان

هئا. دلَ ڪڏڻ لڳي. لان جي سموري سرهاڻ اندر ۾ لهي آئي. من بود ۾ پرجي ويو. ڪيس ڳراٽڙي پايان ٿو نراڙ چُمي شهنشاهن وانگر چوان ٿو گهرُ جيڪوگهرڻو هجيئي،" هوءَ کلي ٿي، "ضرور گهرنديس، جڏهن توهان پئي لاٽون لهندا."

"بيو ڏينهن. ساڳي بينچ. منهنجي ۽ نشاط جي پهرين ملاقات. فقط پنڌرنهن ويهه منٽ. دلين جي زورائتي دڪ دڪ. رڪي رڪي مان هن کي ڏسان، هوءَ مون کي. ڪڏهن اکيون هيٺ، ڪڏهن مٿي. لان ۾ شاگردن جي اچ وڃ. دوستن جي چپن تي knowing مرڪون، اکين ۾ good luck جا اشارا. اسان پئي شڪي شڪي. وات خشڪ، اکر نه اُکلي.

"پوءِ ته گهڻو ڪري روز ملڻ ـ ڪيمپس ڏانهه. ابندي ويندي بس ۾ هونءَ ئي گڏ. اڪيلائيءَ ۾ ملبو ته هڪ پئي ستن ۾ هٿ ڏيئي هزار ڳالهيون ڪبيون، پنهنجن گهر ياتين جون.. پڙهائيءَ جون... هم ڪلاسين جون... اُستادن جون.... دوستن ساهيڙين جون... گڏريءَ جي ڏکن جون... آئيندي جي سکن جون... موسمن جون... سياست جون.... اهڙيون ئي mundane ڳالهيون. هڪ ٻئي سان توڙ نباهڻ جا قول اقرار ـ روبرو به، خطن ۾ به، پابوهه جي اجهل پالوٽ... ٻُڌيون هڪ ٻئي جي اکين، چپن، ڳلن تي گهڙي پل رکبيون، چمبيون، اهو گهڙي پل جو ڇهاءُ اندر ۾ موجود، سدا موجود." آفتاب ڪان سيسراتي نڪري وجي ٿي. فائنل جي رزلٽ آئي. چڱي پوزيشن سان پاس ٿيس. جلد ڪاليج ۾ ليڪچراري ملي وئي. نوريءَ وڏا جتن ڪري اسان جي ملاقات ڪرائي. نشاط چيو ليڪچراري ڪلاس ون پوسٽ آهي، پر تڏهن به ماستري آ. توهان ڪجهه ٿي ڏيکاريو ته مائٽن کي مڃايان."

"مان ڪجهه ٿي ڏيکارڻ ۾ لڳي ويس. اجا لڳل آهيان. اها اسان جي آخري ملاقات هئي." هن اونهو ڏکهو شوڪارو ڀريو. هن گهڻو اڳ ڇٽن پنجن ورهين ۾ ئي اهو سڀ ڪجهه ماڻي ورتو هو جنهن جي ڏيئرن وارن کي سُڌِ هوندي آهي. هاڻ جڏهن هو ماضيءَ جي پاڇولن ۾ پاڻ ڳولي رهيو هو تڏهن هو سرڪار جي وڏي ۾ وڏن عملدارن ۾ شامل ٿي چڪو هو جڏهن ته سليمان ڪئين ڏاڪا هيٺ هو.

"ايڏي پابوهه ڪان پوءِ به هوءَ پرائي ٿي ويئي، سو ڪيئن؟" مون هن جي وري ماٺ ٿي ويڻ تي پڇيو.

"منهنجو ڪجهه ٿي ڏيکارڻ به ڪم نه آيو نه اچڻو هو. هوءَ اڳيئي مڱيل هئي، نه به هجي ها، تڏهن به اسان جو سڱ ٿيڻ unlikely هو جو

هوءَ پيءَ ذات جي هئي ۽ مان پيءَ جو. نہ هن جا مائٽ مجبين ها، نہ منهنجا. خود ڪشي ناداني هئي، نسوري اياڻپ. مون هن کي پنهنجا قسم ڏيئي اهڙيءَ هوڏ تان لاٿو هو. ادا وڏي ۽ توهان برابر سول مئريج ۾ هر ڪنهن مدد جي آڇ ڪئي هئي، پر ان ۾ گلا ۽ خواري هئي، خاص ڪري هن لاءِ. ماڻس دل ۽ بلڊ پريشر جي مريض، پڻس وڏو ڪامورو. وڏي ايمان وارو. لوڪ لڄا کان ماڻس ڪو نہ بچي ها ۽ پڻس گوشي نشين ٿي وڃي ها. سندس نئڊي پيڻ زيبي، هوءَ سليمان جي نئڊي ڀاءُ سان مڱيل هئي. اهو مڱڻو بہ ٽٽي وڃي ها. خود منهنجي خاندان ۾ بہ ممڻ مچڻو هو! اسان ۾ بہ ڏي وٺ جون سڱاوتيون ٿيل هيون. اسان بہ پنهنجي مرضيءَ ڪيون، پوءِ پل چار پنج خاندان رلي وڃن. اها تہ وڏي خود غرضي هئي. مون اهي گس گهاٽ ٺي چڏي ڏنا، جيڪي نشاط ڏانهن ويندڙ هئا."

تہ چٽبو گڏ جيئڻ مرڻ جا وچن هڪ طرح جو رومانس هئا، جنهن نشاط۔ آفتاب کي اوچو اڏاري وڃي امر پريمين جي سٽ ۾ ٿي بيهاريو. جنهن ويل ڪيا ويا هئا، تنهن ويل دل جي حضور ۽ سچائيءَ سان ڪيا ويا هوندا. پر ائين بہ آهي تہ وقت بادشاهہ ڦرندو رهي ٿو. ڇا نشاط سان سول مئريج جي نتيجن بابت آفتاب جا وسوسا ۽ انديشا برثواب هئا، ڪِن هن ٺلهي پاڙياڇپ ڪئي هئي؟ ڇا آفتاب سان ڪنهن بہ رابطي جي نہ رهڻ نشاط کي بنهہ نراس ڪري سليمان سان لانئن لهڻ تي راضي ڪيو هو؟ يا هن جو آفتاب کي ڪجهہ تي ڏيڪارڻ جو ويگ ڏيڻ پڇاڙان پري رکڻ جي حِڪِمت عملي هُئي، البت آفتاب جي انهيءَ عشق کان اڳ ۽ پوءِ جي بہ هڪ ڪهاڻي آهي، جنهن جا ڪردار ڪيئي آهن:"

•هن جي هڪ ويجهي مائٽياڻي، جنهن سان سندس پريتّ ايڏو تہ چؤپول ڪيو هو جو سڄي آڪهہ کي پڪ هئي تہ آفتاب ساڻس شادي ڪندو، جيڪا نہ ڪيائين ۽ ڇوڪري ورهين جا ورهيہ ناڪارجڻ جي ٽياس تي ٽنگيل رهي هئي.

•حيدر آباد جي هڪ بوهرياڻي، جيڪا پرڏيهہ لڏي وئي تہ هو بہ انهيءَ ولايت وڃڻ تي ساڻس پيار ونڊڻ لاءِ سندس شهر جو چڪر ضرور هڻندو هو.

•سکر جي هڪ مهاجرياڻي، جنهن کي وقت بوقت سوڪڙيون پاڪڙيون پهچائيندو رهيون هيون ۽ ڪڏهن نہ ڪڏهن، ڪٿي نہ ڪٿي ملاقاتون رکبيون هيون.

پر اهي سڀ ڪردار آفتاب جي نظر ۾ سائيڊ لائين افيئرز جا هئا.

خَقيقي محبوب رڳو نشاط هئي. هن ڪانسواءِ حياتي پل ڪان پل تائين هُئي، ڪو وڏو خال هو جيڪو ڪڏهن بہ پرجڻ جو نہ هو هن جو ذڪر جڏهن بہ ٿئي، جتي بہ ٿئي سرهائيندڙ بہ هو تہ ڏڪائيندڙ بہ، جڏهن بہ ٿيندو، ستا سور جاڳي پوندا، مڙيل ڦٽ ڪُرڻ لڳندا ۽ هانءُ بس ٻڏندو ويندو، ٻڏندو ويندو، اجا هيٺ، اجا هيٺ...

پيار ٽڏي چانوَ تہ آهي ۽ ان ۾ گهڙيون گهاري اڳتي بہ هلڻو آهي. پر انهيءَ چانوَ ۾ جيڪا بہ گهڙي گهاربي، سا حياتيءَ جو مَرڪ هوندي، جنهن جو نہ ڪوئي ملهہ هوندو، نہ ڪوئي ڇيهہ، املهہ امر گهڙي، اندر اُجارِ گهڙي.

■

(ماهوار "سوجهرو" جي ٿورن سان )

## سنڌ ادبي اڪيڊميءَ جا ڇپرايل ترجمو ٿيل ڪتاب

| | |
|---|---|
| ڪبير | پريا ڪرماچوي / نارائڻ شيام |
| سرمد | جگجيت سنگهہ سيتل/ ستار |
| ميران | آشا ٽيلسن / لڇمڻ ڪومل |
| تيرنهون سِجُ | امرتا پريتم |
| هي سجڻ سيئي | ميخائل نعيمي / ستار |
| انسان دئيت ۽ ديوتا | رابرٽ انگر سال / ڊاڪٽر اي ڪي پنجواني |

طارق اشرف

# زندگيءَ جو تنها مسافر

منظور اسپينزر ڏانهن مڙندي ڪار جي رفتار ڍري ڪري ڇڏي. ڪار آهستي وڌي رهي هئي ۽ منظور ڪار پارڪنگ لاءِ جاءِ ڳولهي رهيو هو پر ڪا به جاءِ خالي نظر نٿي آئي، به ڪارون رستو روڪي بيٺيون هيون، جن جي ڪري سندس ڪار اڳيان نٿي وڌي سگهي. منظور هارن ڏنو پر ڪنهن هن ڏانهن توجهه نه ڏنو. هن جي لاءِ اِها ڳالهه ڪا نئين نه هئي. ۽ نه ئي هن ڪي انهيءَ تي ڪاوڙ آئي. هو هتي ڪئين ڀيرا آيو آهي، پر هن دفعي ڪافي وقت کان پوءِ آيو هو. سندس ڪار جي پٺيان چار پنج ٻيون ڪارون به بيٺيون هيون جن مسلسل هارن پئي ڏنا، پر پوءِ به اڳيان بيٺل ڪارن ۾ ڪا چرپر نه ٿي. منظور دريءَ مان ڪنڌ ڪڍي اڳيان بيٺل ڪار وارن کي ڏٺو. هن جي ڪار جي اڳيان جيڪا ڪار هئي، تنهن ۾ چار پنج ٽين ايجرس ويٺل هئا. ۽ اهي پنهنجي هڪ چائينز فرينڊ سان ڳالهين ۾ محو هئا. جيڪو سندن ڪار تي پاڻهون ٽيڪي اندر ويٺلن سان ڳالهائي رهيو هو. منظور سوچيو ته هو ٻاهر نڪري انهن کي چوي ته اُهي پنهنجي ڪار اڳيان وڌائين ته جيئن سندن پٺيان بيٺل ٻين ڪارن کي رستو ملي. هن انجن بند ڪئي، اجا دروازو مس کوليو هئائين جو هڪ ڏڳهو ۽ ڪافي اسمارٽ ڇوڪرو، جنهن کي تمام وڏي، پر سهڻي نظر جي عينڪ پيل هئي، وڌي انهن وٽ ويو ۽ هن تيز لهجي ۾ انهن ڪار وارن کي ڪجهه چيو منظور پنهنجي ڪار ۾ ويٺو هو ۽ سندس آواز هن ٻڌو پئي، جيتوڻيڪ لفظ سمجهه ۾ نه پئي آيا. پر سندس آواز جي تيزي هن محسوس ڪئي. ڪار ۾ ويٺل ڇوڪري ڪجهه چيو ڪن ڳالهائڻ سان گڏو گڏ هٿن سان اشارا به ڪيا پئي، پر پوءِ سندس چائينز فرينڊ دريءَ وٽان هٽي ويو ۽ هن ڪار هارن ڏنو ۽ اڳين ڪار هلڻ لڳي ۽ انهي ڪان پيوءِ پوئين ڪار به اڳتي وڌي ۽ پوءِ منظور جي ڪار. رفتار تمام گهٽي هئي، ٻنهي پاسي ڪارون بيٺيون هيون، ۽ ٿوري بي خيالي جي ڪري،

ڪنهن نہ ڪنهن ڪار سان سائيڊ لڳڻ جو امڪان هو. منظور جي ڪار اسپينزر کان متي....، چائينز ريسٽارنٽ Woo _ Ching ڇڏي، (ومپي) (Wimpy) جي سامهون لنگهي رهي هئي، جو هن پنهنجو نالو ٻڌو: "منظور"، ڪنهن رڙ ڪئي. هن جهڪي ڏٺو ومپي جي سامهون پيٽ وٽ وائيٽ مرسڊيز بيٺي هئي، ۽ ڪيس سڏڻ وارو نديم هو. منظور کي پاڻ ڏانهن ڏسندي نديم رڙ ڪئي. "هاءِ" منظور بہ "هاءِ" جي وراڻي ڏني ۽ اشاري سان ڪيس چيائين تہ موٽي ٿو اچي. ڪار جي سامهون واري پاسي روشني پئي، منظور ڏٺو نديم سان گڏ ڪا ڇوڪري ويٺل هئي- ڪا گرل فرينڊ. پر ڪار جي اڳيان وڏي اچڻ جي ڪري منظور سندس شڪل چڱي طرح نہ ڏسي سگهيو. ڪار جڏهن فاطمہ جناح روڊ تي آئي تہ منظور ليفٽ تي ڪار موڙي، پر پٺ سان گڏو گڏ ڪارن جي لائن لڳل هئي. نيٺ مسجد بلاول جي ڪجهہ اڳيان خالي جاءِ ڏسي، ڪار کي اُتي پارڪ ڪري هيٺ لٿو. ڪار کي لاڪ ڪري، چابي جو ڇلو ڦيرائيندو هو ومپي ڏانهن موٽيو. ڪو وقت هو جو هو روز محمد علي هائوسنگ سوسائٽي جي هن ڪمرشل ايريا ۾ ايندو هو. ڪڏهن ومپي، ڪڏهن اسپينزر، ڪڏهن Woo _ Ching ۽ هڪ بہ دفعي ٽاپ ڪوپي ۾ ويٺو هو. پر هاڻي ڪافي عرصي کان هُن هِن پاسي اچڻ ڇڏي ڏنو هو پر اَڄُ جو هتي آيو تہ ڪنهن پروگرام تحت نہ، گهران بنا ڪنهن سوچ جي نڪتو ۽ هتي پهچي ويو. ۽ هاڻي هنجو ذهن نديم سان ويٺل سندس گرل فرينڊ جي باري ۾ سوچي رهيو هو. هوءَ ڪير آهي؟ ڪير بہ هجي، پر ضرور نئين هوندي. چاڪاڻ تہ نديم پراڻيءَ جو قائل ڪونهي. هن سان گڏ روز نئين گرل فرينڊ هوندي آهي. هر دفعي- هر روز نئين.

منظور ۽ نديم جي مزاج ۾ وڏو فرق هو. نديم روز نئين گرل فرينڊ جو قائل هو جڏهن تہ منظور عورت کي رانديڪو مڃڻ لاءِ تيار ڪونهي. نديم جلدي جلدي ڪار مٽائي پر منظور وٽ هڪڙي ڪار ورهين جا ورهيہ رهي. نديم جي ٽيسٽ روز پئي مٽبي آهي، منظور ۾ ڪا ڦير گهير نہ ايندي آهي. پر انهي جي هوندي بہ ٻئي ورهين کان هڪ ٻئي جا سنا دوست آهن.

منظور نديم جي ڪار وٽ پهتو "Hello, Nadeem how are you"?

"Fine, meet my friend Rozi."

منظور ڪيس وش ڪيو ۽ ساڻس هٿ ملائڻ لاءِ ".Hello, Miss" چيو. هنجو سهڻو نرم نازڪ هٿ Helloپنهنجو هٿ وڌايو. هن جواب ۾ منظور جي هٿن ۾ هو. ۽ چپن تي هلڪي مرڪ. منظور بي خيالي ۾ ڪجهه دير تائين سندس هٿ جهليو ۽ تڪيندو رهيو پر تڏهن چرڪ پريائين. جڏهن روزي ٿوري ڇڪ ڏئي پنهنجو هٿ سندس هٿن مان ڇڪي ورتو.

"اندر اچي ويهه." نديم ڪار جي پوئين سيٽ جو دڙ کوليو. منظور جي سوچن جو سلسلو ٽٽي پيو. هن ڪار ۾ چڙهڻ لاءِ هڪڙو پير ڪار ۾ رکيو پر ٻئي پير رکڻ کان اڳ چيائين، "ڇو نه هلي ومپي ۾ ويهون. اڄ گرمي به آهي."

نديم پنهنجي فرينڊ ڏانهن ڏسندي پڇيو "هتي تنهنجي مرضي ڇا آهي؟"

".As you like, I agree" هن هڪ ادا سان چيو.

منظور پنهنجي سائيڊ واري اسڪرين چاڙهي بولٽ دٻائي در کي لاڪ ڪري ڇڏيو. هڪڙو اڳ ۾ لاڪ هو ۽ اسڪرين به چڙهيل هئي. باقي ٻي اسڪرين ۽ در نديم بند ڪيا. ڪار لاڪ ڪري روزيءَ جي ٻانهن ۾ هٿ وڌائين ۽ ٽئي ومپي ڏانهن وجڻ لڳا. جڏهن وچ رستي تي پهتا ته هڪ اسپورٽنگ ڪار تمام تيزي سان هنن ڏانهن آئي. ڊوڙ نه پائن ها، ته ٽئي ڪار جي هيٺان ضرور اچن ها.

"Bastard"، نديم رڙ ڪري چيو. پر اهي باسٽرڊ ٻڌڻ کان اڳ ئي غائب ٿي چڪا هئا. ٽئي ورانڊي ۾ پهتا ته در پرسان بيٺل ويٽر درکوليو. ڪُنڊ ۾ چئن ڪرسين جي هڪ ميز کان سواءِ سيئي ميزون والاريل هيون. انهيءَ ميز تان به تازو ويٺل اٿيا هئا. چاڪاڻ ته جوٺا ٿانوَ ۽ ڪاغذ جي مروٽيل نئپڪن اجا اتي پيل هئا. اڳيان روزي، ان جي پٺيان نديم ۽ آخر ۾ منظور هو. نديم وڌي روزيءَ ڏانهن ڪرسي ڇڪي ۽ روزيءَ جي ويهڻ کان پوءِ پاڻ به هن جي پرسان ويهي رهيو. منظور هيڏانهن هوڏانهن ويٽرن کي ڏٺو. ڪي شڪليون چاتل سچاتل ۽ ڪي نيون هيون. چاتل سچاتل ڪڏهن اسپينزر ۾ ڏٺيون هُئيائين، ڪڏهن ومپيءَ ۽ ڪڏهن سندن ڪارن ۾ پريان ڪنڊ ۾ "ٽوني" ويٺل هو. هن جو اصلي نالو طالب حسين هو. پر

سيئي ڪيس ٽوني سڏيندا هئا. پر هو به پڇڻ تي پنهنجو نالو ٽوني ئي ٻڌائيندو هو ۽ لڳو به ٽوني تي، يورپين وانگر ڳاڙهو ڳٽول، وار پورا، قد ڪاٺ انهن جهڙو، منظور سان ٿوري گهڻي واقفيت هئس. ٻنهي جون نظرون مليون ته ٽونيءَ اتان ئي هٿ لوڏي وش ڪيو ۽ منظور به هٿ لوڏي جواب ڏنو. ٽوني سان ويٺلن مان ڪن مڙي منظور ڏانهن ڏٺو. نديم به ٽونيءَ ڏانهن ڏٺو پر نديم جي ٽوني سان واقفيت ڪونه هئي. البت هتي ۽ ڊفينس واري اسپينزر ۾ ڏٺو ضرور هئائينس. روزيءَ هٿ ۾ پاڻي جو گلاس ڪٽي پتين کي گهوري رهي هئي، پورو عرصو ماٺ ۾ رهي. ويٽر مينو کڻي آيو. منظور ۽ نديم ڪئين دفعا پڙهيل مينو کي پڙهڻ لڳا. منظور روزيءَ کان پڇيو "مس روزي اوهان ڇا گهرائڻ پسند ڪندا."

"مان"، هن ڇرڪ ڀريو. پوءِ ڇپن تي زوريءَ مرڪ آڻي چيائين، "جيڪو به گهرايو."

"اوهين پنهنجي پسند ٻڌايو" منظور چيو.

روزي جي جواب ڏيڻ کان اڳ نديم چيو ، "ها، ڊارلنگ، تون پنهنجي پسند تي گهراءِ."

روزي مينو ڏسندي چيو "چڪن تڪا ۽ پراٺا ڪافي آهن."

"۽ نديم تون؟."

"چڪن تِڪا، بوٽي، لون چاپ ۽ پراٺا."

منظور هڪ به شيون پنهنجي طرفان وڌائي، ويٽر کي آرڊر ڏنو. هن پنهنجي ننڍڙي پيڊ تي آرڊر لکيو ۽ هليو ويو. ڪجهه دير خاموشي رهي. روزي ٻئي پاسي ڏسي رهي هئي. نديم اڃا تائين مينو کي پڙهي رهيو هو. منظور کي سمجهه ۾ نٿي آيو ته ڇا ڳالهائي. خاموشيءَ ڪري ڪيس عجيب اڪتاهٽ ٿي رهي هئي. نيٺ هن ئي خاموشيءَ کي ٽوڙڻ لاءِ ڳالهه ڇوري، "نديم، تو ڊيميز (Demis) جي نئين ڪيسٽ ٻڌي آهي."

"ڊيميز؟ _ هولبناني سنگر." هن پڇيو.

"ها"، منظور جواب ڏنو.

"نه، منظور مون کي ڊيميز نه وڻندو آهي. هو ويسٽرن آرڪسٽرا ۾ عربي آرڪسٽرا جي ڪاڪ ٽيل ڪندو آهي. مون کي عجيب لڳندو آهي. ڪوفت ٿيندي اٿم. خالي عربي آرڪسٽرا استعمال ڪري ته به شايد وڻي، جو سندس آواز نڙي ۾ قاتل ٿو رهي. گهٽيل گهٽيل" نديم اهڙو

منهن ڏاهيو. ڇرڻ ڊيميز جي نالي سان ئي ڪراهت ٿي آيس. منظور جي فطرت آهي ته هو پنهنجي ڳالهه تي قائم رهندو آهي. سندس اڪثر دوست جهليندا هئا ته ايڏو اسٽريٽ فارورڊ نه ڳالهائيندو ڪر. ڪجهه ڊپلوميسي به ڪندو ڪر. اها فارورڊنيس دوست گهٽ دشمن وڌيڪ پيدا ڪندي. پر منظور پنهنجي فطرتِ کان مجبور هو. نه چاهڻ جي باوجود به هر ڳالهه چاهي اها ڪنهن کي وڻي يا نه وڻي، چيو ڏئي. انهيءَ ڪري سندس تمام گهٽ دوست آهن. ٿيا گهڻائي پر انهيءَ عادت جي ڪري گهڻا پاسو ڪري ويا. هينئر به سندس جاءِ تي ڪو ٻيو هجي ته ڳالهه جو رخ مٽائي، ڪنهن ٻئي موضوع تي اچي ها پر منظور ائين نه ڪيو.

ويٽر پليٽون ۽ ڪاغذن جا ننڍا نيپڪن آڻي رکيا. روزي هڪ نيپڪن کنيو ۽ انهي کي آڳر تي ويڙهڻ ۽ کولڻ لڳي. ۽ جڏهن کاڌي جو سامان اچي وِيو ته سڀني پنهنجي پسند جون شيونِ کڻي پنهنجي پليٽن ۾ رکيون.

”توکي ڊيميز نه ٿو وڻي، تنهنجي پنهنجي پسند آهي.“ منظور نديم کي چيو ته ”پر تو ڊيميز جي نئين ڪيسٽ نه ٻڌي آهي. ڪڏهن ٽائيم ڪڍي سگهين ته مون وٽ اچجان، مان توکيِ اها ڪيسٽ ٻڌائيندس، سندس سانگس Lovely love de parisc, can't say how much I love you & action lady توکي ضرور وڻندا.“

”ڊيميز مون کي وڻي ڪونه“، نديم چيو، ”پر تو چيو آهي ٻڌندسِ، ٿي سگهي ٿو ڪي سانگس چڱا ڳايا هجنس.- پر ها، منظور، ڊيميز جو ويجهڙائي ۾ هڪڙو سانگ Love me Love me ٻڌو هو. اهو مڙئي چڱو هو.>

”ڇڏ يار.“ منظور کلندي چيو،”اهو شايد توکي انهيءَ ڪري وڻيو هوندو، جو انهيءَ جو ڪاپي گانو آر- ڊي - برمن جو پارٽي فلم شعلي.... جو محبوبه او محبوبه ٻڌو هوندو. آر – ڊي- برمن سيم ٽو سيم ڪاپي ڪئي آهي.“

”ٿي سگهي ٿو“ نديم کلها مٿي چاڙهيندي چيو. پوءِ روزيءَ کان پڇيائين ”روزيءَ تو ڊيميز کي ٻڌو آهي؟“

منظور روزيءَ ڏانهن ڏٺو روزي چيو ”No, No“. منظور روزي کي حيرت سان تڪڻ لڳو. پر روزي بي پرواهيءَ سان کائيندي رهي. منظور

کی اها پڪ هئي تہ اڄ جهڙي زوردار طريقي سان نديم ڊيميز کي ناپسند ڪري رهيو آهي ڪجهہ ڏينهن ڪانپوءِ پوري شدت سان ڊيميز جي تعريف ڪندو، چاڪاڻ تہ جيئن هو روز نئين گرل فرينڊ سان هوندو آهي، تيئن singers بہ بدلائيندو رهندو آهي. بلڪل ائين، جيئن جلدي جلدي ڪارون متاثيندو رهي ٿو.

"مونکي ايلوس پرسلي.... وڻندو آهي." نديم چيو.

"ايلوس!" منظور کان ذري گهٽ رڙ نڪري وئي. " پر نديم ايلوس جو وقت گذري ويو. جيئن هو پاڻ گذاري ويو. ها هڪڙو وقت هو هن جا گانا ٽاپ تي هئا. انهيءَ وقت هن جي اسٽائيل ۾ نواڻ هئي، پر هاڻ اها اولڊ ٿي وئي آهي. انهيءَ کان پوءِ گهڻي ترقي ٿي آهي. شايد توکي ايلوس انهي ڪري وڻڻ لڳو آهي، جو هو ويجهڙائي ۾ مري ويو آهي ۽ بي بي سي ان تي هڪ وڏو پروگرام پيش ڪيو هو."

"نہ نہ، اها ڳالهہ ڪانهي." ٿوري دير ماٺ رهي، موضوع متاثڻ لاءِ روزيءَ کان پڇيائين، "چو روزي، تون ماٺ ڪيو ويٺي آهين. بور پئي ٿئين ڇا؟"

"نہ مان توهان جون ڳالهيون پئي ٻڌان"

"خالي اسان جون ڳالهيون چو پئي ٻڌين تون بہ participate ڪر نہ."

روزي جي جواب کان اڳ منظور چيو "شايد مان ڪباب ۾ هڏي هجان."

روزيءَ جي بدران جواب نديم ڏنو "خير اهڙي تہ ڳالهہ ڪانهي."

پر منظور کي خبر هئي تہ ڳالهہ اها هئي. روزي جيڪا ائين خاموش خاموش، بيزار ويٺي هئي. جنهن سان ڪجهہ وقت اڳ نديم منظور جو تعارف ڪرايو هو، انهي روزي کي منظور نديم کان گهڻو اڳ سڃاڻي. پر نديم کي اها خبر نہ هئي. شايد ئي منظور جي ڪنهن دوست کي خبر هجي، چاڪاڻ تہ منظور عام جڳهين تي گهٽ وٺي ويو هوس.

منظور پنهنجي ماءُ پيءُ جو هڪڙو ئي پٽ هو. دولت جي وٽس ڪمي نہ هئي. مائٽ ڳوٺ ۾ رهندا هئس ۽ پاڻ اڪيلو ڪراچيءَ واري بنگلي ۾ رهندو هو. سڄو بنگلو هو سڄي ڪار هئي، ڪيترائي ڪارن بنگلن وارا سندس دوست بڻجي ويا. فطرتي طور تہ منظور اڪيلائي پسند هو پر

دوستن جي ڇوڪرن تي ساڻن مختلف جاين تي ويندو رهندو هو. ۽ سندس دوست هميشہ اهڙين جاين تي ويندا هئا، جتي گوڙ گهمسان، هل هنگاما هوندا هئا. منظور کي اهو سڀ ڪجهہ نہ وڻندو هو پر ڪڏهن ڪڏهن ساڻ ڏيندو هون. ڪن سان سندن گرل فرينڊز بہ هونديون هيون.

منظور وٽ اهو سڀ ڪجهہ هو، جيڪو هڪ گرل فرينڊ لاءِ ڪافي هو. تنهن ڪري ڪيتريون منظور جي اردگرد ڦرڻ لڳيون. ڪن سان منظور شامون ۽ راتيون گذاريون، پر منظور محسوس ڪيو تہ اهي گرل تہ آهن، پر فرينڊ نہ. هن کي جنهن گرل فرينڊ جي ضرورت هئي، اهڙي ڪا هڪ بہ نہ هئي. هن چاهيو تہ گرل فرينڊ واقعي سندس فرينڊ هجن. آئيڊيل فرينڊ. جهڙي سوچ، جهڙي پسند، هن جي آهي تهڙي هن جي بہ هجي.

ڪجهہ عرصو اڳ، منظور جي هڪ دوست ڪانئس پڇيو هو "تو مہ جبين قزلباش کي ٽي.وي؞ تي ڳائيندي ڏٺو آهي؟"

"مان ٽي.وي ڏسندو ئي نہ آهيان. ٽي.وي بہ ڪا ڏسڻ جي شيءِ آهي."

"تون مهرباني ڪري مهجبين کي ٻڌ، توکي وڻندي."

هڪ ڏينهن منظور گهر ۾ ويٺو هو. نہ چاڻ چو کيس بوريت پي ٿي. ڪارڻ جي کيس بہ خبر نہ هئي، سوچيائين: ٽي.وي کولجي، پلي تہ ڪجهہ وڏيڪ بور ٿجي. ٻارن لاءِ ڪا فلم هلي رهي هئي. جڏهن اها ختم ٿي تہ هڪڙي نغمي ٻڌڻ لاءِ چيو ويو. اهو نغمو مهجبين قزلباش جو هو. منظور مهجبين جو گانو نہ ٻڌو، پر سندس گوڏن تي رکيل هٿن کي تڪيندو رهيو. هن جا هٿ هيرن وانگر جرڪيا ٿي، آڱريون اهڙيون سهڻيون، اهڙيون پياريون هيون جي بي اختيار چمڻ تي دل ٿي ٿيس. هوش تڏهن آيس، جڏهن نغمو ختم ٿيو. پر ٿوري دير ڪانپوءِ هڪ اشتهار جي ڇوڪريءَ هن کي ڇرڪائي وڌو. هوءَ اهڙي هئي، جنهن جهڙيءَ جو منظور سدائين تصور ڪندو رهيو هو ۽ انهيءَ وقت تہ ڏاڍو بي چين ٿيو جڏهن سندس هٿن تي نظر پيس. هن جا هٿ مہ جبين جي هٿن کان بہ سهڻا هئا. منظور سوچيو: هن ڇوڪريءَ سان ڪيئن ملجي؟ اها اهڙي آهي، جنهنجي مونکي تمنا آهي. پوءِ اوچتو سندس ذهن ۾ هڪ ترڪيب سُجهي آئي، جيڪا هن ڪنهن دوست کان ٻڌي هئي. هن يڪدم ٽي. وي اسٽيشن فون ڪئي، ۽ ليڊي رسيپشنسٽ کان پڇيائين، "محترمہ هينئر

ٿوٽ پيسٽ جي اشتهار لاءِ فلم ۾ جيڪا ڇوڪري هئي، ڇا اوهين مهرباني ڪري انهيءَ جو نالو ٻڌائي سگهندا." رسيپشنسٽ رڪائيءَ سان پڇيو "اوهين ڇو پيا پڇو" منظور پهرين ته منجهي پيو. پوءِ جواب ڏنائين، "مان پنهنجي فرم جي اشتهاري فلم لاءِ هن کي سائن ڪرڻ ٿو گهران." "اڇا ترسو." ٻئي طرفان جواب مليو. منظور جي جواب مان هوءَ شايد مطمئن ٿي ويئي هئي. ٿوري دير ڪانپوءِ هن جواب ڏنو "هنجو نالو روزي آهي."

"محترم، اوهين گائيڊ ڪري سگهندا ته مان ساڻس ڪٿي ڪانٽيڪٽ ڪريان؟" منظور پڇيو.

ٿوري دير ٻئي پاسي خاموشي رهي. پوءِ جواب ڏنائين، "اتفاق سان روزي هتي ئي آهي. اوهين چاهيو ته ساڻس فون تي ڳالهائي سگهو ٿا."

۽ ٿوري دير ڪانپوءِ منظور جي ڪار ٽي. وي اسٽيشن ڏانهن ڊوڙي رهي هئي. روزي ساڻس هينئر ئي ملڻ تي آمادگي ظاهر ڪئي هئي. ٽي. وي اسٽيشن پهچي منظور گاڏي پارڪ ڪئي ۽ ذري گهٽ ڊوڙندو ٽي. وي اسٽيشن اندر گهڙيو. رسپشن تي پنهنجو نالو ٻڌايائين رسيپشنسٽ ڪنهن کي فون ڪري منظور جي اچڻ جو ٻڌايو. ۽ پوءِ کيس ويٽنگ روم ۾ ويهڻ لاءِ چيو.

ٿوري دير ڪانپوءِ روزي ويٽنگ روم ۾ آئي. منظور ڪجهه دير اڳ کيس ٽي.ويءَ جي اسڪرين تي ڏسي چڪو هو. پر جيڪا روزي سندس اڳيان بيٺي هئي، اها ٽي. ويءَ واري روزيءَ کان گهٽي سهٽي هئي. منظور اٿي ساڻس پنهنجو تعارف ڪرايو.

"oh, hello" هن منظور سان هٿ ملايو. ڪيتري دير منظور هن جو نرم ۽ ريشم جهڙو هٿ جهلي کيس ڏسندي رهيو. روزي مُرڪي رهي هئي. منظور کانئس پڇيو "اوهين هتي ئي ڳالهائڻ پسند ڪندا، يا ڪيڏانهن ٻاهر هلون؟"

هن ڪجهه دير سوچيو، پوءِ ڪنڌ کي جهٽڪو ڏيندي چيائين، "يلي هلو."

....

ويٽر سيئي شيون آڻي ميز تي رکيون، ۽ جڳ سان گلاسن ۾ پاڻي اوتي "پيو ڪجهه" پڇي ۽ جواب ۾ "پوءِ چئبو" ٻڌي هليو ويو. ڪجهه دير

خاموشي رهي. ۽ پوءِ نديم چيو "ها منظور رات يارهين وڳي بي بي سي ڪلف singer ۾ ڏاڍي آدم جي زماني جي Top of this weekتان رڪارڊ جو نئون گانو آيو هو." چڪن تڪي مان ٻوٽي پٽيندي چيائين، "مونکي سمجهه ۾ نٿو اچي ته اڃا به اهڙا بيوقوف آهن جو ٽينا، مڪري، نيل ڊائمنڊ جي دؤر ۾ ڪلف کي پسند ڪندا آهن." نديم طنزيه انداز ۾ اها ڳالهه ڪئي هئي. ڪيس خبر هئي ته منظور کي ڪلف وڻندو آهي. پر منظور طنز کي نظر انداز ڪندي چيو "مسٽر نديم،" ۽ پوءِ روزي کي ڏسندي چيائين: "پسند ڪندا آهن." روزي جون نظرون منظور سان مليون، ۽ گهڙي کن هوءَ منظور کي تڪيندي رهي ۽ پوءِ نظرون جهڪائي ڇڏيائين. نديم چيو "ڪمال آهي تو کي اڃا تائين ڪلف وڻي ٿو."

منظور مرڪندي پڇيو "توکي جيڪڏهن ايلوس وڻي ٿو ته پوءِ توکي تعجب نه ٿيڻ گهرجي ته مونکي ڪلف وڻي ٿو."

...

"منظور مان تنهنجي لاءِ هڪ تحفو وٺي آئي آهيان،" روزي ڊرائنگ روم ۾ گهڙندي، رڙ ڪندي چيو.

"اڇا!" منظور خوشيءَ منجهان چيو. "اڄ منهنجو فرض تو ادا ڪيو."

روزي ڪاوڙجي پيئي. سندس هٿ، ڪليل پرس مان ٻاهر نڪري آيو. تحفو اندر رهجي ويو. ۽ پرس بند ٿي ويو. روزي پريان صوفي تي ويهي رهي. منظور وٽس وڃي ويو. "ناراض ٿي وئين، روزي."

"نه. مونکي احساس، جذبا، ذهن ڪجهه به ڪونهي. مان ڀلا ڪيئن ناراض ٿي سگهان ٿي."

"معنيٰ سيريس آهين." منظور سندس پرسان صوفي تي ويهي رهيو ۽ هٿ وڌائي پرس ڪڍڻ چاهيائين.

"ڏيکار هڪڙو تحفو آهي؟"

روزي هنجو هٿ پرس مان ڇڏائي، هٿ کي پري ڌڪي ڇڏيو. منظور روزيءَ جي گلابي ٻانهن، جيڪا ڪٽ سليوز بلائوز ڪري ننگي هئي، تي پنهجا چپ رکي ڇڏيا. "ناراض آهين؟" منظور سندس نرم هٿ پنهنجي هٿن ۾ جهليو ۽ چيائين، "تنهنجي لاءِ دنيا ۾ سڀ کان انمول تحفو تنهنجا سهڻا هٿ آهن." ۽ چپ سندس هٿن تي رکي ڇڏيائين. "ڀلي تون پنهنجو تحفو پاڻ وٽ رک. جڏهن ڏيڻ تي دل نٿي ٿيئي ته آندئي ڇو." ٻئي لمحي

روزي پرس کولي، هڪ ڪئسٽ ڪڍي ڏڪ هڻڻ جي انداز سان منظور جي هٿن ۾ ڦٽي ڪئي. منظور جي وات مان "شو" جو آواز نڪري ويو "تحفي ڏيڻ جي انهيءَ انداز لاءِ مهرباني، بهتر اهو هو ته اها ڪئسٽ اُڇلائي منهنجي مٿي ۾ هڻين ها." روزي ڪلي ڏنو ۽ ڪلڻ سان روزي جي ڪاوڙ به لهي ويئي. منظور ڪئسٽ ڏٺي. ڪلف رچرڊ جا نوان گانا هئا. "واه." منظور خوشيءَ مان رڙ ڪئي. "روزي ڪاش مان خدا کان ٻيو ڪجھ گھران ها."

"مثال طور؟"

"توکي." منظور جواب ڏنو.

"مان توکي حاصل آهيان."

"نه ڪاش مان توکي حاصل ڪري سگهان ها."

"چريو آهين."

"ها، تو واقعي چريو ڪري ڇڏيو آهي."

"چڱو چڱو. انهيءَ کان اڳ جو تون بلڪل چريو ٿين، ڪئسٽ چاڙهه ته ڪلف کي ٻڌون. مون ڪيترن ڏينهن کان ڪلف جي نئين ڪئسٽ پئي ڳولهي. مَس مَس اڄ ملي آهي."

...

"ٻيو ڪجھ ويٽر پڇيو. منظور اڳ روزي ۽ پوءِ نديم کان پڇيو. روزي چاڪليٽ آئسڪريم لاءِ چيو نديم ملڪ شيڪ. منظور کي چاڪليٽ آئسڪريم وڻندي هئي. پر خواهش جي باوجود به اها نه گهرائي پنهنجي لاءِ ڪوڪا ڪولا گهرايائين. ويٽر جوتا ٽانوَ ۽ مروٽيل نئپڪن ڪٽي ويو. روزي ٽوٽ پڪ سان ڏندن ۾ ڦاٿل گوشت جي ذرن کي ڪيڻ لڳي. نديم هڪ ٽوٽ پڪ ڪنئي، هنکي بنا ڏسڻ جي پيچي ڇڏيائين، ۽ پوءِ ٻي ڪڍيائين ۽ انهيءَ کي به پيچي ڇڏيائين. ۽ پوءِ ٽئين به. منظور کلي پڇيو "ڪنهن تي ڪاوڙ اٿئي، جيڪا انهن تي پيو لاهين." هن ٽوٽ پڪس جي پيگل ٽڪرن ڏانهن اشارو ڪيو.

نديم پيگل ٽوٽ پڪس ڏانهن ڏٺو ۽ يڪدم چيائين، Oh, no ائين ئي بيخياليءَ ۾ پيچي پئيون." نديم پيگل ٽڪر ڪٽي هيٺ اُڇلايا ۽ مظور کان پڇيائين، "تو پاسيڊن ايڊوينچر ڏٺي. مونکي ڏاڍي وڻي."

"ها، ڏٺي اٿم. پر مونکي ته ڪانه وڻي."

"ڇو؟" نديم حيران ٿيندي پڇيو.
"ٿوري ڦير گهير سان، انهيءَ موضوع تي Towering Inferno وڏيڪ چڱي فلم هئي. ڏاڍي ساراهه هئي. بيسٽ ڊائريڪشن جو ايوارڊ به مليو اٿس، پر مونکي ته نه وڻي."
منظور مُرڪندي چيو "۽ مونکي وڻي."
"خاص ڳالهه ڪهڙي آهي."
"Presentation تمام سٺي آهي."
"تنهن جي معنيٰ ته تنهنجي ۽ منهنجي پسند ۾ وڏو فرق آهي."

...

"تنهنجي ۽ منهنجي پسند هڪ جهڙي آهي." روزيءَ منظور جي ڪلهي تي پنهنجو ڪنڌ لاڙي ڇڏيو.
"ها، ڪنهن حد تائين. جيڪڏهن ايتري حد تائين به نه هجي ها ته پوءِ ڏاڍي ڏکيائي ٿئي ها." روزيءَ سندس ڳالهه ٻڌي اڻ ٻڌي ڪندي چيو. ته "پر منظور وليم ائلر ته ڪاسٽيوم فلمون ٺاهيندو آهي.ڪليڪٽر جهڙي فلم ڪيئن ٺاهيائين؟"
"هو ڪو پاڪستاني فلم ڊائريڪٽر ڪونهي جو هڪڙي ئي موضوع تي فلمون ٺاهيندو رهي."
"مون کي End ۾ اها ڳالهه ڏاڍي وڻي ته هو وري ڇوڪرين جي شڪار لاءِ نڪرندو آهي. تنهنجو ڇا خيال آهي؟" منظور ڪجهه دير روزيءَ کي ڏسندو رهيو پوءِ چيائين. "نه ڄاڻ مونکي اِها ڳالهه ڇو نه وڻي. شايد مان انهيءَ نظريي جو ناهيان ته تون نه سهي ٻي سهي."
"پر مونکي ته اينڊ وڻيو" روزي پنهنجو ڪنڌ منظور جي ڪلهي تان هٽائي، صوفي تي آهلجي پيئي.
"پنهنجي پنهنجي پسند آهي."
روزيءَ کو جواب نه ڏنو ڪجهه دير تائين پيئي رهي ۽ پوءِ اُٿي ڪئسٽ ڏسڻ لڳي ۽ پوءِ هڪ ڪئسٽ پسند ڪري ٽيپ رڪارڊ ۾ وجهي، بٽڻ آن ڪيائين. ڪجهه گهڙين ڪانپوءِ ٽينا چارلس جو مَڌ ڀريو آواز گونجڻ لڳو:
When I am alone...I test the essence of your kiss
منظور کي ائين ته ٽينا جا گهٽي پاڳي سپئي گانا ڏاڍا وڻندا هئا، پر

خاص ڪري اهو ڏاڍو پسند هو. ۽ جنهن مهل اڪيلو هوندو هو ۽ روزي ياد ايندي هئس تہ اهو گانو ٻڌندو هو. منظور بہ ڪشن ڪٽي قالين تي ليٽي پيو. روزي ميز تان لائيٽر کنيو سگريٽ دکائي، لائيٽر ميز تي رکي، منظور جي مٿان ليٽي پئي. روزي سگريٽ مان ڏگهو ڪش هنيو ۽ پوءِ سارو دونهون منظور جي منهن تي اڇلائي چڙيائين. منظور جي منهن تي هلڪي ناگواري ڦهلجي ويئي. هن اکيون بند ڪري چڙيون ۽ ڦوڪون ڏيئي، دونهي کي هٽائڻ لڳو. روزي کلڻ لڳي ۽ پوءِ منظور جي هٿ مان ڪتاب ڦري ورتائين ۽ ڪتاب جي ٽائيٽل کي ڏسي چيائين:

"It is not best_seller"

منظور سندس هٿ مان ڪتاب وٺندي چيو:

"It is not necessary that every best seller is best book."

"تہ پوءِ اهو بيسٽ سيلر ڇو هوندو آهي." روزيءَ جي آواز ۾ بہ طنز هئي.

"شايد تي ايس ايليٽ جي چوٽي آهي تہ جيڪو ليکڪ پنهنجي دور ۾ تمام گهڻو مقبول ٿي وڃي انهيءَ لاءِ اِهو ضروري ڪونهي تہ واقعي هو چڱو لکندو هجي. ٿي سگهي ٿو هن وٽ ڪا نئين ڳالھ نہ هجي، عاميانہ ڳالھ هجي ۽ جيڪو ليکڪ پنهنجي دور ۾ مقبول نہ هجي. انهيءَ لاءِ ضرور ڪونهي تہ اُهو چڱو نہ لکندو هجي. اهو بہ ٿي سگهي ٿو تہ اُهو نئين ڳالھ ڪندو هجي. جنهنڪري بيسٽ سيلر بڪ انهيءَ ڳالھ جي ضمانت ڪونهي تہ هر بيسٽ سيلر، بيسٽ بہ هوندو. مون ڪيترا Trash بيسٽ سيلر پڙهيا آهن."

"خير، مان تہ فقط بيسٽ سيلر پڙهندي آهيان. مون کي تہ ڏاڍا وڻندا آهن." منظور جواب نہ ڏنو. پوءِ اوچتو روزيءَ سوال ڪيو "تون سگريٽ ڇو نٿو پيئن؟" روزي پنهنجو مٿو منظور جي ڇاتيءَ تي رکيو.

"اهو سوال اهڙو آهي"، منظور چيو "جيئن مان تو کان پڇان تہ تون سگريٽ ڇو ٿي پئين؟"

"انهيءَ ڪري، جو مونکي وڻندا آهن."

منظور روزيءَ جي وارن ۾ آڱريون ڦيرائيندي چيو "بلڪل اهڙيءَ ريت، مونکي سگريٽ نہ وڻندا آهن."

"پر تون مونکي تہ سگريٽ ڇڪڻ کان نہ روڪيندو آهين،" روزيءَ چيو.

"مان شخصي آزاديءَ ۾ يقين رکان ٿو. ٻين جي شخصي آزاديءَ ۾ ايستائين دخل نہ ڏيندو آهيان، جيستائين مقصد منهجي دل آزاري ڪرڻ نہ هوندو آهي. يا اهڙي شخصي آزاديءَ جي مخالفت ڪندو آهيان، جنهن مان منهنجي عزت کي خطرو هجي."

"تڏهن ڇا ڪندو آهين؟" روزيءَ پاسو ورائي، پنهنجو منهن منظور جي ڇاتيءَ تي رکي ڇڏيو ۽ آڱر سان منظور جي ڇاتيءَ تي گول گول دائرا ٺاهڻ لڳي ۽ وري چيائين، "تہ پوءِ ڇا ڪندو آهين؟."

"انهيءَ ڪم ڪرڻ کان منع ڪندو آهيان."

"۽ اڳلو نہ مڃي تہ؟" روزي شرارت منجهان پڇيو.

"تہ پوءِ قطع تعلقات کان بہ ڪونہ لهرايان." روزي ڪجھہ دير خاموش رهي، وري پڇيائين، "توکي منهنجو سگريٽ ڇڪڻ نہ وڻندو آهي؟ خاص ڪري عورتن جو سگريٽ ڇڪڻ ڏاڍو عجيب لڳندو اٿم."

...

روزي سگريٽ جو دونهون وات مان زور سان ڪڍيو. دونهون منظور جي منهن ڏانهن هليو آيو ڇو تہ هو روزي جي سامهون ويٺو هو. منظور ڦوڪ سان دونهون هٽايو ۽ بي اختيار سندس نظرون روزي ڏانهن کڄي ويون. روزي بہ کيس ڏسي رهي هئي. منظور کي پاڻ ڏانهن ڏسندي ڏٺائين تہ ڀئي پاسي ويٺلن کي ڏسڻ لڳي. منظور نديم ڏانهن ڏٺو. نديم مرڪي رهيو هو منظور بہ مُرڪي ڏنو. نديم چيو "تون بہ عجيب ماڻهو آهين. نہ سگريٽ ڇڪين، نہ وسڪي پيئن، نہ پان کائين." پوءِ ڪلها مٿي چاڙهي چيائين، "ڪيئن ٿو زنده رهين؟"

"بهرحال اها حقيقت آهي تہ مان انهن شين کانسواءِ زنده آهيان. انهيءَ ڪري ضروري ڪونهي تہ اهي شيون ضرور استعمال ڪجن."

"تون لائيف انجواءِ نٿو ڪرين؟" نديم چيو.

"اهو ضروري تہ ڪونهي لائف انجواءِ ڪرڻ لاءِ اُهي طريقا اختيار ڪجن، جيڪي عام طور تي استعمال ڪيا پيا وڃن. ڪو ڪيئن ٿو انجواءِ ڪري، ڪو ڪيئن." منظور جواب ڏنو.

"روزي تنهنجو ڪهڙو خيال آهي؟" نديم پڇيو. روزي سگريٽ جو

دونهون منظور ڏانهن اُڇلايو ۽ هڪ نظر منظور تي وڌائين، ۽ هڪ آڱر ٻئي هٿ جي آڱر تي ڦيريندي چيائين، ”جيڪو سيني سان گڏ نہ هلندو، اهو اڪيلو رهجي ويندو.“

...

”تون سدائين انهن اڪيلين جاين تي ڇو وٺي ايندو آهين.“ روزي چيو.

”هتي اڪيلائپ ڪٿي آهي. مان آهيان، تون آهين، پنهنجيون ڳالهيون آهن، پڏندڙ سج آهي، ڪنارن سان ٽڪرائيجندڙ ڇوليون آهن، ڇولين جو گوڙ آهي، فرحت ڏيندڙ هوا آهي.“ منظور يڪ ساهي ايتريون ڳالهيون چئي ويو. ۽ پوءِ مُرڪي روزي کي پنهنجي ڀاڪر ۾ قابو ڪري زور ڏنائين.

”مونکي اهڙي ماحول کان ڊپ ٿو لڳي، جتي فقط تون ۽ مان هجون. ۽ ٻيو ڪو بہ نہ هجي.“

”ڇا، مون کان ڊپُ ٿو لڳئي؟“

”تو کان ڊپ لڳي ها تہ مان تو وٽ سارو سارو ڏينهن ڇو هجان ها. راتيون تو وٽ ڇو گذاريان ها. پرائين چرين وانگر اڪيلي جاين تي، ويرانن ۾، سمنڊ جي ڪناري تي، باغن جي ڪنڊن ۾ ويهڻ مونکي نہ وڻندو آهي. هوٽلن ۾ هلندين تہ بہ سدائين اونداهين ڪنڊن ۾.“ منظور جو ڀاڪر ڍور ٿي ويو. پوءِ هن ٻانهون ڇڪي ورتيون ۽ پري، سمنڊ ۾ بيٺل جهاز کي ڏسڻ لڳو.

”توکي ماڻهن کان ڊپ ٿو لڳي ڇا؟ تون آخر ماڻهن جي وچ ۾ ويهڻ کان ڇو ٿو لهرائين. ڇو نٿو هارس شو ياسين، شيزان، ومپي جهڙي ريسٽارنٽ ۾ هلي ويهين. زندگيءَ جو اصلي لطف تہ اُتي آهي. هتي ڇا آهي.“

”تو کي اِهي نظارا نٿا وڻن؟“ منظور سمنڊ تي اُڏامندڙ اڇن پکين کي ڏسندي پڇيو.

”اهڙا نظارا منهنجي گهر ۾ ٽنگيل ڪئلينڊر ۾ بہ آهن. مان ننڍي هوندي کان اهي نظارا ۽ انهن سان ملندڙ جلندڙ نظارا ڏسي ڏسي اُڪتائجي ويئي آهيان.“

ڪجهہ دير خاموشي رهي، پوءِ منظور چيو ”هل هارس شو هلون.“

"Oh, good" ، روزي خوشيءَ ۾ رڙ ڪندي چيو ۽ ڊوڙندي پريان بيٺل ڪار ۾ وڃي چڙهي. منظور ٽڪل ٽڪل قدمن سان هلندو اچي ڪار ۾ ويٺو. ۽ ڪار اسٽارٽ ڪيائين. ڪار ڪلفٽن ڇڏي تيزيءَ سان اڳيان وڌي رهي هئي. ڪلفٽن برج پار ڪري، فريئر هال، ميٽروپول ۽ پيلس وٽان لنگهي، اچي مهراڻ هوٽل جي ڪراسنگ وٽ بيٺي. ۽ جيئن اتان رستو مليو تہ تيزيءَ سان شاهہ فيصل روڊ تي ڊوڙڻ لڳي. سڄو رستو اچي مرڪيوري بلبن جي روشنيءَ ۾ وهنتل هو. پورو وقت منظور ۽ روزي ماٺ رهيا هئا. ڪار نرسري وٽان اڳيان ڊوڙي رهي هئي. ٽيپو شهيد روڊ، شاهہ راه لياقت ۽ ٻين ڪيترن طويل رستن پنهنجو وجود اچي شاهہ فيصل روڊ تي وڃائي ڇڏيو. ٽيپو شهيد روڊ ۽ شاهہ راه لياقت جي بدران فقط فيصل روڊ رهجي ويو. منظور "هارس شو" جي در جي ساڄي پاسي ڪار پارڪ ڪئي. ۽ روزيءَ سان گڏ ريسٽارنٽ جون ڏاڪڻيون لهڻ لڳو. اندر گوڙهو آرڪسٽرا وڄي پئي. گهٽيون ميزون پريل هيون. منظور سدائين وراندي جهڙي گولائي ۾، پٽ جي پرسان آخري ميز تي ويهندو هو. جيتوڻيڪ اُها سيٽ اڄ بہ خالي هئي، پر منظور وچ واري ميز تي ويٺو. هارس شو ۾ ايندي ئي روزي جڻ ٽڙي پئي هئي. هلڪي مُرڪ سندس چپن تي ڦهلجي وئي، ۽ اکين ۾ چمڪ اچي ويئي هيس. اردگرد ميزون پريل هيون. ڪي سرگوشيون ڪري رهيا هئا، ڪي زور سان ڳالهائي رهيا هئا. روزي هڪ هڪ کي ائين گهوري رهي هئي، جڻ اهي سڀئي سندس ويجها دوست هجن. ويٽر مينو آڻي اڳيان رکيو ۽ آرڊر نوٽ ڪرڻ لاءِ تيار ٿي بيٺو. منظور مينو روزيءَ جي اڳيان سيري ڇڏيو. آرڊر روزي ڏنو. منظور ڪرسيءَ تي ڪجهہ اُهلجي پيو روزي ٻئي ٻانهون ميز تي اُيڀون رکندي، هٿن جي مٺين تي پنهنجي ڪاڏي رکي منظور ڪي مُرڪي ڏٺو ۽ پوءِ اکيوَن اردگرد گهمائيندي پڇيائين، "منظور، توکي اِهو ماحول نٿو وڻي."

"نہ"، منظور مختصر جواب ڏنو ۽ سڌو ٿي ويٺو.

"ڇو؟" روزيءَ سوال ڪيو.

"انهيءَ ڪري جو هن ماحول مان مونکي بناوت جي بوءِ ايندي آهي، جڻ تہ سڀئي پنهنجي چهرن تي نقاب چاڙهي ويٺا آهن. اهي ماڻهو جيڪي سرگوشيون ڪري رهيا آهن. ۽ جيڪي رڙيون ڪري رهيا آهن. اهي جڻ ٻين جو مذاق اُڏائي رهيا آهن."

"اوه، منظور!، تون تمام پنتي رهجي ويندين، اڪيلو اڪيلو! خبر اٿئي سڀئي توکي قدامت پسند چوندا آهن."

"پلي چون، جديد دؤر جو سڏائڻ لاءِ مان پنهنجي اندر واري کي ماري نٿو سگهان."

"تہ پوءِ تون "اڄ" سان ڪيئن هلي سگهندين."

منظور ٻئي هٿ ميز تي رکي چيو "اڄ" سان هلڻ جو مقصد هرو ڀرو اهو تہ ڪونهي، جو مان اينڊڙ "سياڻي" جو خيال نہ ڪيان. يا گذريل ويل "ڪالھہ"کي وساري ڇڏيان. مان "اڄ" سان ايترو اڳيان نٿو وڃڻ چاهيان جو "سياڻي" مونکي "اڄُ تي پڇتائڻو پوي."

"تہ پوءِ تون تنها رهجي ويندين." روزي جي آواز ۾ طنز نہ، ڏک هو.

"ٺيڪ آهي، پر مان تنهائين کي دور ڪرڻ لا پاڻکي هيٺ نٿو ڪيرائي سگهان."

پوءِ ٻئي خاموش ٿي ويا. ويٽر آرڊر ڏنل شيون ميز تي رکي ويو. ٻئي خاموشيءَ سان کائڻ لڳا. ڪاڏي ڪانپوءِ روزي سگريٽ ڇڪڻ لڳي. منظور جون نظرون روزيءَ جي سهڻن هٿن تي ڄمي ويون. سهڻا هٿ، جيڪي منظور جي ڪمزوري هئا. هٿ، جن منظور کي روزيءَ سان ملڻ تي مجبور ڪيو. منظور جي دل چاهيو تہ هو هٿ وڏائي روزي جا سهڻا ۽ نرم هٿ پنهنجي هٿن ۾ وٺي. بيخياليءَ ۾ منظور پنهنجو هٿ بہ وڌايو. اوچتو روزيءَ سرگوشي ڪندي چيو "Look, how handsome is that fellow!" منظور کي ڌچڪو رسيو. وڌيل هٿ پنتي موٽي آيو. هن جي نظر روزيءَ جي نظرن جو پيڇو ڪيو. روزي هڪ نوجوان کي چرين وانگر تڪي رهي هئي. منظور کي روزيءَ جو اهڙيءَ طرح گهورڻ ناگوار لڳو. هن روزي کي هلڪو سڏ ڪيو پر روزي هن هيڊسم نوجوان کي ڏسڻ ۾ ايڏو تہ محو هئي جو هن منظور جو سڏ ٻڌو ئي ڪونہ. منظور ٻئي دفعي ڪجھہ زور سان سڏ ڪيو. روزي ڇرڪ ڀري منظور کي ڏٺو. پرسان واري ميز تي ويٺلن مان بہ ڪن مڙي هنن ڏانهن ڏٺو. منظور نرم لهجي ۾ آهستي آواز ۾ چيو "روزي، ائين چرين وانگر ڏسڻ جي ڪهڙي تُڪ آهي."

"ڏسڻ ڏوھہ تہ ڪونهي،" روزيُ بي پرواهيءَ سانِ چيو. منظور ماٺ تي ويو. آرڪسٽرا تي Silver Convention جي ڌن fly, robin,Fly وڄي'رهي هئي، sمنظور بل گهرايو بل ۽ ٽپ جا پيسا پليٽ ۾ رکي اُٿيو.

روزي حيرت سان منظور کي تڪڻ لڳي. "ايڏو جلد! هينئر تہ سڄيون ڏنون وڃائڻ شروع ڪيون اٿن. ڪجھ دير ويهون ٿا." روزيءَ جون اکيون انهيءَ حسين نوجوان ۾ کُتل هيون.

"مون بل ڏيئي ڇڏيو آهي." منظور ناگواريءَ سان چيو.

"تہ پوءِ ڇا ٿيو؟" روزيءَ بي پرواهيءَ سان چيو.

"بل مون پاڻ گهرايو هو. هاڻ ويهڻ مناسب ڪونهي."

روزي ڪاوڙ ۾ منظور کي ڏٺو ۽ پرس کڻي اُٿي. ۽ انهيءَ وقت منظور حيران ٿي ويو جڏهن روزي انهيءَ حسين نوجوان وٽان لنگهندي هن وٽ بيهي رهي، ۽ جهڪي چيائين، "Your are so handsome!"

"Thanks for your compliments." نوجوان مُرڪي چيو. ساٽس ويئل ڇوڪريءَ جي چهري تي ڪيترا رنگ آيا ۽ ويا. روزيءَ کلندي منظور سان باهر نڪري آئي. منظور کي ائين محسوس ٿيو تہ هن جي اندر ۾ ڪجھ ڀڄي پيو آهي.

...

ويٽر وڊيڪ آڊر لاءِ پڇيو. منظور اڳ ۾ روزيءَ کان، ۽ پوءِ نديم کان پڇيو ٻنهي وڊيڪ ڪنهن شيءِ گهرائڻ کان انڪار ڪيو. تڏهن منظور ويٽر کي بل آڻڻ لاءِ چيو. نديم چيو "منظور روزي ڪجھ وقت اڳ تي وي جي ڪيترن ئي اشتهارن ۾ ڪم ڪري چڪي آهي. تو ڏٺو هو ڪيس؟"

"اڇا." منظور نديم جو سوال نظر انداز ڪندي رڳو "اڇا" تي زور ڏنو. روزيءَ منظور ڏانهن ڏٺو. منظور بہ ڪيس ڏسي رهيو هو. روزي ٻئي پاسي ڏسڻ لڳي. منظور جون نظرون روزي جي سهڻن هٿن تي ڄمي ويون. اُهي هٿ، جيڪي ڪڏهن سڄو سڄو ڏينهن، سڄي سڄي رات سندس هٿن ۾ هوندا هئا.

...

"تون ناراض آهين ڇا؟" روزي پڇيو.

"نہ." منظور مختصر جواب ڏنو.

"پوءِ ٻئي پاسي منهن ڪري ڇو پيو آهين؟"

منظور روزيءَ ڏانهن پاسو ورايو. روزي پنهنجي جسم جو سمورو بار منظور جي مٿان وجهي ڇڏيو. "تون ڪجھ ڏينهن کان خاموش آهين. ڇا

ڳالهه آهي؟"

"ڪجهه به نه." منظور جواب ڏنو.

"نه ڪجهه ته آهي. تون اڳ ۾ ته ڏاڍو خوش هوندو هئين، ڪلندو هئين، ڳالهائيندو هئين. تو ته ڪيترن ڏينهن ڪان پنهنجي پسند جا songs به نه ٻڌا آهن. ٽينا ۽ ڊايانا روز جون نيون ڪئسٽون آنديون اٿئي ته اُهي به نه وڄايون اٿئي. مان ٿي وڄايان." روزي اُٿڻ لڳي، پر منظور سندس هٿ جهلي پاڻ ڏانهن ڇڪي ورتس.

"رهڻ ڏي. گانا ٻڌڻ تي دل نٿي چاهي."

"پوءِ ڇا ڪرڻ تي دل ٿي ٿيئي؟" روزيءَ پڇيو.

"توکي حاصل ڪرڻ تي."

روزيءَ ٽهڪ ڏنو. "مون پنهنجي پاڻکي، پنهنجي جسم کي، تنهنجي آڏو پيش ڪيو آهي، توکي ٻيو ڇا گهرجي؟"

"پنهنجي پاڻ کي نه. فقط پنهنجي جسم کي. ۽ سڀ ڪجهه جسم ئي ته ڪونهي، مان چاهيان ٿو اسانجي سوچ ساڳي هجي، اسانجي پسند ساڳي هجي. مطلب ته ذهني هم آهنگي هجي."

روزي پنهنجو هٿ منظور جي هٿ مان ڇڏائيندي چيو. "ائين ڇو نٿو چئين ته جيڪو ڪجهه تون چاهين ٿو مان بلڪل ائين ڪريان. ٻڌ، منظور ذهني هم آهنگي ڪا اهڙي شيءِ ڪانهي، جهنکي ٺاهي وڃجي. مان تو کي پسند ڪريان ٿي. تون مونکي پسند ڪرين ٿو. فلمن ۽ گانن ۾ پنهنجي پسند ڪافي حد تائين ساڳي آهي. رنگن ۾ پنهنجي پسند گهڻي مختلف ڪانهي. باقي تون چاهين ٿو ته مان هر اُهو ڪم ڪريان، فقط اها شيءِ پسند ڪريان جيڪا تون چاهين ٿو. ته شايد مان ائين نه ڪري سگهان."

...

ويٽر بل سامهون رکيو. نديم هٿ وڌايو پر منظور بل کڻي ورتو بل ڏسي سؤ رپئي جو نوٽ پليٽ ۾ وڌو ۽ ٻچيل پيسن جي موٽي اچڻ جو انتظار ڪرڻ لڳو. روزي سگريٽ جو پئڪيٽ ۽ لائيٽر پرس ۾ وڌو. نديم چيو "منظور سپاٽي لنچ مون سان ڪر."

منظور چيو "سپاٽي مان بزي آهيان."

...

"بزي بزي بزي. مان تہ اهي لفظ ٻڌي ٻڌي ٿڪجي پئي آهيان. اڳ ۾ سمنڊ جي ڪنارن ۽ باغن جي ڪنڊن ۾ هلي ويهندو هئين. ۽ هاڻ سڄو ڏينهن گهر ۾ پاڻ بہ ويٺو آهين. ۽ مون کي بہ ويهاري ويٺو آهين. جڏهن بہ توکي ڪيڏانهن هلڻ لاءِ چوندي آهيان تہ توکي ڪو نہ ڪو ڪم ياد پئجيو وڃي،" روزي ڪاوڙ ۾ چيو.

"چيم نہ هينئر نہ" منظور ڪاوڙ ۾ رڙ ڪندي چيو. روزي چپ ٿي ويئي. جڏهن ڪار ڪجهہ اڳيان وڌي تہ روزيءَ سگريٽ ۽ لائيٽر ڪڍيو ۽ سگريٽ دکائي ڪش هڻڻ لڳي. ڪاوڙ ۾ سندس هٿ ڏڪي رهيا هئا.

"ڇا توکي انهيءَ هينڊسم نوجوان تي اڄا خار ٻيٺا آهن. جيڪو هارس شو ۾ مليو هو."

اوچتو منظور پوري طاقت سان بريڪ هنئي. ڪار زور سان چيڪ ڪيو بريڪ لڳڻ جي باوجود ڪار ڪافي اڳتي ڏڪجي وئي. ۽ پٺيان گهڪي جو ڌڪهو پٽو ڇڏي وئي. روزي جو مٿو زور سان وڃي سامهون لڳو. منظور روزيءَ ڏانهن جهڪي در کوليو ۽ روزي کي چيائين، "مهرباني ڪري تون لهي وڃ." روزي ڪجهہ نہ سمجهندي عجب ۾ منظور کي تڪڻ لڳي. منظور وري چيو "مهرباني ڪري لهي وڃ. وڃ پنهنجي حسين نوجوان وٽ. هو ڪراچي جي سيني اوچي درجي جي ريسٽارنٽ ۾ تنهنجو انتظار ڪندو هوندو." روزيءَ جي چهري تي ڪيترائي رنگ آيا ۽ ويا. هوءَ ڪار مان هيٺ لٿي. ۽ پوري طاقت سان دروازي کي بند ڪيائين. دروازو وڏي آواز سان بندٿي ويو. منظور ڪار اسٽارٽ ڪئي. روزي رڙ ڪري چيو "You, son of a bitch" ڪار تيزيءَ سان اڳيان وڌي ويئي.

منظور ٻچيل پيسا ڪنيا ۽ ٽپ جا پيسا پليٽ ۾ وجهي اٿيو. روزي ۽ نديم بہ اُٿيا. منظور روزيءَ لاءِ جاءِ ڇڏي بيٺو.۔ اڳيان روزي، هن جي پٺيان منظور ۽ هنجي پٺيان نديم هو. منظور روزيءَ لاءِ در کوليو روزي ڪانپوءِ نديم نڪتو. ۽ پوءِ منظور. منظور نديم وارن کي سندن ڪار تائين ڇڏڻ آيو. ويندي وقت اڳ ۾ نديم ۽ پوءِ روزيءَ سان هٿ ملايائين. ۽ روزيءَ جي هٿ کي زور ڏيندين چيائين "Wish you good luck". ۽ پوءِ تيزيءَ سان پنهنجي ڪار ڏانهن وڌڻ لڳو. هن اڄا تائين روزي جي هٿن جي نرمي پنهنجي هٿن ۾ محسوس پئي ڪئي.

ڪار اسٽارٽ ڪري فيصل روڊ تي آيو پوءِ ڪار جي اسپيڊ وڌائي ڇڏيائين. ڪار مرڪيوري بلبن جي تيز روشنيءَ ۾ ڊوڙندي پئي وئي.

منظور ٽيپ رڪارڊ آن ڪيو. ٽينا جو آواز گونجڻ لڳو.

You go your way, I go my way,
It's time for a change of heart.



”بند اکين ۾ ڪجهه يادون ، ڪجهه سپنا ! “ مان ڪنيل

# انسان دئيت ۽ ديوتا

رابرٽ گرين انگرسال 1833ع ۾ آمريڪا جي نيويارڪ رياست جي ڊريسڊن شهر ۾ پيدا ٿيو. هو دنيا جي ٻن عظيم شخصيتن ڪارل مارڪس ۽ چارلس ڊارون جو هم عصر هو. جن دنيا جي تاريخ تي اڻ مِٽُ اثر ڇڏيا آهن. انگرسال پاڻ به وهم پرستيءَ جو مخالف هو. جنهن ڪري هو عيسائي مت وارن جي عتاب هيٺ رهيو. هن جا ڪيترائي ڪتاب ڇپيا جن جي ڪري هو انهيءَ دور جي مذهب پرست حلقن جي تنقيد جو نشانو بڻيو ۽ سندس لکڻين تي پابنديون پڙهيون ويون.

موجوده دور ۾ سندس جي فن ۽ فڪر تي منبي ڪتابن جو تشحير جو موقعو تڏهن ني ملي سگهيو آهي جو سندس جي ڪجهه مداحن مختلف ويب سائٽس جوڙي هن جا ڪتاب ۽ لکڻيون انٽرنيٽ تي آن لائن رکيا آهن. جنهن ڪري دنيا هڪ دفعو وري تاريخ جي هن وساريل مفڪر کان واقف ٿيڻ لڳي آهي.

انگر گرين سال جون ڪجهه لکڻيون اهڙين ويب سائٽس تان کڻي انهن کي سنڌي ٻوليءَ جو ويس پهرائي. سنڌي ٻوليءَ جي هڪ ڳهڻ ڳهڙي اوهان تائين پهچائڻ جي ڪوشش آهي ته جيئن اوهان به هن ڏاهي جي ڏاهپ کان واقف ٿي سگهو

انگر گرين سال جي سنڌ ادبي اڪيڊميءَ پاران شائع ڪيل اهڙي ڪتاب ۾ سندس جا جيڪي مضمون شائع ڪيا ويا آهن. انهن مان ”هستيءَ جو پڊرنامو“ ”فن ۽ اخلاقيات“ ”وهم“ ”مرد، عورت ۽ ٻار جي آزادي“ ”انسان ذات جي اصلاح“ ۽ ”والدين لاءِ مشوره“ جهڙا مضمون شامل آهن. جن کي ڊاڪٽر اي.ڪي پنجواڻي صاحب جن سنڌيءَ ٻوليءَ ۾ ترجمو ڪيو ڪري اوهان تائين پهچايو آهي. هي ڪتاب اوهان جي سوچ کي لوچ ڏيڻ ۾ مددگار ثابت ٿيندو. انگر گرين سال سن 1899ع ۾ پورن 66 ورهين جي ڄمار ۾ هي جهان ڇڏي راه رباني ءَ روانو ٿيو.

لڪمي ڪَلاڻي

# ڪاڪ طوئا

وشاڪا کي سمجھہ ۾ نہ ٿي آيو تہ هوءَ پنهنجي ڀاڳ تي کلي يا روئي ؟ هن ساهري گهر ۾ تہ کيس اهو سڀ ڪجھہ حاصل هو جنهن جي هر ڪا ڇوڪري شاديءَ کان اڳ ڪلپنا ڪندي آهي. سندر پتي، ماڊرن ڍنگ سان سجايل ايئر ڪنڊيشن فليٽ، نوڪر چاڪر، گهر ۾ رڳو پيا ۽ پاتي سَسُ ۽ سُهرو، اُهي بہ گهٽو ٽٽو پنهنجي ڪمري جي اندر ئي پوريل. هُنن کيس هت ڪاليج ۾ نوڪري ڪرڻ جي اجازت بہ ڏئي ڇڏي هئي. ٻاهر اچڻ وڃڻ تي بہ ڪا روڪ ٽوڪ ڪانہ هئي. پوءِ بہ هن گهر ۾ کيس ايتري مونجھہ ڇو ٿي رهي هئي؟. هوءَ ٻاهر نڪرڻ جي لاءِ ڇٽپٽائي رهي هئي. شاديءَ کان پوءِ هت رڳو ڇھہ مهينا گذريا هئا، سڄي عمر هت ڪيئن ڪٽبي؟

ٿوري دير اڳ ئي ممبئيءَ کان سندس مميءَ جو ٽرنڪ ڪال آيو هو. هر آرتوار تي هوءَ فون ڪري سندس سار لهندي آهي. " ڌيءَ ڪيئن ٺيڪ ويٺي آهين؟ تنهنجو سَسُ سُهرو ڪيئن آهن؟ جينت ڪٿي آهي؟گهر جا ڀاتي توسان ٺيڪ نموني تہ هلن ٿا، توکي اُتي ڪا تڪليف تہ نہ ڪانهي؟ ........"

وشاڪا ماءَ جي پڇيل هر سوال جو جواب ساڳئي مشيني نموني ڏيندي آهي. " ها، ممي ! مان بلڪل ٺيڪ آهيان. هت مونکي ڪا تڪليف ڪانهي. تون هاڻي منهنجي چنتا ڪرڻ ڇڏي ڏي. پنهنجي صحت جو خيال رکُ. روٽي ٺيڪ طرح سان کائيندي آهين. دوا پوري وقت تي پيئندي آهين؟......". ماءَ سان فون تي ڳالهائڻ بعد وشاڪا بيڊ روم ۾ اچي آهلي ٿي. ايئر ڪنڊيشنڊ جي هوا کيس وڌيڪ ٿڌي ٿي لڳي. پيرن وٽ پيل ڪمبل ڇڪي، چڱيءَ طرح ويڙهي ٿي ڇڏي. آرتوار ڏينهن منجهند جو کيس ڪلاڪ بہ ليٽڻ جو موقعو ملندو آهي. جَنيتِ آرتوار جو سڄو ڏينهن گهر کان غائب هوندو آهي. وشاڪا اکيون بند ڪري ٿوري دير ننڊ ڪرڻ ٿي چاهي. پر کيس ننڊ نہ ٿي اچي. رڳو پاسا بدليندي رهي ٿي، پنهنجي حال تي ڳوڙها ڳاڙڻ ٿي چاهي پر اُهي بہ اندر ئي سُڪي ويا اٿس. هينئر فِقط هوءَ هڪ ئي آٿت تي ٽڪي ٿي تہ سندس ماءَ جي مٿي جو مڻ بوجھ هلڪو ٿي

ويو آهي. هينئر هوءَ سُک شانتيءَ سان اکيون ٻوٽي سگهندي، نہ تہ ڏينهن رات ڪيس اِها ئي چنتا هوندي هئي تہ منهنجي مرڻ ڪان پوءِ وشاڪا جو ڇا ٿيندو؟.

هن جو ڊيڊي تہ ٻال پڻ ۾ ئي گذاري ويو هو. ڪيس سندس جو چهرو بہ پوريءَ طرح ياد نہ آهي. مميءَ ئي ڪيس تاتي پالي وڏو ڪيو. پڙهايو لکايو. انگلش لٽريچر ۾ ايم اي ڪرڻ بعد ڪيس ساڳئي ئي ڪاليج ۾ نوڪري بہ ملي وئي هئي. ان ڏينهن هوءَ بيحد خوش ٿي هئي. سوچيو هئائين. هينئر هوءَ مميءَ جا سڀ ڏک درد دور ڪري ڇڏيندي، هوءَ هاڻي مميءَ جي ڌيءَ نہ. پر پُٽُ هئي! پر مميءَ جي ننڊ ڦٽل جي ڦٽل ئي رهي. ڏينهن رات ڪيس اُڪلائڻ ۽ ور گهر سان ڏسڻ جي چنتا، اخبار ۾ آيل هڪ اشتهار تي هن جي نظر پئي هئي.

" مدراس ۾ سيٽلڊ، فارين سروسز مان رٽائرڊ فرسٽ سيڪريٽريءَ جي آڪسفورڊ ايڊيوڪيٽيڊ پُٽَ لاءِ گهرجي پڙهيل ڳڙهيل خوبصورت ڇوڪري ........"

اهو اشتهار مميءَ جي دل وٽان هو. موڪليل فوٽو ۽ بايو ڊيٽا قبول پيا. انٽرويو جي تاريخ، وقت ۽ جڳهہ مقرر ڪيا ويا. جهوُ بيچ جي هڪ هوٽل ۾ راجڪمار ۽ راجڪماريءَ کي هڪ ٻئي کي پسند ڪري پنهنجي راضپي جي ور مالها پاتي هئي. سويمبر جي اِها رسم ادائي بہ پوري ٿي وئي. تاج محل هوٽل جي رسيپشن ۾ آيل ماءُ جي سيني ساهيڙين کي هن جي ڀاڳ سان ريس ٿيڻ لڳي.

"مائي، نصيبن واري آهين! ايشور جي در دير آهي، انڌير نہ آهي. هن تنهنجا سڀ ڪشٽ ڪشالا ڪٽيا. تنهنجا لايا سجايا ڪيا." متن مائٽن.جا چيل اِهي گُفتا وشاڪا جي ڪنن ۾ هٿوڙا هڻي رهيا هئا.

پٺ تي لڳل گهڙيال چار ٺڪاو ڪيا آهن. پوري پنجين بجي سندس سس سهرو پنهنجي ڪمري مان ٻاهر نڪري چانهہ لاءِ گهنٽي وڄائيندا آهن. ڪين ٺيڪ وقت تي چانهہ ڪپ. چانهہ پي، ساڍي پنجين هو هيٿ پارڪ ۾ گهمڻ ويندا آهن ۽ ٺيڪ ستين بجي فلئٽ ۾ موٽي ايندا آهن. سڄي عمر فارين سروس ۾ گذارڻ سبب هنن پنهنجي روز مرهہ جي ڪرت کي گهڙيال جي ڪانٽن تي سيٽ ڪري ڇڏيو آهي. اهي ڪانٽا گهنٽيءَ جي آواز سان گهر جي ٻين ڀاتين ۽ نوڪرن چاڪرن کي بہ هنن سان همقدم ٿيڻ لاءِ هڪليندا رهندا آهن. وشا ڪا بسترو ڇڏي، ڊريسنگ ٽيبل سامهون ويهي.ڦٿوٽي سان پنهنجا وار لساري ٿي. آرتوار ڏينهن منجهند ڪانپوءِ گهر جا نوڪر موڪل تي هوندا آهن. شام جي چانهہ ۽ رات جي هلڪي ماني ناهڻ جي جوابداري هن مٿان هوندي آهي.

پوري پنجين بجي گهنٽي وڄڻ شرط وشاڪا ڪچن مان، ميوو، بسڪوٽ ۽ چانهه ٽري ۾ آڻي ڊرائينگ روم جي وچ واري ٽيبل تي، نهايت سليقي سان، ٻنان ڪو آواز ڪرڻ جي سجائي رکي ٿي. هينئر ڪيس ان جو اپياس ٿي ويو آهي. نه ته اڳي سندس هٿ ڌڪندا هئا. ڊپ ٿيندو هيس ته ڪٿي (هي جاپاني) ڪوپ پليٽون هٿن مان ڇڏائجي فرش تي ڪري ڇيهون ڇيهون نه ٿي وڃن ۽ قيمتي ايراني قالين کي خراب نه ڪري ڇڏين. ڪڏهن چمچو ڪرڻ جي آواز سان ٻه سندس سهري جون سرد نگاهون اخبار مان منهن مٿي ڪري ڪيس تهه تائين چيري ڇڏينديون آهن.

هوءَ چانهه جا ڪوپ تيار ڪري سس سهري جي اڳيان رکي ٿي. سهري جي نگاهه شام واري اخبار تي ۽ سس جي ٻنهي هٿن ۾ جهليل سوئن تي مرڪز ٿيل آهي، جن سان هوءَ تڪڙو تڪڙو ڪجهه اُڻي رهي آهي. سندس اکين جون پتليون هڪ پيرو رکو مٿي ڪجي، هن جي اکين ۾ سڌو گهوري وري پنهنجي ڪرت ۾ لڳي ٿيون وڃن. وشاڪا کي هن ڊرائينگ روم ۾ پنهنجو دم گهٽجندو محسوس ٿيندو آهي. پٽين تي لڳل شينهن چيتن جي منڍين جون ٽرافيون پنهنجا خونخوار ڏند شيڪي، گويا اجهو هن مٿان ٽپلانگ لڳائي ڪيس نڙگهٽ کان اچي جهلينديون. هنن جو شڪار ضرور سندس سهري پنهنجي آفريڪا جي ملڪن ۾ ٽيل پوسٽنگ دوران ڪيو هوندو. هن ڊرائينگ روم ۾ هنن دنيا جي ڪيترن ئي ملڪن جون اديت شيون شيشن جي شوڪيس ۾ سجائي رکيون آهن يا پٽين تي فريمن ۾ مڙهائي ڇڏيون آهن. پنهنجي گڏ ڪيل انهن عجيب وغريب شين سان سس سهري جو ڏاڍو گهڻو موهه آهي. پاڻ ئي انهن جي ڇنڊ ڦوڪ ڪندا آهن. ڪين نه نوڪرن تي ڀروسو آهي، نه وشاڪا تي.

هوءَ پنهنجي چانهه جو ڪوپ کڻي ٻاهر بالڪنيءَ ۾، شيشي جي درين مان ڇٽي ايندڙ اُس ۾ اچي ويهي ٿي. اها اُس ڪيس وڻندڙ ٿي لڳي. اندر ته ڪنهن بند مقبري جهڙي ٿڌ، پوسل آهي. ڪفن ۾ ويڙهيل سرد لاش جو پنهنجي قبرن مان اُٿي ويهڻ جو تصور سندس سڄي بدن ۾ ڌڪٽي ٿو پيدا ڪري ڇڏي.

”گڊ آفٽر نون وشاڪا! هائو ڊويو ڊو“ بالڪنيءَ جي ڇت مان لٽڪيل لوهي جهولي تي ويٺل ڪاڪ طوطن (Cockatoos) جو نر ۽ مادا جوڙو چلائي ڪيس ڪيڪاريٿو. هوءَ چپن تي آڱر رکي ڪين خاموش رهڻ جي هدايت ٿي ڪري. ماڻهن جيان ڳالهائيندڙ اهي رنگبرنگي طوطا سندس سهرو ۽ سس برازيل مان وٺي آيا آهن، جتي سندن ڀوڻين پوسٽنگ هئي. جڏهن به ڪو مهمان سندن گهر ۾

ايندو آهي، اهيٰ ٻئي ڪاڪ طوٽا اُڏامي اچي سندس ڪلهن تي ويهندا آهن. ”گڊ مارننگ“ گڊ آفتر نون“ ”هائو ڊيوڊو“؟ چئي کيس کيڪاريندا آهن ۽ پيار مان سندن ڳلن کي چمندا آهن. پهريون پيرو آيل مهمان تہ في الحال هڪو ٻڪو ٿي هراسجي ويندو آهي.

”ڊج نہ! اسان جا پاليل هي ڪاڪ طوٽا هارمليس آهن.“ سس سهرو کيس دلداري ڏيندا آهن ۽ کيس ڊرائينگ روم ۾ سجايل پنهنجون پيون اديت شيون ڏيکارڻ ۾ مشغول ٿي ويندا آهن. اهائي سندن.من پسند ڪرت آهي. سندن جمع ڪيل انهن کيڏائڻ جي ڪو ساراهہ ڪندو آهي تہ هو خوش ٿي اُن مهمان جو وڏيڪ آدر ستڪار ڪندا آهن.

ٻئي ڪاڪ طوٽا اُڏامي اچي وشاڪا جي ڪلهن تي ويهن ٿا. وشاڪا سندن ساوا ڳاڙها پر سهلائي ٿي. هي ٻئي هن سان ڏاڍو هري مري ويا آهن. سندس نالو اُچارڻ بہ سکي ويا آهن. پکي کيس ڏسندي ئي ”وشاڪا! وشاڪا!!“ چلائڻ شروع ڪري ڇڏيندا. اهو ڏسي سندس سس سهري جون نگاهون پنهنجي ناپسندگيءَ جو اظهار ڪندي چونديون آهن، ”تو هنن کي پنهنجي لاڏ ڪوڏ سان بگاڙي ڇڏيو آهي!“

هن گهر جا ياتي گمٽ ڳالهائو آهن. گهڻو وقت انگلينڊ جهڙي ٿڌي ملڪ ۾ رهڻ سبب اُتان جي لوڪن جيان ئي کين پنهنجا چپ کولڻ ۾ تڪليف ٿيندي آهي. ڳالهائڻ جو ڪم بہ هو گهڻو ٿڏو پنهنجي اکين کان وٺندا آهن.

ڪاڪ طوٽن کي بہ پرون پٽجي ٿا وڃن تہ اڄ وشاڪا جو موڊ ٺيڪ ڪونهي. نہ هوءَ کين بسڪوٽ تي ڪارائي، نہ کين چمي ٿي، ضرور کيس پنهنجي پيڪن جي سڪ لڳي هوندي. جڏهن هت ٿڌ وڌي ويندي آهي، تڏهن کين بہ پنهنجي ملڪ جي گرم نم جهنگلن جي ياد ستائيندي آهي. هو بي آرامي ٻڌجي، پنهنجا پر ڦڙ ڦڙائي، سڄي فليٽ اندر ڦيراتيون پائيندا آهن. هن گهر مان ٻاهر نڪرڻ جو رستو ڳولهيندا آهن. شيشي جي بند درين تي پنهنجي چهنبن سان حملو ڪندا آهن. ٿڪجي هارائجي وري پنهنجي لوهي پينگهي تي موٽي ايندا آهن.

دروازو بند ٿيڻ جوُ ”ڪٺ“ جو آواز ٻڌي وشاڪا چرڪ پري ٿي. سندس سس سهرو ٻاهر گهمڻ لاءِ نڪتا آهن. هينئر راتٰ جو اٺين بجي روٽيءَ جي گهنٽي وڄڻ تائين کيس پيو ڪو ڪم ڪونهي. هن کان هينئر اڪيلو کيڏانهن ٻاهر وڃڻ نٿو پڄي. ان کان تہ هوءَ ڪو ڪتاب چونڊي ڪلاڪ بہ پڙهندي.

هوءَ اُٿي جينت جي اسٽڊي روم ۾ اچي ٿي ۽ ويجهڙائيءَ ۾ هن جا خريد

ڪيل ڪتاب اٿلائي ٿي. جينٽ لنڊن ۾ ٻه فري لئنس جرنلسٽ هو هٽ ٻه فري لئنس جرنلسٽ آهي. ان مان حاصل ٿيندڙ اِنڪم مان هن جو شراب، سگريٽ ۽ ڪيسي جو خرچ نڪري ايندو آهي. ان لاءِ ڪيس پيءُ اڳيان هٿ ٽنگڻو نه پوندو آهي. سس سهري ته چاهيو هو ته جينٽ ٻه هنن جيان فارين سروس جوائن ڪري ها يا ڪمپيوٽر انجنيئر ٻڻجي ڪا وڏي انڊسٽري لڳائي ها، پر هو "اسٽڊيز ۾ ڊراپ آئوٽ" ثابت ٿيو. هن هرو ڀرو پنهنجا هٿ گسائي، ڪو پورهيو ڪرڻ جي ضرورت ٻه محسوس نه ڪئي، ڇو ته سندس پيءُ جي بئنڪ ۾ رکيل فڪسڊ ڊپازٽس ۽ خريد ڪيل شيئرس مان ايندڙ وياج سندن گهر خرچ کان گهڻو وڌيڪ هو.

ٽيبل تي رکيل ائش ٽري سگريٽ جي پڇڙين سان ڀريل آهن. چانهه جو خالي ڪوپ ٻه اڄ نوڪرن نه هٽايو آهي، نه ئي سيٽيءَ تي وچايل ميري چادر مٽي آهي. جينٽ اڪثر رات جو دير سان موٽندو آهي. ڪيس ڊسٽرب ڪرڻ بجاءِ پنهنجي اسٽڊي روم ۾ ئي سمهي پوندو آهي.گهر جي هر ڀاتيءَ کي فليٽ جي پنهن جي چاٻي آهي. جينٽ جي چوڻ موجب، هر انسان کي پنهنجي زندگي پنهنجي چاهيل نموني جيئڻ جو پورو اڌڪار آهي. ڪيس ٻئي جي زندگيءَ ۾ ٽپي اچي اُن ۾ رخنو وجهڻ نه کپي.

وشاڪا سوچي ٿي ڪاش! هوءَ جينٽ کي اهو احساس ڪرائي سگهي ها ته زندگي رڳو شئل شڪار يا وندر ورونهن جو نالو ناهي. اُهو هڪ ذميواريءَ جو نالو ٻه آهي، پاڻ طرف ذميواري ۽ گڏو گڏ پنهنجي آس پاس طرف ذميواري. پر اِهي ذميواريون اُهو ئي نباهي سگهندو، جنهن پنهنجي اندر ۾ اهڙي قوت پيدا ڪئي آهي. جينٽ ڳالهيون ته هميشه اُپ ڪچڻ جون ڪندو آهي پر اُڏامڻ لاءِ ته اجا ڪيس پنهنجا پر چاوائي ڪونهن. ماءُ پيءُ اجا هن تي آرو ڪيو ويٺا آهن.

رات جي مانيءَ بعد وشاڪا کي ڪتاب پڙهندي الائي ڪنهن مهل ننڊ ڪٺي ٿي وڃي. اڌ رات جو بالڪنيءَ ۾ پکين جو مچايل روج راڙو ٻڌي هوءَ جاڳي ٿي پوي. هٿ وڌائي بستري تي جينٽ جي موجودگيءَ جي تصديق ڪرڻ ٿي چاهي. اُها جڳهه اڃا خالي آهي.

هوءَ جهٽ اُٿي، گائون پهري اسٽڊي روم ۾ ليٽو پائي ٿي. جينٽ ڪپڙن سوڌو سيٽيءَ تي اونڌو ليٽيو پيو آهي. بوٽ ٻه نه لاٿو اٿائين، ائش ٽري ۾ رکيل سگريٽ آهستي آهستي ٻري رک ٿي ويو آهي. ٽپائيءَ تي وسڪيءَ جو خالي گلاس پيو آهي.

بالڪنيءَ ۾ پکين جو شور غل وڌندو پيو وڃي. وشاڪا جو اندر ٺمڪڻ ٿو لڳي. ڇو نہ هيءَ ڪرڪيٽ بئٽ ڪڻي هوءَ هن گهر جي شيشي جون دريون پڃي ڇيهون ڇيهون ڪري ڇڏي. هنن ڪاڪ طوئن کي درين مان ٻاهر ڪڍي اُڏائي ڇڏي. هي پکي وڏيڪ وقت هن سرد واتاورڻ ۾ رهيا تہ سنڌن پر بہ ڄمي برف ٿي ويندا.■

(رچنا_ ۵۶ پارٽ جي ٿورن سان)

***

## پڙهندڙن کي گذارش

آڪاٽيءَ جو پهريون پرچو اوهان جي هٿن ۾ آهي. اسان جي ڪوشش اوهان جي سامهون آهي. اميد تہ اسان جي محنت سڦل ٿيندي. پهرين ڪڙيءَ ۾ ڪجهہ ڪچايون ۽ ڦڪايون ضرور رهجي ويون هونديون جن متعلق اميد تہ اوهان اسان کي آگاهہ ڪندا.

آڪاٽيءَ جي سلسلي ۾ اوهان جيڪڏهن ڪي تجويزون ۽ رايا اُمائيندا تہ اسان سمجهنداسين تہ اوهان بہ اسان سان پورهئي ۾ برابر جا شريڪ آهيو. اسان جي ڪوشش رهندي تہ اوهان جي تجويزن جي آڌار تي آڪاٽيءَ جي سلسلي کي وڌيڪ بهتر بڻايون.

آڪاٽي سلسليوار

معرفت پارس ميڊيڪل سينٽر، سامهون ايف_ ٽي _ سي _ بلڊنگ

ايبيسينا لائينس، مبارڪ شهيد روڊ، ڪراچي

فون: 021_2782597، موبائل: 0345_2217471

مليالم ڪهاڻي ( اٽيچپيل)
ليکڪ: ڪي- ٽي محمد
مترجم: ولي رام ولڀ

# ڪاسائي

ڪي- ٽي محمد پارت جي پرڳڻي ڪيرالا جي هڪ ڳوٺ منچريءَ ۾ ڄائو. پرائمري تعليم کان پوءِ هُو اڳتي پڙهي نہ سگهيو ۽ ڪاليڪٽ جي هڪ پوسٽ آفيس ۾ ٽپاليءَ جي حيثيت سان روزگار سان لڳو.
انگريزيءَ پارت جي ٻين ٻولين جي اخبارن ۾ هڪ ادبي چٽا ڀيٽيءَ تي ڪي-ٽي محمد کي سندس ڪهاڻي، "اِڪيون" تي پهريون انعام مليو ( جنهن جو ترجمو ٽماهي " مهراڻ" ۾ ڇپجي چڪو آهي) انهيءَ ڪري سندس شهرت ۾ واڌارو ٿيو. سندس گهڻيون ڪهاڻيون زندگيءَ جي لمحن ۽ انهن جي مونجهارن جو ڏاڍي خوبصورتيءَ سان تجزيو ڪن ٿيون هيل تائين سندس پارنهن ڊراما، ٻہ هڪ ايڪٽ وارا ڊراما، ڪهاڻين جو هڪ مجموعو ۽ هڪ ناول شائع ٿي چُڪا آهن.

علي ڪاسائيءَ کي ايئن لڳو ڄڻ ڪاتي هڪ چمڪندڙ مڇيءَ وانگيان مُرڪي رهي هجي. سندس جسم سان لڳل اُها ڪاتي اڄان تائين وٽس آهي ۽ مرڪي رهيَ آهي. سندس چيلهہ جي مياڻ ۾ اها اڄا تائين چپ چاپ پيل آهي. اڄ تائين اُها بنا ڪنهن منٿ ميڙ جي سندس چيو مڃيندي آئي آهي پر اڄُ هُوءَ هڪ احسان فراموش وانگر ڏاڍهنس نهاري مُرڪي ڏئي ٿي. ڪيترن ئي موقعن تي هُو سندس ڪا پرواهہ نہ ڪندو هو --- پر اڄُ --- اڄُ نہ سهڻ جهڙي سُورُ ڪيس چئني طرفن کان گهيري

ورتو آهي. سنڌس دل جو ڦوڪٽو جڻ ڦوڪجي ڦاٽي پوندو. ڪيس محسوس ٿي رهيو آهي تہ سنڌس سامهون هڪ خوفناڪ جبل بيٺو آهي ۽ اَجاتل خواهشن سان ڀريل طاقت ڪيس سڏي رهي آهي.

علي ڪاسائيءَ لاءِ سنڌس ڪاتي زندگيءَ جو سهارو آهي، ساٿي آهي. پر اڄُ جڏهن هو پنهنجي ڪمري ۾ گهڙيو تہ سنڌس دل ۾ طوفان اُٿي رهيو هو. انهيءَ ڪان بچڻ جي لاءِ ڪاتي ڪڍي وٺڻ ٿي ڪيس بهتر لڳو. هو اها ڪمري ۾ پيل هڪ بينچ جي ڪُنڊ تي رکي ٿو ڇڏي ۽ پوءِ بنا اک ڇنڀڻ ڪيس ڏسندو رهي ٿو. ڇپر جي سوراخن مان اُس اندر اچي رهي هئي هو اُتي ئي بيٺو رهيو. ڪاتيءَ جي ڪهاڻي ئي سنڌس زندگي آهي. ڪاتيءَ ڪي پري اُڇلائي هو پنهنجو پاڻ کي نہ ٿو ڏسي سگهي.

ڪهاڻي هڪ ڪاتيءَ جي آهي.

اندر ايندڙ اُس سُرڪي ڪاتيءَ جي ڌار تي پوي ٿي. چانديءَ وانگيان چمڪندڙ انهيءَ ڪاتيءَ مان روشني ظاهر ٿي رهي آهي . ٻڪٽين ۾ ورتل علي ڪاسائي انهيءَ روشنيءَ ڪان ڇرڪي پيو. اوچتو ڪيس لڳو جڻُ ڪاتي ڪيس ڏسي مُرڪي رهي هجي.

ٻڪٽين جي سرحد جي پرئين پار پهچي، سنڌس اکيون ۽ دل لوليون ڏئي ٻڪٽين کي پيار سان سمهاري رهيون هيون.

اها لالچ ٿي سگهي ٿي ۽ چريائپ پڻ.

سنڌس ٻڪٽيون بي انت ساراهہ وانگي وڌي رهيو هيون.. رتُ ۾ وهنتل اهو پار سنڌس نگاهن آڏو نچڻ لڳو. اهو پار ئي ڪيس ٻڪٽين جي ٻرندڙ باهہ ۾ گهلي آيو هو. ايئن لڳي ٿو جڻُ هُو هوريان هوريان لُڙڪ ڀريل اکين سان ڏسندو ڏانهنس وڌي رهيو آهي. پر انهيءَ پار کي جهلي ڇيري اُڇلڻ يا ڳرانڙي پائڻ ۾ پنهنجو پاڻ کي مجبور سجهي رهيو آهي.

سنڌس دل جو اندريون جلوس اڳتي وڌي رهيو آهي. ماڻهن جو نہ پر ٻڪرين جو ڍڳين جو ڪڪڙين جو ـــ بيشمار جانورن جي انهيءَ جلوس جو خاتمو نہ ٿو ٿئي. انهيءَ طرف ڪان نظرون هٽائڻ ڪان هو قاصر آهي. ڪيس هر شيءِ صاف نظر اچي رهي آهي.

ڇا انهن سيني جي ٻڪچين ۾ ڳاڙهيون پٽيون ٻڌل آهن ؟ بلڪل ڳاڙهي رنگ جون پٽيون ؟ نہ نہ ـــــ اهو رتُ آهي. رتُ ئي جمي پٿر ٿي ويو آهي انهن سيني جون ٻڪچيون سڏيون نہ آهن. ڪپجي لٽڪي رهيون آهن. جسم

ڪان جدا ٿيڻ جي ڪري رت جون نديون وهي رهيون آهن. ڪنهن انهن سيني جي ٻچين تي ڪاتيءَ سان وار ڪيو آهي؟.

ڏسڻ ۾ تيز ---- ڇهڻ سان وار ڪندڙ، سندس ڪاتيَ سامهون رکيل آهي، پر ڇا سموري غلطيءَ جو الزام رڳو ڪاتيءَ تي مڙهي ٿو سگهجي؟

پوءِ ڏوهي ڪير آهي؟

علي ڪاسايءَ جون پريشانيون ڏانهس آڳريون کڻي ٿيون. سندس دل ۾ اهو جلوس ختم نہ ٿو ٿئي --- نہ ختم ٿي رهيو آهي --- نہ ختم ٿيندو. لاشن جو هي تمام وڏو جلوس ڏسي هو ڏڇي ويجي ٿو.

اُداس ٿي هو پنهنجو پاڻ کي.وساري ٿو ويهي.

اِهو هڪ ...

اِهو جلوس ختم ٿيو يا نہ ؟ پر انهن جانورن جي وچ ۾ هڪ ماڻهوءَ جو مٿو نظر اچي ٿو--- هُو غور سان ڏسي ٿو--- ڪير آهي؟

شڪل سڃاڻپ ۾ نہ ٿي اچيس پر هو اجنبي بہ نہ آهي. هو ڪيس سُڃاڻي ٿو. پوءِ اُهو ڪير آهي؟ هو ڏڇي ويجي ٿو. هڪ اڻ ڄاتل يا ڄاتل انسان --- علي ڪاسيءَ کي ايئن لڳو ڄڻ هو پڳهر ۾ وهنجي.ويو آهي ۽ ڏپ وچان سندس قدم ٿڙي رهيا آهن.

پڇي وڃان ؟ هُن هڪ پيرو سوچيو. پڇڻ جو ارادو بہ ڪيائين پر پير کڃي نہ سگهيس. انهيءَ ماڻهوءَ جي هٿ ۾ هڪ تکي ڪاتي چمڪي رهي هئي. پوت وانگر هو ڏانهس وڌي رهيو آهي. عليٰ ڪاسائي ڏڪڻ لڳو. هُن ڏانهن ڪرڻ چاهي --- پر ---- کيس مرڪندڙ ڪاتي نظر اچي رهي آهي. هو اِها ڪاٻي هٿ ۾ مظبوطيءَ سان جهلي ٿو.

بيشمار ڇهرن کي ---- ٻڪرين کي، ڏڳين کي، ڪڪڙين جي ٻچين کي ڇيريندي اُها ڇري نڪري وئي آهي ڇا ؟

هن جي دل کي اُها وري بيچين ڪري ڇڏي ٿي. اِها ڇُري اڃان بہ سندس هٿ ۾ آهي. هن سوچيو اِهي جانور سور جي شددت کان ڇڙهيون هڻي مري ويا آهن. انهن کي مرندي هن ڏٺو آهي ۽ جيڪڏين اکيون آهن تہ اها ڪاتي پڻ --- سندس پريشانيون وري پڙڪي اُٿيون آهن. ماڻهن کيس ڪاسائيءَ جو نالو ڏنو آهي.

مذهب ؟ مذهبي تعليم سان ٽڪرُ نہ ڪائيندڙ ماڻهو مذهب جي نظر ۾ اُتم آهن.

اهڙي قسم جا ماڻهو ئي جانورن کي ڪهي سگهن ٿا. انهيءَ نفرت انگيز ڪم لاءِ مارڻ ۽ قتل ڪرڻ جهڙا لفظ استعمال ڪري نہ ٿا سگهجن. اهو تہ مذهبي فرض آهي. مذهب جي مقدس نالي تي اسان جي ابن ڏاڏن انسانن جي قرباني بہ ڏني هئي.

جڏهن هو هن هنڌ جي جانورن کي ڪهڻ جو ڪم قبول ڪري ويو هو تہ ڪمُ ڪل يوڳ ۾ گناه پريو نہ ٿو سمجهيو وڃي. سندس يقين ئي ڪيس بيبقينيءَ جي حالت ۾ وجهي ٿو ڇڏي. سندس روح بہ ساٿ ڏئي رهيو آهي. دنيا جي سڀني شين ۾ انسان جي لاءِ ئي دنيا جون سموريون نعمتون آهن.

قرآن جو اهو جملو سندس دماغ ۾ اڀريو تہ پيغمبر ۽ سندس ساٿين اُتُ ڪهي کاڌو هو. اها ڳالهہ سڀ مڃين ٿا. علي ڪاسائي اهڙيءَ طرح هڪ حفاظتي مرڪز ۾ پهچي وڃي ٿو. شايد هزارين انسانن جا هڏاوان پڃرا جڻ سندس آڏو هن جو مقابلو ڪري رهيا هجن. ٽنگيل ڳچين وارن جانورن جو جلوس هر هر سندس دماغ ۾ اڀري رهيو آهي. اُهي سندس آڏو دل جهوريندڙ تڪليف کان تڙڦي رهيا آهن. رتُ جو ريلو ڪيڏو ڳاڙهو آهي؟ اهو ڪيس نديءَ ۾ بدلجندي نظر ٿو اچي. هنن جانورن جو رتُ بہ تہ انسان جي رتُ جهڙو ڳاڙهو آهي. موت جا ٿمڪ گونجي رهيا آهن. وقت پورو ڪندڙ روح موڪلايو پيا وڃن. هن هٿ ڏانهن ڏٺو. ڪيس ايئن لڳو جڻ ڪاتي بيقصور آهي. مان ڇو بيقصور نہ آهيان؟ هن ڪاتيءَ وانگر ڇو نہ ٿو مرڪي سگهان؟ ڪاسائيءَ پنهنجو پاڻ کان پڇيو. سندس دل گهريو تہ ڪنهن ڇرئي وانگر ڪلڻ لڳي. جانورن کي مارڻ جو گناهہ تہ پنهنجي مذهب جي ڪري هو برداشت ڪندو. اهو سوچي هن اهو قبول ڪيو هو تہ ڪيس بيقصور سمجهيو ويندو.

پر اڄ ڪيس شڪ ٿو لڳي تہ اڄ سندس پنهنجي مذهب تان اعتماد ڪڇندو ٿو وڃي. هو سوچڻ لڳو--- نہ تہ منهنجي دل ۾ اهڙو زلزلو ڇو پيو اچي.

اهو بار سندس اکين اڳيان ايندو رهي ٿو.

”علي، هن ڪڪڙ کي تہ ڪهي وٺ، ناني مهمان تي آيل آهي.“

ڪجهہ دير اڳ ممُو ڪُتيءَ لاءِ هڪ ڪڪڙ جو ڪنڌ ڪپيو هئائين، جڏهن ممُو ڪُتي ڪڪڙ ڪٺي آيو هو تہ انهيءَ جي پويان سندس پُٽُ بہ روئندو رڙندو آيو هو.

”هي ڇو ٿو روئي؟“ مولڪا پڇيو.

”هن جي ڳالهه ڪير ڇڏ. هي ڪُمڙُ نه ڏيندو، انهيءَ ڪري روئي ٿو.“ ممو ڪتيءَ جواب ڏنو.

”ابا ، هن کي نه کهاءِ .“ ٻار روئيندو رهيو.

ٻار جي ڳالهه تي ڌيان نه ڏئي؛ ممو ڪتيءَ ڪڪڙ جا پير ۽ ڪنيِ قابو ڪندي چيو ”اها ڪڪڙ ڪيس ساهه کان به وڌيڪ پياري آهي. سارو ڏينهن پيوُ چڳائيندو اٿس. پهرين ڪيس چُڳائي ٿو پوءِ پاڻ کائي ٿو. هي اهڙو ٻار آهي.“

ڪاسائي ڪاتي ڪڍي انهيءَ جي ڏار تي هٿُ ڦيرائڻ لڳو. ٻار ڪڪڙِ کي جهلي روئڻ لڳو: مان ڪڪڙِ کي ڪُمڙُ نه ڏينديس--- ڪمڙُ نه ڏيندس“. هن ضِدُ ڪيو.

ٻار جي ڳالهه ٻُڌڻ کانسواءِ مُمو ڪُتي ۽ علي ڪاسائي پنهنجو ڪم ڪرڻ جي لاءِ تيار ٿي ويا. ممو ڪُتي ٻار کي هڪ پاسي ڌڪي ڇڏيو ٻار ٻي آسري تي رُئندو رهيو. ٻيا به ڪجهه ٻار اتي مڙي آيا هئا ۽ خوشيءَ وچان ڪڪڙِ جي ڪُسجڻ جو تماشو ڏسي رهيا هئا. ڪاسائي ٿالهيءَ ۾ ٿورو پاڻي ڪڍي ڪڪڙِ کي چُنهب ۾ وڌو ”پاڻي پياري ڪُهڻ بهتر ٿيندو آهي. مارينڌڙ مارڻ کان اڳ پاڻي ڏيڻ نه وساريندو آهي.“

ڪاسائي ڪڪڙ جي ڳچي جهلي ڪُهڻُ جي لاءِ تيار ٿي ويو. هن خدا جو نالو وٺي ڪڪڙ جي ڳچيءَ تي ڪاتي وهائي ته ٻار دانهن ڪئي. ”چيائين، تون مون کي ڪُهي ڇڏِ ! اهو ٻار ٻنهي جي وچ ۾ اچي بيٺو ۽ ڪُڪڙِ پنهنجي ڇاتيءَ ۾ لڪائي ڪري پيو. ڪاسائي ۽ ممو ڪُتي --- ٻئي گڏجي ڇرڪي پيا ۽ عليءَ پنهنجي ڪاتي هڪدم ڇڪي ورتي.

”ڪتي ڪاتيءَ ٻار جي جسم کي نه چيري ڇڏيو هجي.“ هو ڊڄي ويو.

ڪڪڙِ کي ڇاتيءَ سان لڳائي ٻار اڃا روئي رهيو هو. ڪڪڙِ جي ڳچيءَ مان رتُ وهي رهيو هو. ممو ڪتيءَ کي ڪاوڙ اچي رهي هئي، هن ٻار جي هٿ مان ڪڪڙِ کسي ورتي ۽ ڪيس ڌڪو ڏئي پري ڪري ڇڏيائين.

”بابا اسان وانگر هن کي به سُور ٿيندو. هن ۾ به ساهه آهي نه ؟“، ٻار روئيندي چيو. نه سهڻ جهڙي سور کان ڪڪڙِ جي ڇهنب مان جهڪو آواز نڪتو. ٻار کي ڪڪڙ جي سور ڏسڻ جي طاقت نه هئي. هن چيو ”تون گناهُ ٿو ڪرين. الله توکي دوزخ ۾ وجهندو.“

علي ڪاتيءَ تي لڳل رت ڌوئي رهيو هو. ٻار جي ڳالھ ڪيس چرڪائي ڇڏيو هو. ڪتيءَ جا چپ ڍڪي رهيا هئا پر ٻار ڪي پلي نٿي سگهيو. نيٺ ممو ڪتي ٻاهہ تي ٻار ڪي ٻہ چار ٿڦڙون وهائي ڪڍيون.

ٻار چيس تہ سندس قميض تي رت لڳو آهي. پر ممو ڪتي ڇڻ پڌو ئي ڪونہ. "واهہ ڙي تنهنجو پيار." هُن ڏاڍي طنز سان چيو.

سندس پُٽ بيهوش تي ڪرڻ وارو هو.

"مان هن جي لاءِ مار کائڻ لاءِ بہ تيار آهيان." ٻار چيس. سندس ڳالھ ممو ڪُتيءَ جي سمجھ ۾ نہ آئي. هن ڏٺو تہ ٻار جي ساڄي ڪُلهي مان رت وهي رهيو آهي. هاڻي هن ڏاڍي غور سان پُٽ ڏانهن ڏٺو. ٻار جون اکيون ڦڪيون تي رهيون هيون. ٻار ڪرڻ وارو ئي هو تہ ممو ڪُتيءَ دانهن ڪئي: "مولي ڪڪا"

علي ڪاسائي ڏڪڻ لڳو ڪاتي سندس هٿ مان ڪري پئي. متانئس رت هو ڌوئي نہ سگهيو. ڪنهن جو رت آهي؟. ڪڪڙ جو يا ٻار جو؟ ڪاتيءَ ڏانهن ڏسڻ جي منجهس طاقت نہ هئي. سندس ڪنن ۾ ٻار جو آواز گونجي رهيو هو:

"اسان وانگرُ هن کيٰ بہ ايذاءَ ٿئي ٿو الله هي سڀ ڪجھ متان ڏسي ويٺو. ياد رکُ."

ڪُڪڙ تڙڦي رهي آهي. هوءَ پوين پساهن جي درد ۾ مبتلا آهي. علي کي اها بہ خبر آهي تہ رڳو انسانن کي ئي نہ پر جانورن کي بہ سور ٿيندو آهي. ڇا رڳو انسان ئي جيئڻ چاهي ٿو؟ يا سڀ ساهہ وارا جيئڻ چاهن ٿا؟.

هُو پريشان ٿيڻ لڳو.

انسان کي مارڻ کان انسان نفرت ڪندا آهن. پر هنن گگدام جانورن کي مارڻ تي ڪا پابندي ناهي؟

جنگ جي ميدان ۾ کيس موت جو ناچ ياد اچڻ لڳو.

زندگيءَ جي حقيقت ڇا آهي؟ ڪنهن انهيءَ جي قيمت جو اندازو لڳايو آهي؟ دل ۾ خيال ڪر کڻڻ لڳس، انهيءَ ٻار کي هو بد دعا ڏئي نہ سگهيو. سندس ڳالهائڻ جي قوت گهٽ ٿيڻ لڳي.

ڇا سندس يقين ئي کيس بي عزت ڪيو آهي ! اڄ تائين مون جنهن مذهب جي خدمت ڪئي هئي ڇا اهو ئي مذهب اڄُ مون کان پاسيرو ٿي رهيو آهي.

هُو ٻڌڻ لڳو. ڪيس اڪيلائپ ڪُتڪڻ لڳي.

سندس هٿ ۾ ڪاتي خوب ڪلي رهي هئي. انهيءَ جو هٿيو باهہ وانگر تپي رهيو هو. عليءَ کي پنهنجو هٿ سڙندي محسوس ٿيو. سندس دل ۾ وڻندڙ جلوس ڪهڙو نعرو لڳائي رهيو آهي.؟

ٻار جو آواز ـــ اهو ئي آواز سندس ڪنن ۾ گونجي رهيو آهي. انهن جانورن جي وچ ۾ ڏنڊلي صورت وارو اهو شخص ڏانهس وڌندو اچي رهيو آهي. سندس هٿ م جهليل ڪاتي هن جي پنهنجي ڪاتيءَ جهڙي لڳي رهي هئي. هن ڪاتيءَ کي مضبوطيءَ سان جهليو ـــ جا چمڪي رهي هئي ـــ نہ اُ ها مُرڪي رهي هئي. ڪيس ائين لڳو ڄڻُ ڪاتي سندس هٿ مان نڪرڻ چاهيندي هجي. هڪ ٻچيءَ کي سُجاڻي ٻيءَ ٻچيءَ ڏانهن وڃي رهي آهي. سندس اکين ۾ بجلي ڊوڙي وئي. ڪيس ڪجهہ بہ ڏسڻ ۾ نہ ٿي آيو. ڊپ ۾ وئجي هو. چريو ٿيڻ لڳو هو.

سندس ساه تيزيءَ سان هلڻ لڳو. اهو اجنبي جنهن کي هو سُجاڻي ٿو ڪيس گهتو اُڏئي رهيو آهي. سندس ساهہ گهٽجڻ لڳو. ڇا هو مري رهيو آهي. هُنَ انهيءَ لتڪندڙ ڪنڌن کان آزاد ٿيڻ گهريو ٿي پر هو ناڪام رهيو. انهيءَ شخص جو ڪاتيءَ وارو ساڄو هٿ ڏانهنس وڌي رهيو هو.

علي ليلائڻ لڳو. سندس دماغ ڦري ويو. اکين آڏو ڪاتي ۽ ڪپيل ڪنڌ نچڻ لڳا. ٻچيون ڪپجي رهيون آهن. منجهائن وهندڙ رتُ ڪارو ٿي ويو آهي.

آخريُ پساهہ جي تڪليف کان ساهہ وارو تڙڦندو آهي ۽ تڙڦي تڙڦي مري ويندو آهي ـــ ڪاتيءَ تي رت ڪنهنجو آهي؟ ڪُڪُڙ جو يا ٻار جو؟

انسان جو رتُ آهي.؟

مولي ڪڪي جو هٿ مٿي ڪجي ويو. هن ڪاتيءَ تي هڪ تيز نظر وڌي. ڇا ڪاتي اڃان بہ مُرڪي رهي آهي ـــ هو پاڳل ٿي ويو آهي.

هن پنهنجا ڏند ڪرٽيا.

ڪاتي ـــ ڪچيون ـــ رتُ ـــ

اهي سپ راڪيٽ وانگر سندس رتُ ۾ ڊوڙڻ لڳا. ٻچيءَ ۾ سِرڪڻ سوڙهي ٿيندي محسوس ٿي. هو ائين تڙڦڻ لڳو ڄڻُ ساهہ گهٽجي رهيو هجيس. ڪيس محسوس ٿيو ڄڻُ هو پنهنجو پاڻ کي سنڀالي نہ ٿو سگهي.

سندس خيال سموريون سرحدون پار ڪري ويندا.

وري به ڪاٽي ۽ ٻڳچيون !!

ڪاٽي ٻڳچيءَ ڏانهن تيزيءَ سان هلي ٿي، ڪاٽي موت جو روپ اختيار ڪري رهي آهي. ٻڳچي ڪپجي وڃي ٿي. رتُ وهڻ لڳي ٿو.

موت--- وري ڪاٽي--- وري ٻڳچيون---وري موت.

سندس هٿ ڪاٽي جهلي تيزيءَ سان هليو.

گوشت ڪپجڻ جو هڪ آواز--- بس ؟---

عليءَ ڪاسائيءَ جي ٻڳچيءَ مان هڪ بي معنيٰ آواز نڪتو. سندس ڪپڙا رتُ سان پرجي ويا.

ڪاٽي هٿ مان ڇڏائجي هيٺ ڪري پيس--- پاڻ به ڪري پيو.

رتُ ۾ ٻڏل اُها ڪاٽي---مرڪندڙ ڪاٽي !!

روسي ڪهاڻي
انٽوتن چيخوف
سنڌيڪار: چام وقار حسين قادري

# جنين ڪاڻ مياس....

هيءَ گهڻو اڳ جي ڳالهه آهي. ان وقت هوءَ سهڻي ۽ جوان هئي. ”نيڪولا پيٽرولچ ڪولپاڪو“ هن جي چاهيندڙن مان هو. هو اڪثر هن جي گهر ايندو هو. ان ڏينهن ڏاڍي هبس ۽ گرمي هئي. ڪولپاڪو ڪو منجهند جي ماني کاڌي هئي ۽ سڄي بوتل شراب جي پيتي هئائين. هن جي طبيعت اداس هئي ۽ هو سمهڻ جي خيال ۾ هو. بيئي ڪڪ پئي ٿيا. شام جو انتظار ڪري زهيا هئا تہ ڪيڏانهن گهمڻ لاءِ نڪري وڃن. اوچتو دروازو کڙڪيو. ڪولپاڪو هلڪي قميص ۾ هو. هو ڪرسيءَ تان اُٿيو ۽ سوال ڀريل نظرن سان پاشا ڏانهن ڏٺائين.

”ممڪن آهي ٽپالي هجي يا ڪا منهنجي ايڪٽريس ساهيڙي هجي.“ پاشا چيو.

ڪولپاڪو کي ٽپالي يا هن جي ايڪٽريس ساهيڙين کان خيال نہ ٿيندو هو وري بہ پڪ ڪرڻ خاطر، پنهنجو ڪوٽ کڻي بئي ڪمري ۾ هليو ويو ۽ پاشا دروازو کولڻ لاءِ اڳتي وڌي.

هن کي ڏاڍي حيرت لڳي چو تہ اهو ٽپالي هو نہ ئي هن جي ڪا ايڪٽريس ساهيڙي هئي، پر هڪ خوبصورت عورت، جنهن کي عمدي پوشاڪ پيل هئي، هن جي اڳيان بيٺي هئي. هوءَ معزز عورت ٿي لڳي.

اجنبي عورت جو چهرو زرد هو ۽ وڏا ساهہ کڻي رهي هئي جڻ ڪا وڏي ڏاڪڻ چڙهي اتي پهتي هئي.

”ڪيئن آئي آهين؟“ پاشا هن کان پڇيو.

عورت يڪدم ڪوبہ جواب نہ ڏنو. هوءَ ڪمري ۾ اندر هلي آئي ۽ ڪمري جي فرينچر کي عجيب نظرن سان نهارڻ لڳي. ائين ٿي لڳو جڻ هن کي تڪليف هُئي. ٿوري وقت کان پوءِ هوءَ سامت ۾ آئي ۽ ڳالهائڻ لائق ٿي ۽ ڪرسيءَ تي ويهي رهي.

"ڇا منهنجو مڙس هتي آهي؟" هن آخرڪار ڳالهايو ۽ اکيون مٿي ڪيائين، جيڪي روئڻ سبب ڳاڙهيون هيون.

"ڪنهن جو مڙس؟." پاشا پڇيو. اوچتو هوءَ ايتري هراسجي ويئي جو هن جا هٿ پير ٿڌا ٿي ويا. "ڪنهن جو مڙس." هن جوش مان ڏڪندي چيو.

"منهنجو مڙس نڪولائي پيٽرولچ ڪولپاڪو."

"نه ... مئڊم ... مون ... مون کي ان جو ڪو به پتو ڪونهي."

ٿورو وقت خاموشي ٿي ويئي. عورت وري وري رومال سان پنهنجيون اکيون اگهي رهي هئي. پاشا کي همت ئي نه ٿي ته ڪرسيءَ تي ويهي هوءَ پاڻ آيل مهمان کي خوف ۽ هراس مان نهاري رهي هئي.

"تنهنجو مطلب آهي ته هو هتي نه آهي. ڪريل عورت ...! عورت چپن ۾ پڻڪيو ۽ پاشا ڏانهن حقارت ۽ نفرت مان نهاريائين ۽ وري چوڻ لڳي.

"ها، ها ... تون ڪريل عورت آهين ۽ مون کي خوشي آهي جو آخر مون کي موقعو مليو آهي، جو مان تو کي تنهنجي منهن تي اهو ٻڌايان."

پاشا محسوس ڪيو ته جيڪڏهن هن کي بازاري پائوڊر لڳل ۽ وارن جي وگ نه هجي ها ته هوءَ پنهنجي ڪريل حالت کي لڪائي سگهي ها ۽ هن عورت سان سامهون ويهي ڳالهائي سگهي ها.

"منهنجو مڙس ڪاٿي آهي؟" عورت وري چيو. "پر مون کي ان جي پرواهه نه آهي ته هو هتي آهي يا نه. مان توکي ٻڌائڻ چاهيان ٿي ته اهو غبن ظاهر ٿي پيو آهي ۽ هو نڪولا کي ڳولي رهيا آهن. اهي هن کي گرفتار ڪندا، ۽ اهو تنهنجو ڪم آهي."

عورت اُٿي ۽ پريشانيءَ مان ڪمري ۾ هيڏي هوڏي ڦرڻ لڳي. پاشا هن ڏانهن حيرت مان نهارڻ لڳي ۽ هوءَ اهو سمجهي نٿي سگهي ته ان جو مطلب ڇا هو.

"اڄ هن کي ڳولي گرفتار ڪيو ويندو،" عورت چيو ۽ پوءِ روئڻ ۽ سڏڪا ڀرڻ لڳي. "مان ڄاڻان ٿي ته ان کي ان منزل تي ڪنهن پهچايو آهي. تو بدصورت بازاري عورت!." هن جي چهري مان اها حقارت ظاهر ٿي رهي هئي، جيڪا هن جي اندر ۾ پاشا لاءِ هئي. ائين ٿي لڳو جو هوءَ پاشا جي منهن تي ٿڪ اڇلائيندي. "مان ڪمزور آهيان... ٻڌين ٿي؟ وحشي

عورت...! مان مجبور آهيان... تون مون کان وڏيڪ طاقت ٿي رکين، ڪير آهي.س جيڪو منهنجي ٻارن جي سنڀال ڪندو. خدا سڀ ڏسي ٿو! هو انصاف وارو آهي. هو تو کان منهنجي ڳوڙهن ۽ اوجاڳن وارين راتين جو حساب وٺندو. اهو.وقت ايندو جڏهن تون مون کي ياد ڪندين۔"

پيهر خاموشي ڇانئجي ويئي. "مون کي ان جو ڪو به پتو ڪونهي، مئڊم!" پاشا ڇيو ۽ ڏک وچان روئڻ لڳي.

"ڪوڙي، " عورت رڙ ڪئي. "مان سڀ ڄاڻان ٿي. مون کي تنهنجو گهڻي وقت کان پتو آهي. مو کي اهو به معلوم آهي ته هنن ڇئن مهينن ۾، هو هر روز تو وٽ ايندو رهيو آهي."

"ها، پوءِ ڇا ٿيو؟ ان ۾ ڪهڙي خرابي آهي؟ گهڻائي ماڻهو مون سان ملڻ لاءِ ايندا آهن. مان انهن کي ڪو نه چوندي آهيان ته اهي مون وٽ اچن. اهي پنهنجي مرضيءَ سان ايندا آهن."

"مان تو کي ٻڌايان ٿي ته هنن غبن لڌو آهي. هن پنهنجي آفيس مان پئسا چورايا آهن. تنهنجي لاءِ ..... اهڙي عورت لاءِ جهڙي تون آهين. هن ڏوهه ڪيو آهي، ٻڌءِ." عورت پاشا جي اڳيان بيهندي چيو. "توهان جو ڪو به اصول ڪونهي، توهان، جن جو گذر ٻي ٻين کي ٺڳڻ تي آهي. پر مان نٿي سمجهان ته تون ايتريقدر ڪرِيل عورت آهين جو تو ۾ انسانيت جو ذور به نه رهيو آهي. هن کي زال آهي. هن کي ٻار آهن... جيڪڏهن هو هن کي سزا ڏيندا ۽ سائبيريا موڪليندا ته مون کي ۽ منهنجي ٻارن کي بکون ڪاٽيون پونديون. سمجهڻ جي ڪوشش ڪر! پر اڃا به هڪ رستو آهي جو تون اسان کي تباهيءَ ۽ بيعزتيءَ کان بچائي سگهين ٿي. جيڪڏهن مان اڄ ڪنهن نموني نَوَ سئو روبل جمع ڪرايان ته هن تي ڪيس نه هلندو. فقط نَوَ سؤ روبل!"

"نَوَ سؤ روبل؟" پاشا پڇيو. " مون کي نَوَ سؤ روبلن جي ڪا خبر ڪانهي. مون .کي ڪو نه ڏنا اٿائين."

"مان تو کان نَوَ سؤ روبل ڪين ٿي پنان. توکي پئسا ڪونهن ۽ مون کي تنهنجن پئسن جي ضرورت ڪانهي. مان تو کان بلڪل الڳ شئي ٿي گهران...... ماڻهن جي عادت هوندي آهي ته تو جهڙين عورتن کي زيور ڏيندا آهن. مون کي اهي شيون موٽائي ڏي جيڪي منهنجي مڙس توکي ڏنيون آهن."

"مئڊم! هن مون کي ڪو بہ زيور ڪو نہ ڏنو آهي،" پاشا رڙ ڪئي جيڪا هاڻي معاملي کي سمجهي ويئي هئي.

"پئسا ڪٿي آهن؟"، هن پنهنجا، منهنجا ۽ ٻين جا پئسا اڏائي ڇڏيا آهن. ٻڌ، مان توکي عرض ٿي ڪريان! مان هاڻي هوش۾ آئي آهيان، مون توکي گهڻو گهٽ وڌ ڳالهايو آهي. پر مان توکي منٿ ٿي ڪريان تہ ان کي وساري ڇڏ. تون مون کي ڌڪاريندي هوندينءَ ۽ مان سمجهان ٿي؛ پر جيڪڏهن تو ۾ رحم ڪرڻ جي سگهہ آهي تہ منهنجي حالت ۾ پاڻ کي وجهي ڏس. مان توکي گذارش ٿي ڪريان، مون کي اهي شيون موٽائي ڏي."

"ها....." پنهنجا ڪُلها لوڏي پاشا چيو" مان ائين خوشيءَ سان ڪيان ها، پر خدا جي مون تي مار پوي جيڪڏهن ڪنهن بہ مون کي ڪو تحفو ڏنو هوندو. مهرباني ڪري مون تي اعتبار ڪر. پر تون صحيح آهين." ايڪٽريس پاڻ کي سپاليندي چيو. "هڪ ڀيري هن منهنجي لاءِ هي بہ شيون آنديون هيون ـــ مان اهي توکي، جيڪڏهن تون چاهين، تہ خوشيءَ سان واپس ڪرڻ لاءِ تيار آهيان."

پاشا پنهنجي ميز جو خانو کوليو ۽ ان مان هڪ هلڪو سونو ڪنگڻ ۽ هڪ ڳاڙهي پٿر واري منڊي ڪڍي هن کي ڏني.

عورت جي منهن جو رنگ ئي ڦري ويو ڇڻ هن جي گهٽتائي ڪئي ويئي هئي.

"مون کي ڇا ڏئي رهي آهين؟ مون توکان خيرات نہ گهري هئي پر اهو جيڪو تنهنجو نہ آهي، جيڪو تو منهنجي غريب مڙس کي لالچائي حاصل ڪيو آهي، تو کي اهڙين حالتنُ جو پوري فائدي وٺڻ جو پتو آهي. خميس جي ڏينهن جڏهن رستي تي مون توکي پنهنجي مڙس سان ڏٺو هو تہ توکي هيرن جو هار ۽ قيمتي منڊي پيل هئي. مان توکي قرباني ڏيڻ لاءِ نٿي چوان پر توکي آخر ڀيرو چوان ٿي تہ ڇا تون اهي شيون مون کي موٽائي ڏين ٿي يا نہ؟"

"تون ڪيتري نہ ڪل جهڙي ٿي لڳين......" پاشا چيو. جنهن ڏک محسوس ڪيو هو. هن رڳو ڪيڪ......"

"ڪيڪ......!" هن ٺوڪ واري لهجي ۾ ڪلندي چيو. "گهر ۾ ٻارن جي کائڻ لاءِ ڪجهہ بہ نہ آهي ۽ هتي تون ڪيڪ ٿي کائين. ڇئبو تون

انهن شين ڏيڻ ڪان انڪار ٿي ڪرين؟“

هن کي جواب نہ مليو. هوءَ هڪ آرام ڪرسيءَ تي ويهي رهي ۽ ڪنهن خاص نڪتي تي ڌيان سان سوچي رهي هئي. هوءَ سوچي رهي هئي تہ مان ڇا ڪريان؟ جيڪڏهن نَوَ سؤ روبل نہ مليا تہ هو ختم ٿي ويندو ۽ ان سان گڏ مان ۽ منهنجا ٻار بہ. مان هن کي مارايان يا پاڻ کي ايڪٽرياڻيءَ جي قدمن تي جهڪايان. عورت منهن تي رومال ڏنو ۽ روئڻ لڳي.

”مان توکي منٿ ٿي ڪريان“ هن چيو ”تو منهنجي مڙس کي برباد ڪيو آهي. ۽ هن جي زندگي تباهہ ڪئي آهي..... .هاڻي هن کي بچاءِ...... مان سمجهان ٿي تہ توکي هن تي رحم نٿو اچي، پر ٻارن جو خيال ڪر..... انهن معصومن کي ڇو سزا ملڻ کپي!“

پاشا انهن ٻارن بابت سوچڻ لڳي، جيڪي گهٽيءَ جي ڪنڊ تي بک کان روئي رهيا هئا.

”مان ڇا ٿي ڪري سگهان؟ تون چوين ٿي تہ مان وحشي آهيان ۽ مون هن کي تباهہ ڪيو آهي. پر مان خدا جو قسم کڻي ٿي چوان تہ مون ڪڏهن بہ هن کان ڪو مالي فائدو حاصل نہ ڪيو آهي. مون سان گڏ ٿيئٽر ۾ ڪم ڪندڙ ڇوڪرين ۾ رڳو موجا نالي ڇوڪري آهي، جنهن جو پيارُ ڪندڙ پئسي وارو آهي، باقي اسان سڀ اڌ بک تيون مرون. نڪولائي شڪل جو سهڻو ۽ ڪپڙي لتي ۾ سٺو. آهي، تنهنڪري ئي منهنجا هن سان تعلقات آهن.“

”مان توکي اِنهن شين لاءِ چئي رهي آهيان جيڪي هن توکي ڏنيون آهن، اهي مون کي ڏي مان روئي رهي آهيان مون پاڻ کي نيچ بڻايو آهي، جي تون چوين تہ تنهنجي پيرين پوان. مهرباني ڪري....... مهرباني ڪري!“

پاشا خوف ۾ مان رڙ ڪئي. هن محسوس ڪيو تہ هوءَ خوبصورت عورت، جيڪا ڊرامي جي مرڪزي ڪردار وانگر ڳالهائي رهي هئي، پنهنجي عزت ۽ وقار جو خيال ڦِٽو ڪري هن جي پيرن تي جهڪڻ لاءِ تيار هئي.

”چڱو مان توکي شيون ڏيان ٿي“ هن ڳوڙها اگهندي چيو. ”اچي وٺ پر اهي مون کي نڪولائي نہ ڏنيون آهن. اهي مون کي ٻين ماڻهن کان

مليون آهن. جن لاءِ تون بہ چوين ٿي......!“

پاشا ميز جو خانو کوليو ۽ هن کي هيرن جو هار ۽ ڪجهہ منڊيون ۽ ڪجهہ پيا هار ڏنا.

”هي وٺ، هي بہ وٺ جيتوڻيڪ تنهنجي مڙس کان مون کي ڪجهہ بہ نہ مليو آهي. اچي هي سڀ وٺ، تون ئي شاهوڪار ٿيءُ.“ هن عورت جي قدمن تي ڪِرڻ سبب ڏک مان پاشا چيو.

”پر جيئن تہ تون سهڻي عورت آهين..... ۽ هن جي زال. بهتر آهي تہ هن کي پاڻ سان بدل رک. مان توکي پڪ ڏيان ٿي تہ مان هن کي نہ سڏينديس آهيان، هو پاڻ ايندو آهي.“

عورت ڳوڙهن پريل اکين سان ميز تي پکڙيل زيورن ڏانهن ڏٺو ۽ چيو ”بس اهي آهن ...... انهن جي تہ پنج سؤ روبل قيمت بہ نہ ٿيندي!“

پاشا وري خاني ڏانهن ويئي ۽ هڪڙي سوني واچ، سگريٽ ڪيس، پانهن جا بٽڻ ۽ ٻيون شيون ميز ڏانهن اڇلايائين. ”مون وٽ ٻيو ڪجهہ بہ نہ آهي، تون پاڻ ڏسي سگهين ٿي.“

عورت ٿڌو ساهہ ڀريو ۽ ڏڪندڙ هٿن سان شيون رومال ۾ گڏ ڪيائين ۽ ٻاهر هلي ويئي.

ٻئي ڪمري جو دروازو کليو نڪولا ٻاهر نڪتو. هو پيلو ٿي ويو هو ۽ هن جا هٿ ڏڪي رهيا هئا، ڄڻ گهڻو شراب پيتو هئائين. هن جي اکين ۾ ڳوڙها چمڪي رهيا هئا.

”تو مون کي ڪهڙيون شيون ڏنيون هيون؟“ پاشا هن ڏانهن مُڙندي چيو ”مان پڇان ٿي ڪڏهن تو مون کي اهي شيون ڏنيون هيون؟“

”شيون.... واهيات!“ نڪولا ڪنڌ ڌوڻيندي چيو ”منهنجا خدا! هوءَ تنهنجي اڳيان اچي رُني آهي ۽ پاڻ کي گهٽ ڪيو اٿائين......!“

”مان پڇان ٿي اهي ڪهڙيون شيون آهن جنهن لاءِ چيو ٿو وڃي تہ تو مون کي ڏنيون آهن.....؟ پاشا رڙ ڪئي.

”منهنجا خدا، هن عزت واري، شريف ۽ خاندان عورت..... پاڻ کي تنهنجي پيرن تي ڪيرايو! اهو سڀ منهنجي ڪري ئي آهي. منهنجي ڪري ائين ٿيو آهي!“ هو پِٽ پِٽ ڪرڻ لڳو.“ مان پنهنجو پاڻ کي ڪڏهن بہ معاف نہ ڪنديس، هتان پري ٿيءُ.“ هن پاشا ڏانهن حقارت سان نهاريو ۽ پنهنجن ڏڪندڙ هٿن سان هن کي پاڻ کان پري ڌڪيائين، ”هن پاڻ کي

تنهنجي پيرن تي اڇلايو...... تنهنجي پيرن تي! او منهنجا خدا!“

هن جلدي ڪپڙا پاتا. هو جاڻي واڻي پاشا کان پاسو ڪري هليو ويو.

پاشا ڪرسيءَ تي ويهي رهي ۽ ڏاڍيان روئڻ لڳي. هن کي ڏک هو تہ هن پنهنجا سڀ زيور ڏئي ڇڏيا هئا. سمورو منظر ڏک ڏيندڙ هو. هن کي ياد آيو تہ ڪيئن هڪڙي سيٺ تي سال اڳ هن کي سواءِ ڪنهن سبب جي مار ڪئي هئي پوءِ هوءَ اجا بہ وڌيڪ رڙيون ڪري روئڻ لڳي.■

(سہ ماهي، ”مهراڻ“ جي ٿورن سان)

# انسان

## ديوتا ۽ دئيت



رابرٽ گرين انگرسال ڊاڪٽر اي ڪي پنجوائي

فرينچ ڪهاڻي
ليکڪ: موپاسان
سنڌيڪار: شيام سچاننداڻي

# گناه

فوجي آفيسرن سان ڀريل قبرستان، گلن سان ڀريل باغ وانگر پئي لڳو. هر طرف رنگين سوٽ، بوٽ، ٻلا، ٽوپلا ۽ چمڪدار پتل جا ٻيڙا ڏسڻ ۾ پئي آيا. ٻلن سان سجيل پوشاڪون پهريل آفيسر قبر جي آس پاس چڪر هڻي رهيا هئا. قبرون، جن جي مٿان لوهہ، سنگ مرمر ۽ ڪاٺ جا "تياس" پنهنجون شوق ۾ ٻڌل ٻانهون ڦهلائي بيٺا هئا.

اڄا ڪجهہ وقت اڳ ڪرنل لمسن جي ڏرم پتنيءَ کي دفنايو ويو هو.

ٻہ ڏينهن، ٿيا. هوءَ سمنڊ جي ڪناري سنان ڪندي ٻڏي وئي هئي. سڀ رسمون پوريون ٿي چڪيون هيون. پادري واپس وڃي چڪو هو. ڪرنل اڃا بہ قبر جي کڏ جي سامهون بيٺو هو. هو ٻين آفيسرن جي سهاري بيٺو هو. هو هيٺ کڏ ( قبر) ۾ پيل ڪاٺ جي صندوق ڏانهن يڪ ٽڪ نهاري رهيو هو. ان صندوق ۾ هن جي نوجوان زال جو لاش پيل هو.

هو لڳ ڀڳ ٻڍو ٿي چڪو هو. پنهنجي دوست جي ڌيءَ سان شادي ڪئي هئائين. هن جو دوست ڌيءُ کي ٻي سهاري ڇڏي ويو هو.

ڪيپٽن، ليفٽيننٽ، جيڪي هن سان گڏ آيا هئا، اُهي هن کي اُتان وٺي وڃڻ جي ڪوشش ڪرڻ لڳا، ليڪن هو اتان چُريو ڪونہ. هن جون اکيون ڳوڙهن سان ڀرپور هيون. هُن ڪوشش ڪري ڳوڙها اکين ۾ دٻائي رکيا هئا. هن جي وات مان آهستي نڪتو "نہ، نہ، اڃان ٿورو وقت."

هن جو سرير نستو ٿي رهيو هو. قبر جي کڏ هن کي اونهي کاهيءَ وانگر پي لڳي-قبر، جنهن ۾ هن جي دل، هن جي سڄي زندگي ۽ هن جو سڀ ڪجهہ پوريو پيو هو. اوچتو جنرل آرمنٽ آيو ۽ ڪرنل کي ٻانهن کان جهلي چيائين، "هلو جلدي هلو .هاڻي اوهان کي هڪ منٽ بہ هتي بيهڻ نہ گهرجي." جنرل جو چوڻ مڃي هو پنهنجي جاءِ طرف وڌيو. ڪوارٽر ۾

پهچي هن ڪمري جو دروازو کوليو. اندر داخل ٿيندي ئي ميز وٽ هڪ لفافو پيل ڏٺائين. هن خط ڪڍي ڏٺو. اوچتو هو عجب ۾ پئجي ويو. مشڪلات سان ڪرندي بچيو. هن پنهنجي زال جا اکر سُڃاڻي ورتا هئا. خط تي انهيءَ ڏينهن جو ٺپو لڳل هو. لفافو ڦاڙي هو پڙهڻ لڳو.

فادر،

مونکي " فادر"چوڻ جي آڳيا ڏيو جيئن مان توهان کي پهرين چوندي هيس. جنهن وقت توهان کي خط ملندو، تنهن وقت مان هن دنيا مان وڃي چُڪي هونديس.

توهان مونکي معاف ڪندا ڇاڪاڻ جو مان مٽيءَ هيٺان ( قبر ۾ ) وڃي پهتي هونديس.

مان توهان کي رحم جي لاءِ درخواست، ڪونه ٿي ڪيان ۽ نڪو پنهنجي پاپ کي ننڍو ڪري پيش ڪرڻ ٿي چاهيان. هن وقت مان ڳنڀيرتا وچان توهان کي سچي ڳالهہ ٻڌائڻ ٿي چاهيان. مان هي خط لکڻ جي اٽڪل هڪ ڪلاڪ بعد پاڻ کي موت جي حوالي ڪنديس.

جڏهن توهان پنهنجي مرضيءَ مطابق مون سان شادي ڪئي، تڏهن مون پنهنجو پاڻ کي توهان جي حوالي ڪيو. هڪ نوجوان ڇوڪريءَ وانگر مون دل و جان سان توهان کي پيار ڪيو. جيئن هڪ ڇوڪري پنهنجي پيءُ کي پيار ڪندي آهي، تيئن مون بہ توهان کي پيار ڪيو.

مان توهان کي ايترو تہ پيار ڪندي هيس جو هڪ ڏينهن توهان مون کي گوڏن تي ويهاري چمي رهيا هئا تہ منهنجي منهن مان ازخود نڪري ويو: "فادر". اهو منهنجي دل جو آواز هو. توهان مون لاءِ بلڪل پيءُ وانگر هئا جڏهن منهنجي منهن مان "فادر لفظ نڪتو، تڏهن توهان کلندي چيو هو"مون کي پڻي ائين سڏيندي ڪر۔ مون کي پاڻ خوشي ٿئي ٿي."

... ۽ پوءِ اسان هتي شهر ۾ آيا سين ۽ ... ۽ معاف ڪجو "فادر" مون کي ڪنهن سان پريم ٿي ويو مون بچڻ جي ڪوشش ڪئي برابر بہ سال مون ڪوشش ڪئي، ليڪن هن جي پيار مون کي هار مڃڻ تي مجبور ڪيو. مان پاڻ بچائڻ ۾ ناڪامياب ٿيس ۽ مون پاپ ڪيو. مان اُپوترتا جي ڪڌ ۾ ڪري پيس.

... ۽ هن ماڻهو جي باري ۾ ؟ مون کي وشواس آهي تہ توهان کي ڪڏهن بہ خبر ڪونہ پوندي اٽڪل هڪ ڊزن آفيسرن جو پاڻ سان لاڳاپو

هو. آفيسر، جن کي توهان سچ جي چوڌاري گهمندڙ تارا ڪري چوندا هئا. فادر هن کي ڄاڻڻ جي ڪوشش به نه ڪجو ۽ نه ڪو هن کي خراب سمجهجو. هن صرف اهو ڪيو آهي، جيڪو هوند پيو ڪو ڪري. مون کي وشواس آهي ته هو به مون کي سچي دل سان پيار ڪندو هو.

پوءِ ڇا ٿيو ؟ هڪ ڏينهن مون کي هن سان بڪاس بيٽ تي گڏجڻو. هو توهان کي خبر هوندي ته هي ننڍو بيٽ خاص پري ڪونهي. مون کي اتي تري ويڄڻو هو هو ننڍي وڻ پنيان بيهي منهنجي اچڻ جو انتظار ڪري رهيو هو. اتي اسان کي سچ لڳي تائين ترسڻو هو جيئن اسان کي واپس وڃڻ مهل ڪو ڏسي نه وٺي. اوچتو وڻن جي ٽارين ۾ حرڪت پيدا ٿي. اسان جي سامهون فلپ بيٺو هو. فلپ توهان جو خاص نوڪر آهي. اسان عجب ۾ پئجي وياسين. مون کي لڳو ته منهنجي پيرن هيٺان زمين کسڪي رهي آهي. منهنجي منهن مان رڙ نڪتي. ان وقت منهنجي پريمي مونکي چيو "ڊارلنگ تون واپس هلي وڃ. مون کي هن سان اڪيلو رهڻ ڏي."

ڊپ ۽ گهٻراهٽ وچان، منهنجو ساهه منجهڻ لڳو مان چڱي طرح هلي به نه ٿي سگهيس. ائين ٿي لڳو ته اڄ مان بڏي ويندس خير، مان واپس گهر آيس. مون کي لڳو ته اڄ ڪا نئين ڳالهه ٿيڻ واري آهي.

هڪ ڪلاڪ بعد فلپ مون کي ڊرائنگ روم ۾ گڏيو. هن آهستي چيو "ڪو پيغام موڪلڻو هجي ته بندو هر دم حاضر آهي." مون کي سمجهڻ ۾ دير نه لڳي ته منهنجي پريميءَ هن کي خريد ڪري ورتو آهي. مون ڪيترائي خط ان دوران موڪليا. هو خط کڻي ويندو هو ۽ انهن جا جواب به وٺي ايندو هو.

ان طرح به مهينا گذري ويا اسان جو هن تي وشواس هو جيئن توهان جو اتس ۽ پوءِ فادر ڇا ٻڌايانوَ؟ هڪ ڏينهن جڏهن مان ان جاءِ تي پهتس ته ڏٺم ته منهنجي پريمي بدران فلپ بيٺو هو. هو مون کي چوڻ لڳو ته اگر مون هن جي خواهش پوري نه ڪئي ته هو توهان جي اڳيان راز ظاهر ڪندو. توهان کي ڏيکارڻ لاءِ هن اسان جو هڪ خط به چورايو هو.

آهه ! فادر ڊپ منهنجي من ۾ ويهجي ويو. ڪانئرتا جو ڊپ ۽ توهان جو ڊپ. مون توهان سان وشواس-گهات ڪيو هو. ڊپ ٿيم ته ڪٿي حقيقت ڄاڻڻ بعد توهان مون کي ماري نه ڇڏيو. ! مان ڪجهه به ٻڌائي نه ٿي سگهان. مان ڇڻ ته ڇري ٿي پيس نراسائي منهنجي چئني طرف ڦهلجي

وئي. افسوس! ڪيتري نہ نيچتا جي ڳالهہ ڇٽبي!

اسان زالون ڏاڍيون ڪمزور دل واريون ٿينديون آهيون. اسين توهان مردن کان گهبرائجيو وڃون، انهي طرح گهبرائجي اسين نيچتا جي رستي تي ڪريو پئون. مون کي پنهنجو هوش حواس ڪو نہ رهيو. ائين تي لڳو ڄڻ چارڻ مئيس ۽ مون پنهنجو پاڻ ان وحشي کي سونپي ڇڏيو.

... ۽ فادر اهو ڪجهہ ٿيو جنهن جو ڊپ هو هن نيچ وري وري مون کان ساڳئي گهر ڪئي. جڏهن هن جي دل ٿيندي هئي، تڏهن مون کي ڌمڪي ڏيندو هو. هاڻ هو بہ منهنجي پهرين پريمي وانگر روز جو پريمي بنجي پيو. ڪيتري نہ خراب ڳالهہ آهي ۽ ان جي سزا؟

پاڻي سر جي مٿان لنگهي چڪو هو موت کان سواءِ ٻيو ڪو بہ چاڙهو ڪو نہ هو. پنهنجي جيئري مون ۾ ايڏي طاقت ڪو نہ هئي، جو ايڏي وڏي پاپ جو مان پاڻ بيان ڪيان. هينئر موت ويجهو آهي. موت ئي مون کي هي سڀ ڪجهہ بيان ڪرڻ جي همت ڏياري رهيو آهي. مان ايتري تہ پاپڻ ٿي پئي آهيان جو موت کان سواءِ ڪنهن بہ نموني منهنجو پاپ ڌوپجي نٿو سگهي. مان پيار ڪرڻ لائق ڪونہ رهي هيس. مون کي ائين تي لڳو تہ ڄڻ جنهن بہ شيءِ تي منهنجو پاڇو پوندو اها اپوتر ٿي پوندي. هن وقت سمنڊ ۾ سنان ڪرڻ وڃي رهي آهيان ۽ واپس ڪو نہ ايندس. توهان ڏانهن لکيل هي خط مان پنهنجي پريمي ڏانهن بہ موڪلي رهي آهيان. هي خط جڏهن منهنجي پريميءَ کي ملندو، تڏهن مان مري چڪي هونديس. منهنجو پريمي ٻئي ڪنهن سان ڳالهہ ٻولهہ ڪرڻ کان سواءِ خط توهان ڏانهن موڪليندو اها منهنجي خواهش آهي جا منهنجو پريمي ضرور پوري ڪندو. جڏهن توهان قبرستان مان موٽندا تڏهن توهان کي هي خط ملندو ۽ توهان پڙهندا.

الوداع، فادر! بس، منهنجي ايتري ئي ڪهاڻي آهي. جيئن توهان جي دل چوي تيئن ڪندا پر، فادر مون کي معاف ضرور ڪجو... !

ڪرنل خط پڙهي منهن تان پگهر اگهيو. هن جي دل ۽ دماغ ۾ ڄڻ لڙائي جي ميدان جهڙو جوش اچي ويو. هن گهنٽي وڄائي. هڪ نوڪر اچي حاضر ٿيو.

" فلپ کي اندر موڪل." ڪرنل چيو ۽ ميز جو خانو کوليا ئين.

فلپ اچي حاضر ٿيو. ڊگهو بدن جو پريل، پورين مڇن وارو انسان. هن جي اکين مان نيچتا ٽمي رهي هئي.

ڪرنل هن جي اکين سان پنهنجون اکيون ملائيندي چيو. ”مون توکي پنهنجي زال جي پريميءَ جو نالو پڇڻ لاءِ گهرايو آهي.“

”پر ... ڪرنل ... صاحب“

ڪرنل اڌ کليل ميز جي خاني مان پستول ڪڍيو. ”جلدي ڪر. هيءَ ڏس، مان مذاق ڪو نه ٿو ڪريان.“ ڪرنل جو چهرو غصي وچان ڳاڙهو ٿي ويو.

ڪرنل صاحب ... هن جو نالو ... سينٽ ايلبرٽ آهي.“

ٺا ! اچا فلپ جي منهن مان پورو نالو نڪتو ئي مس ته ڪرنل پستول جو گهوڙو دٻايو. فلپ منهن ڀر ڪري پيو. گولي هن جي کوپڙي مان آر پار لنگهي وئي هئي.

ڪرنل هن جي منهن تي ڪراهت وچان ٿڪ ڦٽي ڪئي.■

( ماهوار ”ڪونج“، ڀارت، جي ٿورن سان )

مارڪ ٽئين
ثريا مخدوم

# هڪ ڪروڙ پائو جو نوٽ

[مارڪ ٽئين امريڪا جي جديد ادب جي بانين مان ليکيو وڃي ٿو. هو ١٨٣٥ع ۾ ڄائو ۽ ١٩١٠ع ۾ وفات ڪيائين. سندس اصل نالو سيموئل ڪليمنس هو. هن پنهنجي ادبي زندگيءَ جي شروعات ننڍين ڪهاڻين سان ڪئي، پر اڳتي هلي هو هڪ ناول نويس جي حيثيت ۾ مشهور ٿيو. "هڪلبيري فن" سندس هڪ شاهڪار ناول آهي.

مارڪ ٽئين بنيادي طور تي هڪ مزاح نگار آهي، پر سندس مزاح اتاچرو نه آهي، ان ۾ اونهائپ ۽ ڏبيل طنز آهي. ان جو مثال هيٺ ڏنل ڪهاڻيءَ مان به ملي سگهي ٿو. ان ۾ هن ڪِل ئي ڪِل ۾ انگريزن جي ڪن اٽوٽندڙ رواجن، جيئن ته هر معاملي کي شرط سان نبيرڻ ۽ دعوت جي راويتي شروعات ڪرڻ واري دستور تي ٽوڪ ڪئي آهي.

پيو ته ان ڪهاڻيءَ ۾ پونجيوادي سماج جي هڪ ناسور کي ظاهر ڪيو ويو آهي، جنهن موجب هڪ سماج ۾ عزت لائق رڳو اهو ماڻهو آهي، جنهن وٽ پئسو آهي. ان ڪهاڻيءَ جو سورمو (Hero) هڪ غريب ڇوڪرو آهي، جنهن جي هوندءَ ته ڪا به حيثيت نه هئي، پر جڏهن هن وٽ هڪ "وڏو" نوٽ اچي وڃي ٿو ته هو هڪدم مانَ وارو بڻجي پوي ٿو. هن جو حسب نسب پڻ اعليٰ ٿي پوي ٿو. جيتوڻيڪ هو پوءِ به هٿين خالي رهي ٿو، پر رڳو ان "وڏي" نوٽ جي هڪ جهلڪ سان ئي اهي سڀ آسائشون ماڻي ٿو جيڪي پونجيوادي سماج ۾ مٿاهين طبقي جا ماڻهو ماڻين ٿا، ايتريقدر جو لقب به ملنس ٿا.

مارڪ ٽئين پنهنجي زندگيءَ جو گهڻو حصو مسسپي درياهه جي ماترِيءَ ۾ گذاريو جنهن جو نتيجو اهو ٿيو جو هن جي اڪثر ڪتابن ۾ درياهه جي زندگيءَ جا اُهڃاڻ ملن ٿا. ڪي ڪتاب ته هن لکيا ئي ان زندگيءَ جي باري ۾ آهن. هيٺ ڏنل ڪهاڻيءَ ۾ پڻ اهڙا اُهڃاڻ ملن ٿا. _ ثريا مخدوم]

مان جڏهن ستاويهن سالن جو هوس، تڏهن سئن فرئنسسڪو ۾ ڪاٽين جي هڪ دلال جو ڪلارڪ هوس، ۽ انهيءَ ڪري هر قسم جي ڏيتي ليتيءَ ۾ پَڙُ تي رُيو هوس. مان دنيا ۾ اڪيلو هوس. مون وٽ اهڙي

ڪا بہ شيءِ نہ هئي، جنهن تي ڀاڙيان، سواءِ پنهنجي ڳٽن ۽ چڱن لڇڻن جي؛ پر اهي منهنجي قسمت ٺاهڻ ۾ منهنجي مدد ڪري رهيا هئا ۽ مان آئيندي لاءِ مطمئن هوس.

هفتي جي پورين ڏينهن ۾، منجهند جي مانيءَ کان پوءِ منهنجو وقت، منهنجو پنهنجو هوندو هو. ان وقت مان هڪ ننڍڙيءَ ٻيڙيءَ ۾ چڙهي، سمنڊ ۾ سير ڪرڻ ويندو هوس. هڪ ڏينهن مان تمام پري نڪري ويس. بس پوءِ تہ واپس ورڻ جون سڀ اميدون لاهي ويٺس؛ پر اتفاق سان هڪ ننڍو ٽڙهو جهاز وٽان اچي لانگهائو ٿيو. جنهن مون کي کنيو. اهو جهاز لنڊن ڏانهن وڃي رهيو هو. اها تمام وڏي ۽ طوفاني مسافري هئي. هنن مون کي ڀاڙي جي عيوض هڪ عام تاروءَ جي حيثيت ۾ رکي ڪم ڪرايو. جڏهن مان لنڊن جي بندر تي پهتس، تہ منهنجا ڪپڙا ميرا تي چڪا هئا ۽ منهنجي کيسي ۾ صرف هڪ ڊالر وڃي بچيو هو. انهيءَ رقم مون کي چوويهہ ڪلاڪ پاليو ۽ پناهہ ڏني. ٻيا چوويهہ ڪلاڪ مون بنا کاڌي ۽ اجهي جي گذاريا. ٻئي ڏينهن صبح جو نستو ۽ بکيو، مان پنهنجو پاڻ کي پورٽلينڊ پيلس ڏانهن گهليندو پئي ويس تہ اتي هڪ ٻار، جنهن کي سندس نوڪرياڻي گهمائي رهي هئي، هڪ ناسپاتي_هڪ چڪ گهٽ_ گٽر ۾ اڇلائي.

مان هڪدم بيهي رهيس ۽ پنهنجي آسائتي اک ان گپ جي خزاني ۾ کپائي ڇڏيم. منهنجو وات پاڻي پاڻي پئي ٿيو منهنجو پيٽ ان لاءِ ليلايو منهنجي سڄي وجود ان جي خيرات گهري پر هو هر پيري جيئن مان ان کي کڻڻ لاءِ نوڙيس ٿي تہ، ڪنهن لنگهندڙ اک منهنجو ارادو تاڙي ٿي ورتو ۽ مان وري سڌو ٿي، اهڙي تہ لاپرواهي ڏيکاريندو، ڄڻ تہ مون ان ناسپاتيءَ لاءِ ڪڏهن سوچيو بہ نہ هو. اها حالت ٿيندي ئي رهي ۽ مان ناسپاتي کڻي نہ سگهيس. آخر ڪار مان ايڏو تہ نا اميد ٿيس جو شرم حياءَ جا ليڪا لتاڙي ناسپاتي کڻڻ وارو ئي هوس، تہ منهنجي پويان هڪ دري کلي ۽ هڪ پرئي مڙس مون سان ڳالهائيندي چيو تہ:

"مهرباني ڪري هيڏانهن اچو"

مان ان گهر ۾ گهڙيس، جتي هڪ باوردي نوڪر جي سونهپ ۾ مون کي هڪ عاليشان ڪمري ۾ پهچايو ويو. ان ڪمري ۾ پوڙهن همراهن جو هڪ جوڙو ويٺل هو. نوڪر کي ٻاهر موڪلي هنن مون کي ويهڻ لاءِ چيو.

ميز تي پيل مانيءَ جي ٻچيل ٽڪرن مان لڳو ٿي، تہ هنن تازو نيرن ڪئي هئي. انهن مانيءَ جي ڳچين مون تي جادو وارو اثر ڪيو. اها ڄاڻ تہ رڳو مون کي ٿي آهي، تہ مون ڪيئن پاڻ کي جهليو. منهنجون اکيون انهيءَ ڪاڏي ۾ ڪتل هيون. پر مون کي ڪاڏي ڪائڻ جي ڪا بہ صلاح نہ ڪئي وئي. بس پوءِ تہ جنهن پيڙا مان مون کي لنگهڻو پيو تنهنجي خبر منهنجي دل کي آهي.

هاڻي، ڪا ٿوري مهل اڳ اتي ڪجهہ ٿيو پئي جنهن جي باري ۾ مون کي ان کان پوءِ ڪافي ڏينهن تائين ڪا خبر نہ پئجيٰ سگهي، پر اوهان کي مان اهو سڀ ڪجهہ هاڻي ٿي ٻڌائيندس.

هنن ٻنهي پوڙهن ڀائرن وچ ۾، ڪجهہ ڏينهن اڳ گرما گرم بحث هليو پئي، ۽ انهيءَ نهراءَ تي پورو ٿيو هو تہ ان جو فيصلو شرط سان ڪيو ويندو جيڪو هر معاملي کي نيبرڻ جو انگريزي طريقو آهي.

اوهان کي ياد هوندو تہ هڪ گهمري انگلينڊ جي بينڪ ڪنهن ڏارئي ملڪ سان ڏيتي ليتي جي سلسلي ۾هڪڙي خاص مقصد لاءِ ١٠ هڪ ڪروڙ پائونڊن جا بہ نوٽ جاري ڪيا هئا، پر ڪنهن سبب جي ڪري انهن ۾ صرف هڪ استعمال ڪيو ويو هو ۽ نيڪال تي ويو هو، پيو اجا تائين بينڪ جي خزاني ۾ پيو هو. اتفاق سان اهي مالدار ڀائر ڳالهيون ڪندي اچي ان ڳالهہ تي ويچارڻ لڳا، تہ هڪ صفا ايماندار شخص جي هونڊ ڪهڙي حالت ٿئي، جنهن کي لنڊن جي شهر ۾ صَفا هيڪلو ڇڏيو وڃي ۽ هن وٽ پيو ڪجهہ بہ نہ هجي سواءِ انهيءَ بينڪ نوٽ جي. جنهن کي ظاهر آهي تہ هو ظاهر ڪري بہ نہ سگهندو. ڀاءُ "الف" چيو تہ هو لنگهڻ وگهي مري ويندو. ڀاءُ "ب" چيو تہ ائين نہ ٿيندو. ڀاءُ "الف" تنهن تي چيو هو ان کي بينڪ يا ڪنهن بہ ٻئي هنڌ ڏئي نہ سگهندو، ڇاڪاڻ تہ تڏي تي ئي گرفتار تي پوندو. اهڙيءَ طرح هو تڪرار ڪندا رهيا، تان جو ڀاءُ "ب" چيو تہ هو ان لاءِ ٢٠ هزار پائونڊ شرط لڳائڻ لاءِ تيار آهي، اتہ اهو ماڻهو انهن هڪ ڪروڙ لکن تي ڪهڙي بہ طرح تيهہ ڏينهن گذارو ڪندو. ۽ جيل کان بہ ٻاهر هوندو. ڀاءُ "الف" هن کي ورائي ويو. نيٺ ڀاءُ "ب" بينڪ ۾ ويو ۽ اهو نوٽ ڪٽي آيو. توهان ڏٺو صفا هڪ انگريز وانگر! پوءِ هن هڪڙو خط لکرايو جيڪو سندس منشين مان هڪ سهڻن اکر ۾ لکيو. ۽ ٻئي ڀائر ان کي ڏيڻ لاءِ سڄو ڏينهن ڪنهن صحيح ماڻهو

لاءِ واجھائيندا رهيا. هنن ڪيترائي ماڻهو سامهون لنگهندي ڏٺا. پر اهي ذهين نہ هئا ڪيترائي ذهين هئا، تہ وري ايماندار نہ هئا، جن ۾ وري اهي ٻئي گڻ هئا، تہ اهي غريب نہ هئا، يا جيڪڏهن ڪافي غريب بہ هئا تہ اوپرا يا ڌاريا نہ هئا. مطلب تہ هر ڪنهن ۾ڪا نہ ڪا ڪوت هئي، تان جو مان هنن جي ور چڙهيس ۽ هنن مڃيو تہ هر مان هر لحاظ کان صحيح ماڻهو هوس، سو هنن مون کي يڪراءِ چونڊي ورتو— ۽ هاڻي مان اتي اهو ڄاڻڻ لاءِ سيڙيو ويٺو هوس تہ هنن مون کي ڇو سڏايو هو! هنن مون کان منهنجي باري ۾ سوال پڇڻ شروع ڪيا. ۽ جلد ئي کين منهنجي ڪهاڻي معلوم ٿي وئي. پوءِ نيٺ هنن مون کي ٻڌايو تہ مون کي سندن هڪ ڪم ڪرڻو آهي. مون کين ٻڌايو تہ مون کي ان لاءِ سچ پچ ڏاڍي خوشي ٿيندي، ۽ پڇيم تہ اهو ڪم ڪهڙو هو؟ پوءِ هنن مون کي هڪ بند لفافو ڏنو ۽ چيو تہ مون کي ان جي اندر پنهنجي ڪم جي وضاحت ملندي. مون ان کي کوليو ئي ٿي تہ هنن چيو نہ: هن کي پنهنجي جاءِ تي ڪٺي وڃان ۽ تيستائين اپھرو نہ ٿيان. مان منجهي پيس ۽ ان معاملي تي وڌيڪ بحث گهرڻ گهريم، پر هنن اٿين ڪرڻ نہ ڏنو. سو اهڙي قسم جي عملي پوڳ تي پاڻ کي بيعزت ۽ ڪريل محسوس ڪندي ۽ پوءِ ان سان منهن ڏيڻ لاءِ مجبور هوندي ڇو تہ امير ۽ طاقتور ماڻهن جي چٽرن جي جواب ڏيڻ جي حالت ۾ نہ هوس، مون ڪاٿن موڪلايو.

منهنجي حالت هاڻي اها هئي، جو اها ساڳئي ناسپاتي ڏسان ها، تہ سڄي دنيا جي سامهون بيهي کاوان ها، پر اها بہ وڃائجي چڪي هئي، سو مون ان کي بہ هن نياڳي ڏنڌي ۾ وڃائي ڇڏيو! ان جي خيال منهنجي بکئي من ۾ آنڌ مانڌ مچائي ڏني ۽ هنن ماڻهن ڏانهن منهنجي جذبن کي پڙڪايو. ان گهر کان پر پرو ٿيندي ئي، مون پنهنجو لفافو کوليو ۽ ڏٺم تہ ان ۾ ڏوڪڙ هئا. هاڻي انهن ماڻهن جي باري ۾ منهنجي راءِ ڪيئن تبديل ٿي، اهو مان ٿي چئي سگهان ٿو! مون هڪ لحظو بہ زيان نہ ڪيو ۽ نوٽ ۽ پنهنجي سوٽ جي پوئين کيسي ۾ سانڍيم ۽ ويجهڙائيءَ واري هڪ سستي هوٽل ۾ گهڙيس. چڱو پوءِ مون ڪيئن کاڌو. جڏهن مان گهڻو وقت ويهي نہ سگهيس تہ پنهنجي موڙي ٻاهر ڪڍي کوليم. هڪ ئي نظر ۾ ذري گهٽ غش ٿي ويس. هڪ ڪروڙ پائونڊ نوٽ! انهن تہ منهنجو مٿو ئي ڦيرائي ڇڏيو. مان ٻنا اک ڇنڀڻ جي ان نوٽ کي تڪيندو رهيس ۽ شايد

تڪيندو ئي رهان ها: پر هڪ بي عجيب ڳالهه نوٽ ڪيم ۽ اها هئي هوٽل جو مالڪ. هن جي اک نوٽ تي هئي ۽ هو اچرج ۾ پئجي ويو هو. ائين پئي لڳو ڄڻ هو پنهنجي سموري جسم ۽ روح سان ان جي پوڄا ڪري رهيو هو. هو صفا بت بڻجي ويو هو ڄڻ تہ پنهنجا هٿ ۽ پير چوري بہ نہ سگهندو. اها حالت ڏسي مون هڪ لحظي ۾ پنهنجي حالت ٺيڪ ڪئي ۽ ان مهل جيڪو مناسب سمجهيم. سو ڪيم. مون نوٽ هن ڏانهن وڌايو ۽ بي خياليءَ سان چيو:

"مهرباني ڪري مون کي باقي زيرو ڏيو."

اهو ٻڌندي ئي هو پنهنجي اصلوڪي حالت ۾ اچي ويو ۽ نوٽ مٽائڻ جي لائق نہ هئڻ لاءِ هزارين معافيون گهريائين. هن جي اکين جي اڄ اجهامڻ جي نہ هئي: پر افسوس جو هو نوٽ کي ڇهي بہ نہ پئي سگهيو. ڄڻ تہ اها شيءِ هن غريب جي ڪٽڻ کان ڳري هئي. چيو مانس:

"معاف ڪجو، اهو مناسب تہ نہ آهي: پر هن وقت مون وٽ کليو پئسو نہ آهي، تنهنڪري مهرباني ڪري مون کي هي ئي مٽائي ڏيو."

پر هن چيو تہ اها ڪا اهڙي ڳالهہ نہ هئي. هو اهو ليکو پئي دفعي وٺي پئي سگهيو. مون چيس تہ: "مان سندس پاڙي ۾ شايد ڪجھ وقت تائين نہ اچان" هن ان تي وراڻيو تہ ان جي بہ ڪا! تڪڙ نہ هئي، هو ترسي سگهيو ٿي: پيو تہ مان ڪنهن بہ مهل ڪا شيءِ هن کان وٺي سگهيس ٿي: ۽ ان ڪنڌي کي جيستائين وڻيم تيستائين هلائي سگهيس ٿي. هن چيو تہ کيس اميد هئي تہ هو مون پاري هڪ شاهوڪار شخص ۾ رکو انهيءَ ڪري ويساهہ ڪرڻ کان نٽي ٻنو جو مان هڪ کلمک شخصيت جو مالڪ هئس ۽ غريباڻو ويس ڍڪي ماڻهن کي بيوقوف بڻائي رهيو هوس، ان مهل هڪ پيو گراڪ اچي رهيو هو. سو هوٽل جي مالڪ مون کي ان ديو جهڙيءَ شيءِ کي لڪائڻ جو اشارو ڪيو. پوءِ هو در تائين مون سان نوڙندو هليو ۽ ان کان اڳ جو مون کي پوليس جهلي، مان ڪيل خطا کي بخشائڻ لاءِ ساڳئي گهر ۽ ان جي مالڪن، ٻن ڀائرن ڏانهن ويس. مان ڏاڍو منجهي پيو هوس. در اصل ڏاڍو ڏڃي ويو هئس، جيتوڻيڪ منهنجو ان واقعي ۾ ڪو ڏوهہ بہ نہ هو: پر مان ماڻهن کي چڱيءَ ريت سڃاڻندو هوس، تہ هنن کي جڏهن خبر پوندي، تہ هنن ڪنهن اڻواقف شخص کي ڪروڙ پائونڊن جو چيڪ هڪ پائونڊ جو نوٽ سمجهي ڏنو آهي، تہ بجاءِ پنهنجي

تنگ نظريءَ ڪي ننڌن جي، هو ان غريب شخص ڪي ڏڪارڻ لڳندا آهن. جيئن ئي مان گهر تي پهتس، منهنجو جوش وڌڻ لڳو. جو اتي تہ سڀڪجهہ سانت هو. ان سان مون کي پڪ ٿي، تہ هنن کي اجا پنهنجي ڀُل جي خبر ڪا نہ پئي هئي. مون گهنٽي وڄائي. ساڳيو نوڪر نڪري آيو. مون هنن ڀَريَن مڙسن جو پڇيو:

"هو هليا ويا آهن،" اهو اُهي انهن ماڻهن جي طبقي جو هنيلو ۽ سرد انداز!

"هليا ويا. ڪيڏانهن؟"

"مسافريءَ تي."

"پر ڪيڏانهن؟"

"ولايت، منهنجي خيال ۾ تہ."

"ولايت؟"

"هائو سائين."

"ڪهڙيءَ واٽ، ڪهڙي دڳ کان؟"

"اهو مان نہ ٿو چئي سگهان، سائين."

"هو موٽندا ڪڏهن؟"

"هڪ مهيني ۾، سندن چوڻ موجب."

"هڪ مهينو!, آه! اهو تہ ڏاڍو عجيب آهي! مون کي ڪو طريقو ٻڌاءِ، تہ مان ڪهڙيءَ طرح هنن تائين هڪ نياپو پهچائي سگهان ٿو اهو ڏاڍو ضروري آهي."

"مون کي ڪا خبر نہ آهي تہ هو ڪيڏانهن ويا آهن، سائين."

"تہ پوءِ مان ڪٽنب جي ڪنهن ٻئي ڀاتيءَ کي ڏسڻ گهرندس."

"ڪٽنب پڻ ٻاهر ويل آهي؛ مهيني کان ٻاهر آهي ـ مان سمجهان ٿو مصر يا هندستان."

"ڀائو هنن کان هڪ تمام وڏي چڪ ٿي وئي آهي. هو رات پوڻ کان اڳ ئي موٽي ايندا. ڇا تون کين ٻڌائيندين تہ مان هت آيو هوس، ۽ اهو تہ ايندو رهندس، جيستائين اهو سڀڪجهہ نيڪ ٿي وڃي. کين ڊڄڻ جي ڪا بہ ضرورت نہ آهي؟"

"جيڪڏهن هو موٽي آيا تہ مان کين ٻڌائيندس؛ پر مون کي هنن جو

اوسيئڙو ناهي مان هنن چيو هو تہ ٿون هڪ ڪلاڪ اندر هت جاچ ڪرڻ ايندين، پر ها توکي پڌايان ٿو تہ سيڪجهہ ٺيڪ آهي. هو پنهنجي وقت تي هت هونڌا ۽ تنهنجو انتظار ڪندا."

سو مون کي اهو خيال بہ تياڳڻو پيو ۽ موٽي آيس. ڇا تہ ڳجهارت هئي! مان تہ پنهنجو هوش وڃائڻ تي هوس، هو هُت "وقت تي" هوندا. ان جو ڪهڙو مُطلب ٿي سگهيو ٿي؟ شايد خط ان جي ڇنڊڇاڻ ڪري. مون تہ ان کي بہ وساري ئي ڇڏيو هو. اهو خط ٻاهر ڪڍي پڙهيم. اجهو منجهس هيئن چيل هو:

تنهنجي منهن مان لڳي ٿو تہ تون هڪ ذهين ۽ ايماندار ماڻهو آهين، اسين اهو بہ سمجهون ٿا تہ تون هت اوپرو ۽ غريب آهين. لفافي ۾ توکي ڪجهہ رقم ملندي. اها توکي تيهن ڏينهن لاءِ بنا وياج جي ڏني وئي آهي. ان مُدي جي پڄاڻيءَ تي، هن ئي گهر ۾ احوال ڏئي وڃجانءِ. مون توتي هڪ شرط هنئي آهي. جيڪڏهن مان اها کٽي ويس، تہ منهنجي انعام ۾ ڪهڙو بہ درجو ماڻي سگهين ٿو ــ ڪوبہ. يعني تون پاڻ کي ان جهڙو ثابت ڪندين ۽ ان کي حاصل ڪرڻ جي ڪوشش ڪندين."

نہ صحيح، نہ ايڊريس، نہ تاريخ. ڇڱو جنجال هو! ان کان اڳ جيڪا گذري توهان ان کان تہ واقف ٿي چڪا آهيو. پر مان تہ صفا اٽڃاڻ هئس، اها منهنجي لاءِ هڪ اونهي، ڳجهي پرولي هئي. مون کي تِر جيتري بہ سڌ نہ هئي تہ اها راند ڪهڙي هئي؟ ۽ الائجي منهنجي لاءِ نقصان واري هئي يا فائدي واري! مان هڪ باغ ۾ ويس ۽ ويهي ان باري ۾ ويچارڻ جي ڪوشش ڪيم ۽ سوچڻ لڳس، تہ سنئون ڏگ ڪهڙو هو جنهن تي وک کڻان! نيٺ هڪ ڪلاڪ جي پڄاڻيءَ تي منهنجي دليل بازي ان نقطي تي پهتي:

ٿي سگهي ٿو تہ انهن ماڻهن مون کي ڇڱو سمجهيو هجي، ٿي سگهي ٿو انهن مون کي هيٺو سمجهيو هجي، پر انهيءَ نبيري جي ڪابہ واهہ نہ هئي ـ سو لنوايوس. هنن کي ڪا ڪيڏ سجهي هوندي يا ڪا رٿ، يا تجربو جنهن کي آزمائي سگهن، انهيءَ خيال کي صحيح ثابت ڪرڻ جي بہ ڪا واهہ نہ آهي ـ سو لنوايوس. مون تي هڪ شرط هنئي آهي، اهو معلوم ڪرڻ جو بہ تہ ڪو وسيلو نہ هو ـ سو ان کي هٽو ڪڍ ۾. انهن ڳالهين جو نبيرو ٿيڻ وارو نہ آهي، باقي معاملو واضح، ڇٽوءِ يقيني آهي.

جيڪڏهن مان انگلينڊ جي بئنڪ وارن کي چوان، ته اهو نوٽ انهيءَ ماڻهوءَ جي نالي جمع ڪن جنهن جو آهي ته هو ڪندا، ڇاڪاڻ ته اهي ڪيس ڇاڻن ٿا، باوجود ان جي جو مان نہ ٿو ڇاڻانس: پر هو مون کان پڇندا ته مون ڪيس ڪيئن هٿ ڪيو؟ ۽ جيڪڏهن مون سچ ٻڌايو ته هو لازمي طور تي مون کي پاڳل خاني ۾ موڪليندا ۽ جيڪڏهن ڪوڙ ڳالهايم، ته جيل اماڻيو ويندس: ۽ جيڪڏهن مون نوٽ کي ڪنهن ٻيءَ بئنڪ مان مٽائڻ جي ڪوشش ڪئي يا ان تي اوڌر ڪٽندس ته به ساڳيو نتيجو نڪرندو. سو مون کي پنهنجي مرضيءَ خلاف اهو ڳرو بار تيستائين کڻي گهُمائڻو آهي، جيستائين هو همراهہ موٽي اچن. اهو نوٽ منهنجي لاءِ بيڪار آهي ايترو بيڪار جيترو ڏوڙ جو ڀڪ. پر پوءِ به مون کي ان جي سنڀال ڪرڻي آهي، ان تي نظرداري ڪرڻي آهي. جڏهن ته مان پنهنجي جياپي لاءِ محتاج آهيان. مان ان کي ڪنهن کي ڏئي به نٿي سگهيس، پوءِ ڀلي کڻي اهڙي ڪا ڪوشش ڪيان ها: ڇاڪاڻ ته ڪوبہ ايماندار شهري يا سکر ماڻهو ان کي قبول نہ ڪري ها ۽ نہ ئي ان جو ڪنهن ٻيءَ شيءَ سان سودو ڪري ها. هو ڀائر تہ محفوظ آهن، توڙي کڻي مان سندن نوٽ وڃائي ڇڏيان يا ساڙيان، پوءِ به هو محفوظ آهن، ڇاڪاڻ ته هو وڏيڪ پئسن ڏين کان بس ڪري ڇڏيندا ۽ بئنڪ هنن کي پورا پئسا ڏيندي: پرَ مون کي ته بنا نفعي يا پگهار جي اها پيڙا سهڻي آهي _ جيستائين وچي مان ان اڻ ڄاتل شرط کٽڻ ۾ مدد ڪريان ۽ پاڻ سان وچن ڪيل درجو ماڻيان، مون کي ڪپي ته مان ان درجي کي حاصل ڪرڻ گهران: ان قسم جي ماڻهن کي پنهنجي انعام ۾ اهي درجا حاصل هوندا آهن، جن جي هو لائق آهن.

انهيءَ صورتحال بابت مان چڱيءَ طرح سوچڻ لڳس. منهنجون اميدون وڌڻ لڳيون. بلاشڪ منهنجي پگهار وڏي ويندي.ان کان پوءِ مان صفا اها هڪ مهيني ۾ شروع ٿي ويندي، ان کان پوءِ مان صفا نيڪ ٿي ويندس. اهي پور پڇائيندو مان وري رستا ماپڻ لڳس. هڪ درزيءَ جي دڪان جي ڏيک مون ۾ ٿِگڙين کي لاهڻ ۽ پاڻ کي هڪ ڀيرو وري سٺيءَ طرح پهرائڻ جي تانگهہ پيدا ڪئي. ڇا مان ڪو ٺاهوڪو وڳو وٺي ٿي سگهيس؟ نہ، مون کي دنيا ۾ هڪ ڪروڙ پائونڊ جي نوٽ کان سواءِ ڪجهہ بہ نہ هو. سو مون پاڻ کي اڳتي وڌڻ لاءِ مجبور ڪيو. پر مان وري

رهيو هوس. مون کي حرص سختيءَ سان ڦاسائي ڇڏيو هو. انهيءَ ڏکيءَ ويڙهہ ۾ مان ڇهہ پيرا ان دڪان تائين آيو ۽ ويو هوندس. نيٺ مون هار مڃي. مون کي مٺو پيو.پڇيو مانِ تہ هنن وٽ ڪو اهڙو اڏوراٽو وڳو هو جيڪو ڪين وڪڻي ڏنو ويو هجي. مون جنهن ماڻهوءَ سان ڳالهايو تنهن ٻئي ماڻهوءَ ڏانهن اشارو ڪيو ۽ مون کي ڪا ورندي نہ ڏني. مان ڏسيل ماڻهوءَ ڏانهن ويس ۽ هن لفظن سان نہ، پر پنهنجي مٿي سان ٻئي ماڻهوءَ جو ڏس ڏنو. مان انهيءَ ڏانهن ويس ۽ هن چيو:

" في الحال توڏانهن اچي نہ ٿو سگهان."

مان تيستائين بيٺو رهيس، جيستائين هن اهو ڪم پورو ڪيو جنهن ۾ رڌل هو. پوءِ مون کي پوئين ڪمري ۾ وٺي ويو ۽ اڏوراٽن ڪپڙن جي ڍڳ کي اٿلائي پٿلائي منهنجي لاءِ سڀ کان چڱو وڳو چونڊيائين. مون اهو پاتو. اهو مون کي پورو نہ هو ۽ نہ ٻيءَ ڪنهن طرح ٺاهوڪو هو پر اهو نئون هو ۽ مان ان کي حاصل ڪرڻ آيو هئس - سو مون کي ان ۾ ڪا بہ وڌ ڏسڻ ۾ ڪين آئي، پر ڪجهہ گهٻرائيندي چيم:

" اها مون َسان ڀلائي ٿيندي، جيڪڏهن اوهان پئسن لاءِ ڪجهہ ڏينهن ترسو. مون وٽ هن مهل ڪي بہ ننڍا نوٽ نہ آهن."

"اوهہ، تو وٽ نہ آهن؟ دراصل مون کي سچ پچ اها اميد نہ هئي. تو پارن ماڻهن لاءِ تہ مان سمجهندو آهيان، تہ ننڍيل ڏوڪڙن جو چڱو چوکو ڍڳ کٽي گهمندا هوندؤ."

مون کي ڏاڍي منيان لڳي ۽ چيومانس:

" منهنجا دوست، توهان کي ڪنهن اوپري ماڻهوءَ کي سدائين ڪيس پاتل ڪپڙن مان نہ پرکڻ کپي. هن وڳي جو ملهہ چڪائڻ لاءِ مان بلڪل تيار آهيان. مون تہ رڳو ايڏي وڏي نوٽ کي مٽائڻ لاءِ اوهان کي تڪليف ۾ وجهڻ نہ پئي گهريو."

تنهن کان پوءِ هن پنهنجي لهجي کي ڪجهہ سڌاريو جيتوڻيڪ ٿوري رُڪائي پوءِ بہ هئس، ۽ چيائين:

" ڪا خاص تڪليف ڏيڻ منهنجو مقصد نہ هو، پر جيستائين کُهري ڳالهائڻ جو تعلق آهي، تہ مان چوندس، تہ تنهنجي اها دعويٰ اجائي آهي، تہ ڪو اسين وڏا نوٽ مٽائي نہ ٿا سگهون. آخر تو وٽ اهڙو ڪهڙو نوٽ آهي، جو اهڙيون ڳالهيون ٿو ڪرين؟ تنهنجي دعوا جي ابتڙ اسين هر نوٽ

مٺائي سگهون ٿا.“

مون نوٽ هن ڏانهن وڌايو ۽ چيو:

؟اوهه! چڱو مون کي معاف ڪبندا.“

هن اهو هڪ مُرڪ سان ورتو _ اها ڦرندڙ گهرندڙ مرڪن مان هڪ مرڪ، جنهن جي اندر ۾ ڪئين ڳنڍ ۽ گهُنج ۽ وڪڙ ٿيندا آهن ۽ ايئن نظر ايندا آهن، جيئن مائي پاٽيءَ ۾ پٿر اڇلائڻ کان پوءِ پاٽيءَ جو حال. ۽ پوءِ نوٽ تي پنهنجي مٿاڇري نظر وجهڻ جو ڏيکاءُ ڪندي، اها مرڪ پٿر مان ميڻ تي لچائجي وئي، ۽ ٻرندڙ جبل مان نڪرندڙ انهن اُلن وانگر ڏسڻ ۾ آئي، جيڪي توهان کي جبل لڳ ننڍين ٽڪرين تي ڪريل ملندا آهن. مون اڳ ۾ ڪاٻه مرڪ اهڙيءَ طرح ڦاسندي ۽ ڦٿڪندي نه ڏٺي هئي. همراهه نوٽ جهليو اُتي ئي بيٺو رهيو ۽ ان کي تڪيندو ئي رهيو. دڪان جو مالڪ اهو ڏسڻ لاءِ ته معاملو ڪهڙو هو اندر گهڙي آيو ۽ پڇيائين:

” ڪهڙي ڳالهه منجهايو اٿوَ ؟ ڪهڙي ڏکيائي آهي؟ ڇا ٿو گهري؟ _

_ هيڏي آ، هن جا باقي پئسا ڏينس، ٽوڊ.“

ٽوڊ وراڻيو: ” باقي پئسا ڏيانس! اهو چوڻ ڏاڍو سولو آهي، سائين: اجهو توهان پاڻهي نوٽ کي ڏسو.“

دڪان جي مالڪ نوٽ تي هڪ مٿاڇري نظر وجهي، ڊبيل سيٽي وڄائي. پوءِ اڌوراڻن ڪپڙن جي ڍڳ ۾ هٿ وڌائين. انهن کي اٿلائي پٿلائي اُٿاولي ڍنگ ۾ سرباٽ ٻه ڪندو رهيو جڻ ته پنهنجو پاڻ سان ڳالهائيندو هجي.

” ڪنهن لک _ پتيءَ کي اهڙو بي ڊؤلو وڳو ڏبو آهي: ٽوڊ ته ٻنهه ڪو چسو آهي، ڄائي ڄم کان موڳو سدائين اهڙيون حرڪتون ڪندو آهي. هر لک پتيءَ کي هن جاءِ مان ڪيڏي ڇڏيندو آهي. هن کي هڪ رولاڪ ۽ سکر شخص ۾ ڪو فرق نظر نه ايندو آهي. اوهه، هيءَ آهي اها شيءِ، جنهن کي مان ڳولهيان پيو سائين. مهرباني ڪري اهي ٽڳڙيون لاهيو ۽ باهه ۾ اڇلايو. مون سان قرب ڪري، هيءَ قميص ۽ هي سوٽ پايو. اها ئي ته شيءِ آهي، — اصل شيءِ، غير نمائشي، اُڇي، ٺاهوڪي ۽ صفا، اميرن جي پائڻ وٽان.هيءُ وڳو هڪ پرڏيهي شهزادي جي گهر تي تيار ڪيو ويو هو _توهان کيس سڃاڻندا هوندؤ سائين. مانَ وارو هاسپوڊر هيلپيفيڪس وارو. هي وڳو کيس اسان وٽ ڇڏي وڃڻو پيو. ڇاڪاڻ ته سندس ماءُ

مرٽينگ هئي، جيتوڻيڪ هوءَ بچي وئي. خير، سڀ ٺيڪ آهي: اسان هميشه تہ ساڳيءَ حالت ۾ نٿا رهي سگهون-يعني جئين اسان-ڏسو سوٽ صفا پورو. سائين، اهو توهان کي ڏاڍو ٺهي پيو هاڻي واسڪوٽ: اُهو وري بہ پورو! هاڻي ڪوٽ-منهنجا رب، هوڏانهن تہ ڏسو صفا پورو! سچو وڳو! پنهنجي سموري تجربي ۾ اهڙي ڪاميابي مون ڪڏهن نہ ڏٺي."

مون سک جو ساهہ کنيو.

" ٺيڪ آهي، سائين: بالڪل ٺيڪ، اهو في الحال ڪم ڏئي ويندو. مان عرض ٿو ڪيانوَ تہ ترسو ۽ ڏسو تہ توهان جي پنهنجي ماپ تي اسان توهان لاءِ ڇا ڇا تيار ڪيون. ٽوڊ، پيين ۽ پنو ڪڻي اچ ماپ لک: ٽنگ جي ڊيگهہ ٣٢ ــ..."

ان کان اڳ جو مان ڪو اکر اُچاري سگهان، هن منهنجي ماپ وٺي ڇڏي هئي ۽ اچڻ وڃڻ جون پوشاڪون، صبح جي پائڻ جا وڳا، قميصون، مطلب تہ هر قسم جي شين لاءِ حڪم ڏيڻ لڳو. نيٺ جڏهن مون کي ڳالهائڻ جو وجهہ مليو تہ مون چيو:

" پر منهنجا پيارا سائين، مان حڪم تہ نٿو هلائي سگهان ، پوءِ بہ جيستائين تون اڻچاتل مدي تائين ترسين يا نوٽ مٽائي ڏين...."

" اڻچاتل! اهو هڪ ڪمزور لفظ آهي، سائين، صفا ڪمزور. چاتل سچاتل ــ اهو ئي لفظ آهي، سائين. ٽوڊ، اهي شيون ڪڻ ۽ بنا وڏيڪ وقت وڃائڻ جي کين سائينجن جي ائڊريس تي موڪل. پيين نندن گراهڪن کي بيهڻ ڏي. سائينءَ جي ائڊريس لک ۽ ــ ."

" مان پنهنجي جاءِ بدلايان پيو. نئين ائڊريس اچي ڏئي ويندس."

" ٺيڪ آهي، سائين: بلڪل ٺيڪ. ترسو سائين، اچو توهان کي ٻاهر وڃڻ جو دڳ ڏسيان. هوڏانهن ــ الله واهي سائين، الله واهي."

خير، توهان ڏٺو تہ ڇاٿي رهيو هو؟ بلاشڪ باقي پئسا گهرندي، مون کي جيڪو ڪجهہ کپندو هوسو ورتم. هڪ هفتي اندر مون وٽ عيش عشرت جو سڀ گهربل سڀ سامان موجود ٿي ويو ۽ مان هنوور اسڪوائر ۾ هڪ مهانگي، خانگي هوٽل ۾ رهڻ لڳس. رات جي ماني اتي کائيندو هوس، پر نيرن لاءِ هيرس جي سادي هوٽل سان چنبڙيل رهيس، جتي مون هڪ ڪروڙ پائونڊن جي نوٽ جي پهرين ماني کاڌي هئي. هيرس جو ڏنڊو وڏائيندڙ مان ئي هوس. اها حقيقت هر هنڌ پکڙجي وئي تہ هڪ ڌاريو

زندهہ دل همراهہ جيڪو پنهنجي سوٽ جي پوئين کيسي ۾ هڪ ڪروڙ پائونڊن جا نوٽ کنيو گهميو ٿي، سو ان جاءِ جو مک گراهڪ هو. بس ايترو ئي ڪوڙ هو پوءِ تہ اها جڳهہ مسڪين گراڪن، جيڪي پنهنجي جياپي لاءِ سخت پورهيو ڪندڙ ۽ " آٽين ۽ چاڙهين ڏٽ ڏهاڙي سومرا!" واري اصول تي هلندڙ هئا، مان ڦري سکر گراهڪن سان پرجڻ لڳي. هيرس پارڪ ڪي منهنجو ايڏو تہ ٿورائتو سمجهندو هو جو مون تي ويو قرض چاڙهيندو ۽ ان لاءِ ڪابہ ڳالهہ ٻڌڻ لاءِ تيار نہ هو. انهيءَ ڪري جو مون پاري مسڪين وٽ خرچڻ لاءِ پئسا هوندا هئا ۽ اميرن ۽ شاهوڪارن وانگر رهندو هوس. مون سمجهيو ٿي تہ جيڪڏهن اها حالت رهي، تہ جلد ئي منهنجو ڏيوالو نڪرڻ وارو هو--پر هاڻي ڳالهہ وڌي وئي هئي. سو سوچيندو هوس، تہ هاٽي يا تہ تري پار پوندس يا ٻڏي مرندس. توهان ڏٺو جيڪي حالتون هونئن تہ کل جهڙيون لڳن ها، تن کي ايندڙ خطري جي احساس هڪ گنڀير ۽ ڏکوئيندڙ روپ ڏئي ڇڏيو هو. رات جي اونداهہ ۾ ڏکوئيندڙ روپ هميشہ سامهون هوندو هو. سو مان ڪنجهندو ۽ ڪنبندو هوس ۽ بند اچڻ ڏکي تي پوندي هئي؛ پر ڏينهن جي مرڪندڙ سوجهري ۾ ڏک جو روپ الوپ ٿي، وڃائجي ويندو هو ۽ مان ليءِ ۾ هلندو هوس. توهان چئي سگهو ٿا مان خوشيءَ جي خمار ۽ نشي ۾ مست هوندو هوس.

۽ اهو فطري هو چاڪاڻ تہ مان هاڻي شهر جي مک هستين ۾ ليکجڻ لڳو هوس. انهيءَ منهنجي متي کي ٿورو نہ، پر گهڻوقيرائي ڇڏيو هو. توهان ڪابہ اخبار -- انگريزي، اسڪاتس يا آئرش کڻي نتي سگهيا، جنهن ۾ سوٽ جي پوئين کيسي ۾ نوٽ کڻي هلندڙ ڪروڙ پتي جي باري ۾، هڪ يا وڌيڪ خبرون ۽ سندس نيون ڪارگذاريون بيان ڪيل نہ هجن. پهرين منهنجو ذڪر، اخبارن جي ذاتي ڳالهين وارن ڪالمن ۾ انهن جي ڪنڌ تي ٿيندو هو پوءِ "سَر" جو خطاب مليل هيٺين کان متي ۽ اول منهنجو ذڪر هوندو هو-- پوءِ اميرن کان متي، پوءِ نوابن کان ۽ ان پر پنهنجي هستيءَ سان گڏ مان بہ وڌندو رهيس، تان جو سڀ کان متاهين جڳهہ ولاريم ۽ اتي منهنجو درجو سواءِ انگلنڊ جي لاٽ پادريءَ ۽ ڪن مک غير شاهي نوابن جي باقي سڀني پادرين ۽ غير شاهي نوابن کان متانهون سمجهي چڪو هو. پر يقين ڪريو آها مشهوري نہ هئي، چاڪاڻ تہ اجا تائين مون اها مشهوري رڳو نالي ۾ حاصل ڪئي هئي -- پوءِ آخرڪار ڪو

آيو – لقب، جيئن چئجي ڪٽي ـــ جنھن ھڪ ئي ڌڪ ان نالي جي سڪٽي مشھوريءَ کي سوني اعزاز ۾ بدلائي ڇڏيو. ناٽڪ گھر (ٿيئٽر) جي ”پنچ“ پروگرام ۾ مون تي ھڪ ناٽڪ ڪيو وِيو! ھا، مان ھاڻي مجيل ھستي ھئس، منھنجو ڏاڪو جمي چڪو ھو. مون تي ٺوڪ ته ڪري پئي سگھجي، پر ادب سان ۽ نه مسخريءَ يا ٺٺوليءَ سان. ھر ڪو مون کي ڏسي مشڪي ته سگھيو ٿي، پر کلي نٿي سگھيو. چاڪاڻ ته ھاڻي اھو ٺاٺو ٺري چڪو ھو. ”پنچ“ مون کي پراڻين ٽگڙين ۾ لنڊن جي گھنٽا گھر ۾ وجھڻ لاءِ پھريوارن سان وڙھندڙ ڏيکاريو. سو توھان ڪاٿو ڪري سگھو ٿا، ته ھڪ جوان ماڻھوءَ جي دل تي ڇا واپرندو ھوندو، جنھن کي اڳ ڪو ڪنگھندو به نه ھو ۽ ھاڻي ڪا ڳالھ اھڙي ڇئي نه ٿي سگھيو جيڪا ھر ھنڌ ورجائي نه وڃي. جتان به لگھندو پنھنجي باري ۾ڪجھ نه ڪجھ اوس ٻڌندو ھو: ”ڏسو ھو پيو وڃي، اھو ئي ته آھي!“

نيرن ڪرڻ وھندو ھو ته ماڻھن جا ميڙ چتائي ڏسندا ھئس. ڪنھن ناٽڪ گھر ۾ وھندو ھو ته ھزارين اکيون منجھس ڪتل ھونديون ھيون. ڇو مان ته سڄو ڏينھن مستيءَ ۾ موجون ماڻيندو ھوس. اھو آھي منھنجي مشھوريءَ جو احوال.

توھان کي خبر آھي، مون پنھنجو پراڻو ٽگڙين وارو وڳو به رکي ڇڏيو ھو جيئن خسيس ۽ معمولي شين خريد ڪرڻ جو پراڻو مزو ماڻي سگھان ۽ بيعزتو ٿي، پوءِ دڪاندار کي ھڪ ڪروڙ پائونڊ جي نوٽ سان اچرج ۾ وجھي ڇڏيان. پر مان اھو ڪم ھلائي نه سگھيس. اخباري فوٽن ان وڳي کي ڪي ايترو ته پڌرو ڪري ڇڏيو ھو ۽ جيڪڏھن مان خريداري ڪرڻ جي ڪوشش ڪندو ھوس، ته ان کان اڳ جو مان پنھنجو نوٽ ڏيکاريان. ھمراھ پنھنجو سڄو دڪان مون کي رکت تي آڇيندا ھئا.

پنھنجي مشھوريءَ جي ڏھين ڏينھن مان پنھنجي فرضن ادا ڪرڻ لاءِ امريڪي سفير جو مانُ وڌائڻ ويس. ھن منھنجي آجيان سندم شان وٽان اتساھ سان ڪئي، مون کي پنھنجي فرضن ۾ ڪوتاھي ڪرڻ جو ڏوراپو ڏنائين ۽ چيائين، ته ڪائنس معافي وٺڻ جو صرف ھڪ طريقو ھو ته ان رات سندس پاران ڏنل ھڪ دعوت ۾ اھا ڪرسي ولاريان، جيڪا سندس ھڪ مھمان جي بيماريءَ سبب خالي ٿي ھئي. مون اچڻ جو وعدو ڪيو ۽ اسان ڳالھين ۾ لڳي وياسين. ڳالھيون ڪندي خبر پئي، ته ھو ۽ منھنجو

پيءُ هڪ ئي اسڪول ۾ پڙهنداهئا. پوءِ بيل يونيورسٽيءَ ۾ به ٻئي ڇٽا گڏ هئا ۽ منهنجي پيءُ جي وفات تائين سدائين گهاٽا دوست هئا. پوءِ هن مون کي دعوت ڏني، تہ جيترو بہ وقت ڪيڏي سگهان سندن گهر ۾ گذاريان. مان ان لاءِ تڙتڪڙ راضي ٿي ويس.

دراصل مان نہ رڳو راضي ٿيس، پر سرهو پڻ. جڏهن منهنجو زوال ايندو، هيءُ شخص ڪنهن نہ ڪنهن طرح مون کي مڪمل تباهيءَ کان بچائڻ جي لائق هوندو. ڪيئن؟ اها مون کي سڌ ڪا نہ هئي، پر شايد هو ڪو نہ ڪو طريقو سوچي وٺي. مون سوچيو تہ هن کي پنهنجو راز ٻڌايان، پر ايتري وقت گذارڻ کان پر مان ان جي سگهہ ساري نہ ٿي سگهيس، جڏهن تہ هت لنڊن ۾ پنهنجي هن عجيب ڏنڌي جي شروعات ۾، مون کي جيڪڏهن ڪو اهڙو ماڻهو ملي ها، تہ جيڪر جهٽ سمورو احوال ٻڌايانس ها. هاڻي تہ ان کي ظاهر ڪرڻ جي مون ۾ سگهہ ئي نہ هئي. مان ان ۾ ڏاڍو اونهون ۽ گهرو ڦاٿل هوس، ايڏو گهرو جو ڪنهن دوست سان پنهنجي حال اورڻ جو خطرو بہ نٿي کڻي سگهيس، جيتوڻيڪ معاملو منهنجي وس کان صفا ٻاهر بہ نہ هو ڇاڪاڻ تہ باوجود پنهنجي سموريءَ اوڏر جي، مون پاڻ کي سختيءَ سان پنهنجن وسيلن اندر رکيو هو_ منهنجو مطلب آهي تہ پنهنجي پگهار اندر. اهو صحيح آهي، تہ مون کي خبر نہ هئي، تہ منهنجي پگهار ڪيتري ٿيندي، پر اها ميد هئي، تہ جيڪڏهن ان پوڙهي همراهہ کي مون شرط کٽائي، تہ سندس انعام ۾ مان کهڙو بہ درجو چونڊي سگهيس ٿي—— ۽ پڪ سان کيس شرط کٽائيندس، ان لاءِ مون کي ڪو شڪ نہ هو ۽ نہ ئي ڪا ڳڻتي هئي، ڇاڪاڻ تہ جيستائين شرط جي ڳالهہ هئي، تہ ان ۾ هميشہ ڀاڳ ڀلو هوندو هوم. هاڻي مون پنهنجي ليکي پنهنجي پگهار کي ڇهن سون کان، هڪ هزار ساليانې تائين ڪري ڇڏيو هو. ڇهہ سئو پهرين سال جا ۽ اهڙي طرح هر سال واڌارو ٿيندو رهندو، تان جو پنهنجي مڃايل قابليت سان مان مٿئين ڏاڪي تائين پهچي ويندس. ان وقت تائين مان رڳو پنهنجي پهرين سال جي پگهار جيترو قرضائو هوس. مون کي اوڌر ڏيڻ جي ڪوشش تہ هر ڪنهن ڪئي هئي، پر مان ڪيترن کي ئي هڪ نہ ٻيو بهانو ڏئي ٽاري ڇڏيو هو. سو مون تي قرض رڳو ٣ پائونڊ هو ۽ باقي سئو پائونڊ منهنجي رهائش ۽ خريداري تي ڪٽا هئا. مون کي پڪ هئي، تہ جيڪڏهن مون خبرداري ۽ سوس صرفي کان

ڪم ورتو ته منهنجو ٻئي سال جي پگهار مون کي باقي هڪ مهينو هلائي سگهي ٿي. انهيءَ لاءِ مون پاڻ تي ڪرڙي نظر رکڻ جو پهه ڪيو. مهينو گذرندو، مون کي مقرر ڪندڙ پنهنجي سفر تان موٽندو ۽ مان پيهر پنهنجي اصلي حالت ۾ اچي ويندس. مان ٻن سالن جي پگهار پنهنجي قرض گهرندڙن ۾ گهربل مدي اندر ورهائي، سڌو پنهنجي ڪم کي لڳي ويندس.

ان ڏينهن چوڏهن ڄڻن جي هڪ وڻندڙ دعوت هئي. شارڊ جو نواب ۽ بيگم ۽ سندن ماڻ واري انگريس-الينور-سيلسٽ-وغير وغيره. ڊي بوهن، نيو گيٽ جو امير ۽ امير زادي، رئيس چپ سائيڊ، لارڊ ۽ ليڊي بلپٽر اسڪائيٽ، ٻنهي جنسن جا ڪي بي لقب ماڻهو، سفير ۽ سندس زال ۽ سندس ڌيءَ سدن سڌيءَ جي هڪ مهمان ساهيڙي، پورشيا لينگهم، پاويهن ورهين جي هڪ انگريز ڇوڪري جنهن سان ٻن منٽن اندر عشق ٿي ويو ۽ هن جو مون سان. اهو مان بنا عينڪ جي ڏسي سگهيس ٿي. هتي هڪ مهمان اڃا ٻيو به هو هڪ آمريڪي، پر مان پنهنجي ڪهاڻيءَ کان ڪجهه اڳ ڪيڏي ويو آهيان. جڏهن مهمان اچا ويهڻ واري ڪمري ۾ هئا ۽ دعوت شروع ٿيڻ جو انتظار ڪندي، نون ايندڙ کي غور سان چڪاسي رهيا هئا. نوڪر اعلان ڪيو:

"مانوارو لائڊ هيسٽنگز."

جيئن آڌر ڀاءُ جون رسمي ڪارروايون پوريون ٿيون، هيسٽنگز جي اک مون تي پئجي وئي ۽ دوستاڻي نموني هٿ وڌائي، سڌو مون ڏانهن هليو آيو. پر جيئن هٿ ملڻ تي هئا ته هو ڪجهه ترسيو ۽ مون کي حيرت سان ڏسندي چيائين:

"معاف ڪندا سائين، ٻانيان ٿو ته مان توهان کي سڃاڻان."

"ڇو جهونا يار! تون ته مون کي سڃاڻين ٿو."

"نه، ڇا واقعي اهو-اهو-"

"پوئين ڪيسي وارو ديو؟ ها، مان اهو ئي آهيان. تون مون کي منهنجي نئين نالي سڏڻ کان نه ڊڄ. مون کي ان جي عادت ٿي ويئي آهي."

"چڱو چڱو اها حيرت جهڙي ڳالهه آهي! هڪ ٻه ڀيرا تنهنجي نئين نالي سان تنهنجو اصلي نالو به ڏنو اٿم، پر منهنجي وهم گمان ۾ ئي نه هو ته تون ڪو هينري ايڊمس ٿي سگهين ٿو! ڇو اڃا ڇهه مهينا مس ٿيا آهن،

جو تون فرئنسڪو ۾ بليڪ هو پڪنس جي پگهار تي ڪلارڪي ڪندو هئين ۽ واڌو اُجوري تي راتيون ويهي، گولڊ ۽ ڪري ڪمپنيءَ جا ڪاغذ ۽ انگ اکر سهيڙڻ ۾ منهنجي مدد ڪندو هئين. اهو خيال ته تون لنڊن ۾ هوندين ۽ هڪ وڏو لکپتي ۽ سکر ماڻهو بڻجي ويو هوندين، منهنجي لاءِ الف الليليٰ جي طلسمي روايتن کان گهٽ نه آهي! يار مان ته اهو سوچي ئي نه ٿو سگهان؛ ۽ نه سمجهي سگهان ٿو. انهيءَ چڪر کي ذهن ۾ سمائڻ لاءِ مون کي ڪجهه وقت کپي."

"دراصل لائڊ، ان واقعي تي تون مون کان وڌيڪ حيران ڪو نه هوندين. مان پاڻ ان کي نه ٿو سمجهي سگهان."

"منهنجا پيارا، منهنجا ته هوش خطا پيا ٿين، ڇو آهي نه؟ اج کان ڪي ٽي مهينا اڳ اسان مائنسرس جي ڪاڌي-گهر ۾ ويا هئاسي-"

"نه، واٽ چئر."

"ٺيڪ آهي، اهو واٽ چئرئي هو. اتي صبح جو ٻي وڳي ويا سين ۽ لاڳيتا ڇهه ڪلاڪ ڪاغذن تي متو هڻڻ کان پوءِ ڪباب کاڌا سين ۽ ڪافي پيتيسين ۽ مون تو کي اهو سمجهائڻ جي ڪوشش ڪئي، ته مون سان گڏ جي لنڊن هل. تنهنجي موڪل وٺڻ، تنهنجو سمورو خرچ پرڻ ۽ جيڪڏهن وڪرو ڪرڻ ۾ ڪامياب ٿيان، ته توکي به ڪجهه پتي ڏيڻ جي آڇ ڪيم! پر تو هڪ نه ٻڌي ۽ چيئي، ته مان ڪامياب نه ٿيندس ۽ اهو ته تون پنهنجي چالو ڌنڌي کي هڪ اهڙي ڌنڌي لاءِ نه پيو ڇڏي سگهين، جنهن ۾ سڪٽين هٿين گهر موٽڻو پوي، ۽ پوءِ به تون هتي آهين. اهو سڀ ڪجهه ڪيڏو نه عجيب آهي! تنهنجو هٿ ڪيئن اچڻ ٿيو ۽ اهڙي شاندار شروعات تو کي ڪتان ملي؟"

"واهه، رڳو هڪ اتفاق سان. اها هڪ وڏي ڪٿا آهي-هڪ ڪهاڻي. مان توکي سڀڪجهه ٻڌائيندس، پر هاڻي نه."

"ڪڏهن!"

"هن مهيني جي پڇاڙيءَ ڌاري."

"اها ته اڃا ٻن هفتن کان به پري آهي. ايترو وقت پنهنجي حيرانيءَ کي ڪيئن مُٺ ۾ ڪبو. هڪ هفتو ڪرينس."

"مان نه ٿو ڪري سگهان. هوريان هوريان تو کي سڀ خبر پئجي ويندي. ڪيئن؟ پر واپار ڪيئن پيو هلي؟"

هن جي ڪل مڪاڻي هڪ لحظي جيان غائب ٿي ويئي ۽ ٽڏو ساهه ڪڍي چيائين:

"تون واقعي اوتار هئين. هن وقت ۾ سچو اوتار. ڪاش! مان هت نہ آيو هجان ها مان ان بابت ڳالهائڻ نہ ٿو گهران."

" پر توکي ڳالهائڻ کپي. اڄ رات، جڏهن اسان هتان اٿون، تہ توکي گهرجي تہ هلي مون وٽ رهہ ۽ مون کي ان باري ۾ سيڪجهہ ٻڌاءِ."

"اوهہ، ڇا مان ٻڌائي بہ سگهندس؟ ڇا توکي سچ پچ سڻڻ جو شوق آهي؟"

"ها، مان سچي ڪهاڻي ٻڌڻ گهران ٿو هر هڪ لفظ."

"مان تنهنجو تمام گهڻو ٿورائتو آهيان، جو مون کي هڪ پيرو انساني همدردي ملي آهي، ڪنهن آواز ۾، ڪنهن اک ۾، مون ۾ منهنجي معاملن ۾ جنهن ڳالهہ جي پوبان هٿ رهيو آهيان، ان ۾— سائين، مان تہ ان لاءِ سجدو بہ ڪري سگهان ٿو."

هن خوشيءَ وچان زور سان منهنجو هٿ دٻايو ۽ تنهن کان پوءِ سفير جي دعوت کائڻ لاءِ صفا نيڪ ٿي ويو جيڪا ٿي ئي ڪو نہ. نہ اهو ئي ٿيو اهو ئي جيڪو انگريزن جي ناقص ۽ ڪني سرشتي موجب هميشہ ٿيندو آهي-دعوت کي شروع ڪرڻ جو معاملو نبيرجي نہ سگهيو ۽ سو اتي ڪا دعوت نہ ٿي. انگريز هميشہ دعوت ۾ ويجهڻ کان اڳ، ماني کائي ويندا آهن، ڇاڪاڻ تہ کين خبر هوندي آهي تہ کين ڪُٺيءَ کنيو آهي؛ پر ڪنهن اوپري يا ڌارئي ماڻهوءَ کي ڪو بہ ان باري ۾ نہ ٻڌائيندو آهي ۽ هو سوالائيءَ سان چار ۾ ڦاسي پوندو آهي؛ پر هن پيري ڪنهن تي بہ ڏڻولي نہ ٿي هئي؛ ڇاڪاڻ تہ دعوت ۾ موجود اسان سڀني مان ڪو بہ سيڪڙات نہ هو سواءِ هيسٽنگز جي، ۽ هن کي بہ سفير اڳ ۾ ئي ٻڌائي ڇڏيو هو تہ کيس انگريزن جي دستور جي خلاف دعوت ۾ گهرايو هئائين، جو هن پاڻ ڪا بہ دعوت نہ ڪئي هئي. دستور موجب هر ڪنهن هڪ مائيءَ کي ساڻ ڪيو ۽ ڪاڏي واري ڪمري ڏانهن هليو. پر اتي ئي تہ تڪرار شروع ٿيو. شارڊچ جي نواب دعوت شروع ڪرڻ ۽ ٽيبل تي خالي جڳهہ ولارڻ جي گُهر ڪئي. هن جو چوڻ هو تہ هن جي حيثيت هڪ سفيرڪان، جنهن صرف هڪ قوم جي نمائندگي ڪئي ٿي، مٿي آهي ۽ نہ ڪنهن حاڪم جي؛ پر مان پنهنجي حقن لاءِ اتي ڪڙو ٿيس ۽ پنهنجي هوڏ تان لهڻ کان

صفا نابري واري بيئنس، ذاتي ڳالهين واري ڪالم ۾ منهنجو نالو سيني غير شاهي نوابن کان مٿي هو انهيءَ ڪري مان ئي دعوت کي شروع ڪرڻ جي لائق هئس. اسان سيني کان جيتري جا ڪوڙ پُڇي سگهي، ڪئينسين پر فيصلو ٽي نہ سگهيو. نيٺ هو (ترا ڙائيپ سان) پنهنجي خانداني جم ۽ عهدي کي پڏائڻ لڳو ۽ مان سندس پُٽ بٽياد ڏسندي پاڻ کي آدم جي حوالي سان هن کان مٿانهون ثابت ڪرڻ جي ڪوشش ڪندو رهيس، جو جيئن منهنجي نالي (هينري ايڊمس) مان ظاهر هو مان سنئون سڌو آدم جو اولاد هوس. جڏهن تہ هن جي نالي ۾ تازي پڏايل نارمن نسل مان ظاهر هو تہ سندس تعلق سوٽن ۽ ماساتن واريءَ شاخ سان هو. اهڙيءَ طرح اسان سڀ وري موٽي ويهڻ واري ڪمري ۾ آيا سين ۽ هلڪو ڪاڏو_ ٿالهي مڇيءَ جي ۽ انگريزي ميوو ڪاڏو سين. هت شروع ڪرڻ جو طريقو ايڏو سخت نہ آهي، ٻن-ٻن جو جوڙو اٿي بيهي ۽ ڪاڏو شروع ڪري: بہ سڀ کان مٿانهين درجي جا ماڻهو هڪ شلنگ اچلائيندا آهن ۽ جيڪو ڪٽندو سو ئي اڳ ۾ ميوو ڪٽندو آهي، جڏهن تہ هارائيندڙ کي شلنگ ملندو آهي. پوءِ ٻيا بہ شلنگ اچلائيندا، پوءِ ٻيا بہ، ۽ ان ريت سڀئي پنهنجي واري سان شلنگ اچلائيندا ميوو ۽ مڇي کائيندا ويندا. ڪاڌي کان پوءِ ٽيبلون آنديون ويون ۽ سڀئي تاس کيڏي. ڇهہ پينس هڪ بازي. انگريز ڪا بہ راند رڳو دل وندارائڻ لاءِ نہ ڪندا آهن. جيڪڏهن ڪين انهيءَ مان ڪجهہ کٽڻ يا هارائڻ_ڪنهن جوبہ وجهہ نہ هوندو تہ هو اهڙي راند نہ کيڏندا!

اسان ٻنهي جو سٺو وقت گذريو. اسان ٻئي، بلاشڪ مان ۽ مس لينگهم. مان هن ۾ ايڏو تہ محو هوس، جو هن سان راند ڪندي، جيڪڏهن منهنجا جوڙ وارا پتا ٻن کان مٿي ٿي پئي ويا، تہ مان انهن کي ڳڻي نہ پئي سگهيس. ۽ جڏهن منهنجو وارو ايندو هو تہ مون کي خبر ئي نہ پوندي هئي تہ نئين سر جوڙ وارن پتن مان پتو اچلائڻ لڳندو هوس. مان هر ڀيري راند هارايان ها، پر توهان ڏسو تہ سهي، ڇوڪريءَ جي بہ ساڳي حالت هئي. هن بہ مون وانگر ئي راند ڪئي پئي؛ ۽ نيٺ اسان ٻنهي مان ڪنهن بہ نہ کٽيو نہ ئي اسان کي ان جي پرواهہ هئي. اسان کي تہ رڳو اها خبر هئي تہ اسان خوش هئاسين، سو اسان ٻيو ڪجهہ بہ جاڻڻ جي ڪوشش نہ ڪئي ۽ نہ ئي گهرون پيا تہ متان اسان جي خوشيءَ ۾ ڪا رنڊڪ پوي. نيٺ مون هن کي ٻڌايو. سچ پچ ٻڌايم. ڪيس ٻڌايم تہ

منهنجو ساٿس پيار تي ويو هو ۽ هوءَ _ تڙپي پئي هئي. تان جو وار به ڳاڙها ٿي ويس، پر ڪيس منهنجو اظهار وڻيو ۽ چيائين، ته هن جو به مون سان پيار ٿي ويو هو. اوهه، منهنجي زندگيءَ ۾ اهڙي شام ڪڏهن به نه آئي هئي. هر واري سان مان ڪو پيار پريو گفتو ڪيندو هوس ۽ هوءَ پنهنجو وارو هلندي ان جي موٽ ڏيندي هئي. چوو مان ته "هن بازيءَ جا به جملا" سواءِ "منهنجي پياري، تون ڪيڏي نه سٺي ٿي لڳين"، جي واڌاري ڪرڻ جي اچاري نه پئي سگهيس. ۽ هوءَ چوندي رهي: "به پندرهن، چار پندرهن، ڇهه پندرهن ۽ هڪ جوڙ انن جو آهي، ۽ اٺ سورهن ڇا ـ ڇا تون سچ پچ ائين سمجهين ٿو؟" توهان کي خبر آهي، پنهنجن پنبڻن پوپان پيار سان ڏسندي، هوءَ ڪيڏي نه ابهم ۽ وڻندڙ پئي لڳي. اوهه، منهنجي لاءِ اهو ئي گهڻو تمام گهڻو هو.

مان ساڻس پوري سچائي ۽ ايمانداريءَ سان پيش آيس ۽ کيس ٻڌايم، ته مون وٽ دنيا ۾ هڪ سينٽ به نه هو سواءِ انهيءَ هڪ ڪروڙ پائونڊن جي نوٽ جي، جنهن جي باري ۾ ايترو ٻڌو هئائين ته اهو به منهنجو پنهنجو نه هو. هوءَ حيران ٿي وئي. پوءِ مون هوريان ڳالهائڻ شروع ڪيو ۽ کيس پنهنجي سچي ڪهاڻي منڍ کان آخر تائين ٻڌايم. جنهن کيس کلائي کلائي ڏري گهٽ اڌ مئو ڪري ڇڏيو. مان سمجهي نه سگهيس، ته ان ۾ آخر کل جهڙي ڳالهه ڪهڙي هئي، پر ڪا اوس هئي، جو هر اڌ منٽ کان پوءِ هوءَ کل ۾ اونڌي ٿي پئي وئي ۽ سندس پيهر اصلي حالت ۾ اچڻ لاءِ، مون کي گهٽ ۾ گهٽ ڏيڍ منٽ ترسڻو ٿي پيو. هوءَ ايڏو ته کلي پئي، جو مان حيران ٿي ويس. مون ڪڏهن به اهڙي شيءِ نه ڏٺي هئي، منهنجو مطلب آهي ته مون ڪڏهن به اهو نه ڏٺو هو ته هڪ شخص جي ڏکن، سورن ۽ صدمن جي ڪهاڻي اهڙي قسم جو اثر پيدا ڪندي! سو اهو ڏسندي ته هڪ اهڙي ڪهاڻي جنهن ۾ ڪا خوشيءَ جي ڳالهه نه هئي، هن کي ايڏو خوش ڪري سگهي، مان هن سان وڌيڪ پيار ڪرڻ لڳس، جو مون کي جلد ئي ان قسم جي زال جي ضرورت پوڻ واري هئي. مون کيس ٻڌايو ته اسان کي اپستائين ڪجهه سال ترسڻو پوندو، جيستائين مان پنهنجي پگهار پاڻ تي خرچ ڪرڻ جهڙو ٿيان، پر هن کي ان جي پرواهه نه هئي. کيس اميد هئي ته مان خرچ پکي جي معاملي ۾ جيتري قدر ٿي سگهيو ٿي، احتياط ڪندس ۽ ان کي ايترو وڌڻ نه ڏيندس، جو منهنجي

ٽئين سال جي پگهار بہ ختم ٿي وڃي. پوءِ هوءَ ڪجهہ پريشان ٿيڻ لڳي ۽ چيائين، تہ ڪٿي اسان پنهنجي پهرين سال جي پگهار جو غلط ڪاٿو تہ نہ لڳائي رهيا هئاسين. سندس اُها سوچ سٺي هئي، ۽ منهنجي اميدن کي پهريان ڪان ڪجهہ گهٽايائين: پر هن کي هڪ چڱو واپاري خيال بہ ڏنو جنهن کي مون بنا هٻڪ ظاهر ڪيو:

"پياري پورشيا، تون مون سان انهيءَ ڏينهن گڏجي هلنديئن، جڏهن مان انهن پوڙهن سان ملڻ ويندس."

"نہ۔۔ مڃاڻ منهنجي گڏجي هلڻ سان تنهنجي همٿ وڌندي بہ پر ڇا تون سمجهين ٿو تہ اهو مناسب آهي؟".

"نہ۔۔، مان نٿو سمجهان تہ اهو مناسب آهي، دراصل مون کي ڊپ آهي، تہ اهو مناسب لڳندو ئي نہ: پر تون ڏس نہ، تنهنجي گڏجي هلڻ تي اسان جي آئيندي جو ايترو آڌار آهي جو ..."

"پوءِ تہ مان اوس هلنديس، ڀلي مناسب هجي يا نہ" هن ڏاڍي اُتساهہ سان چيو "اوهہ، تنهنجي مدد ڪري مان ڪيڏي نہ خوش ٿينديس!"

"مدد، پياري؟ ڇو تون ئي تہ اهو سڀڪجهہ ڪنديئن. تون ايڏي تہ سهڻي، وڻندڙ ۽ دلين تي راڄ ڪرڻ واري آهين، جو تنهنجي مدد سان مان پنهنجي پگهار کي وڌائيندو ويندس، تان جو هو پوڙها وڏيڪ ڏيڻ جي قابل ئي نہ رهندا، ڇاڪاڻ تہ هنن ۾ مقابلي ڪرڻ جي تہ طاقت ئي نہ هوندي."

هوند توهان سندس سرهائيءَ سان ڀريل اکيون چمڪنديون ۽ سندس منهن مان ڀڪندڙ رت تمندي ڏسو ها!

"تون موڳا مٺڙا! تون جيڪو ڪجهہ چئين پيو تنهن ۾ هڪ لفظ جي بہ سچائي نہ آهي: پر پوءِ بہ مان تو سان هلنديس. ٿي سگهي ٿو تہ اهو توکي سيکاري، تہ ٻين ماڻهن ۾ اجايون اميدون نہ رکجن."

ڇا منهنجا شڪ لهي ويا هئا؟ ڇا منهنجو ويساهہ موٽي آيو هو؟ ان جو ڪاٿو توهان جي حقيقت مان لڳائي سگهو ٿا، تہ پنهنجي ليکي مون پنهنجي پهرين سال جي پگهار ٻارهن سؤ ڪري ڇڏي آهي: پر اهو مون هن کي نہ ٻڌايو جيئن پوءِ ٻڌي هوءَ حيران ٿي وڃي.

گهر موٽندي مان سڄي واٽ ٻڌ تر ۾ هوس. هيسٽنگز ڳالهائيندو رهيو: پر مون هڪ لفظ بہ نہ ٻڌو. جڏهن اسان پنهنجي گهر جي وهڻ واري

ڪمري ۾گهڙيا سين، تہ هو منهنجي سڪر زندگي ۽ عيش عشرت جي سامان کي ساراهڻ لڳو!

"منهنجا پيارا، ڪجهہ وقت ڇڏ تہ مان هٿ بيهي ڪو جام پيان. هي تہ هڪ محلات آهي-اهي ئي محلات! هن ۾ ڪوئلن تي ٻرندڙ چُلهہ ۽ تيار ڪاڏي سميت اهو سڀڪجهہ آهي، جنهنجي ڪو ماڻهو سڌ ڪري سگهي ٿو. هينري، مان نہ رڳو ان مان اهو محسوس ڪريان ٿو تہ تون ڪيڏو نہ امير آهين: پر منهنجا هڏا ۽ پاسريون بہ اهو محسوس ڪن ٿا، تہ مان ڪيڏو غريب ڪيڏو نہ غريب آهيان، ۽ ڪيڏو ڏڪويل، هاريل، ڦريل ۽ تباهہ ٿيل آهيان!"

هاٽي منهنجي حالت ڏسو! هن شخص جي احوال ۽ بيان ڪرڻ جي ڍنگ مون کان ٽنڏا ساهہ ڪڍائي ڇڏيا ۽ مون کي احساس ڏياريو تہ مان هڪ پل صراط تي بيٺو هوس. پهريان مون کي خبر نہ پئي، تہ مان ڪو خواب پئي ڏٺو-يعني مون پاڻ کي هڪ لحظي لاءِ بہ پنهنجي نهارڻ جي اجازت نہ ڏني هئي: پر هاٽي-اوهہ سچڻ! قرضن ۾ اونهو ڦاٿل، دنيا ۾ هڪ سينٽ بہ نہ، هڪ معصوم ۽ وٽندڙ ڇوڪريءَ جي خوشي يا غم منهنجي هٿن ۾، جڏهن تہ اڳيان هجي ڪُجهہ بہ نہ: پر هڪ پڳهار جيڪا شايد ڪڏهن-اوهہ ڪڏهن بہ نہ اڳڙندي! الا، هاٽي تہ ڪا بہ اميد نہ آهي ۽ مان تباهہ ٿي ويو آهيان! مون کي ڪا شيءِ نہ ٿي بچائي سگهي!

"هينري تنهنجي روزاني ڪمائي اٽڪل-"

"اوهہ، منهنجي روزاني ڪمائي! هيڏانهن اچ، هي اسڪاٽليئنڊ جو گرم شراب پي ۽ پنهنجي روح کي خوش ڪر. هي وٺ- يا، نہ-توکي بُک لڳي هوندي: اچ ويهہ ۽ ..."

"مون کي هڪ پوري جيتري بہ بُک نہ آهي. هاٽي منهنجي مانيءَ جي مهل ٽري وئي آهي. اجڪلهہ مان چڱيءَ طرح ڪائي بہ نہ ٿو سگهان: پر مان تو سان گڏ پيئندس، تان جو مان الوٽ ٿي وڃان. اچ!"

"اَچُ پيالي سان پيالو ٽڪرايون، مان پڻ اهو چاهيان ٿو! تيار آهين؟ اجهو هي اٿئي شراب! هاٽي لائيڊ تون پنهنجي ڪماٽي شروع ڪر، تيستائين مان پنهنجو جام اوتي ٿو وٺان."

"شروع ڪريان، ڇا پيهر ڪان؟"

"پيهر؟ ڇا مطلب!"

"ڇو منهنجو مطلب آهي، تہ تون اُها مهڙ ڪان پٽڻ گهرين ٿو ڇا؟"

" مُهڙ ڪان ٿو ٻُڌڻ گهران؟ تون تہ منجهائين پيو. تون انهيءَ مَدُ ڪي وڌيڪ نہ واپراءِ. تو ڪي انهيءَ جي گهرج نہ آهي."

"هيڏانهن ڏِسُ هينري، تون مون ڪي ڇرڪائين پيو. ڇا مون توڪي وات تي سموري ڪهاڻي نہ ٻُڌائي هئي؟"

"توهان؟"

"ها، مون."

" مان ڦاهي تي ٽنگجان، جيڪڏهن مون انهيءَ جو هڪ لفظ بہ ٻڌو هوندو تہ..."

"هي، هيءَ هڪ گنڀير ڳالهہ آهي، اِها مون ڪي ڏُکوئي پئي. سفير جي گهر ۾ ڪهڙو نشو ڇڙهي ويئي؟"

پوءِ مون تي سموري حقيقت ظاهر ٿي پئي ۽ مُڙس ماٺهو ٿي ان ڪي قبوليم:

" مون هن دنيا ۾ سڀ ڪان وڌيڪ سُهڻيءَ ڇوڪريءَ ڪي قيد ڪيو هو."

تنهن ڪان پوءِ هو هڪدم مون ڏانهن وڌي آيو ۽ اسان هٿ ملايا ۽ ملائيندا ٿي رهياسين، تان جو اسان جي هٿن ۾ سور پئجي ويو. هن مون ڪي ڪو بہ ڏوهہ نہ ڏنو تہ ڇو هن جي ڳالهہ جو هڪ بہ لفظ نہ ٻڌو هُيم، جيڪا هو سڄي وات ٻڌائيندو پئي آيو جيستائين اسان تي ميل پنڌ ڪري هت پهتاسين. جيئن تہ هو ڏاڍو صابرين ۽ سُٺو ماڻهو هو ان ڪري ويهي رهيو ۽ مُڻان ڪان پنهنجي ڪهاڻي ٻڌاياڻين. جنهن جو تت هي آهي: هو اهو سوچي لنڊن آيو هو تہ ڪيس ڪاميابيءَ جو سونو وجهہ ملندو. گولڊ ۽ ڪري ڪمپنيءَ جي مقامي شاخ وت وڪڻڻ لاءِ هن وٽ هڪ "شيءِ" هئي، جنهن لاءِ هن ڪهڙيءَ بہ طرح ڏهہ لک ڊالرن ڪان مٿي حاصل ڪرڻ گهريا ٿي. هن ڏاڍي محنت ڪئي، پنهنجي وس آهر سيڪجهہ ڪيائين، ڪو بہ اهڙو جائز طريقو نہ ڇڏيو هئائين، جنهن ڪي نہ آزمايو هجيس. دنيا ۾ هن وٽ جيڪي بہ ڏوڪڙ هئا، سڀ کپايا هئائين، پر ڪنهن هڪ بہ سيٺئي ڪي پاڻ ڏانهن ڇڪي نہ سگهيو هو ۽ مهيني جي پڇاڙيءَ ڏاري، سندس سڄي رٿ ڊانوا ڊول ٿي وئي. ٿلهي ليکي هو تباهہ ٿي چڪو هو: پوءِ هو ڇال ڏئي اٿيو ۽ رڙ ڪري چيائين:

"هينري تون مون کي بچائي سگهين. ٿو تون ئي مون کي بچائي سگهين ٿو هن دنيا ۾ تون ئي اهو شخص آهين، جيڪو ائين ڪري سگهي ٿو. تو ڪندين نہ؟ ڪندين؟"

"مون کي ٻڌاءِ تہ ڪيئن، منهنجا سڄڻ."

"منهنجي "شيءِ" لاءِ مون کي ڏهہ لک ۽ گهر وڃڻ جو ڀاڙو ڏي! انڪار مور نہ ڪجانءِ."

مان هڪ قسم جي مونجهاري ۾ پئجي ويس. مان هن کي صحيح حقيقت ٻڌائي تاري پئي سگهيس: "لائبر، مان پاڻ سچو آهيان، صفا مسڪين ۽ قرض ۾ ڦاٿل: پر هڪ ٽاهوڪو خيال منهنجي ذهن ۾ تري آيو ۽ مون پنهنجو وات بند ڪيو ۽ آٿت سان ويهي رهيس، تان جو مان هڪ سيڪنڊ ڊيڪارجڻ لڳس. پوءِ مون ونساهہ ڀرئي ۽ واپاري لهجي ۾ چيو:

"مان تو کي بچائيندس، لائبر."

"پوءِ مان بچي ويس! شل خدا تو تي هميشہ مهربان هجي! جيڪڏهن مان ڪڏهن بہ."

مون کي ڳالهہ پوري ڪرڻ ڏي، لائبر. مان توکي بچائيندس: پر اهڙيءَ طرح نہ جيئن تون چوين ٿو ڇاڪاڻ تہ تنهنجي سخت محنت ۽ ڪنيل خطرن کان پوءِ اهڙو طريقو منهنجي لاءِ مناسب بہ نہ آهي. مون کي ڪاٽين خريد ڪرڻ جي گهرج نہ آهي. مان انهن کان سواءِ بہ پنهنجي موڙيءَ کي لنڊن جهڙي واپاري مرڪز ۾ چرپر ۾رکي سگهان ٿو. مان چاهيان بہ اهوئي ٿو. مان تنهنجي لاءِ اجهو هيئن ڪندس: مان انهيءَ ڪاڻ جي باري ۾ سڀڪجهہ ڄاڻان ٿو مون کي ان ڳري ملهہ ۽ اهميت جي خبر آهي، ان ڪري ان جي خريدارن سان اهڙو قسم بہ کٽي سگهان ٿو. تون ٻن هفتن لاءِ منهنجو نالو استعمال ڪري، ان کي ۳۰ لکن ۾ وڪڻندين، تہ اسان مليل رقم اڌو اڌ ڪري ورهائي کڻندا سين."

توهان کي خبر آهي تہ هن تي انهيءَ ڳالهہ جو ڪهڙو اثر ٿيو؟ ڏسو جيڪڏهن مان هن کي پنهنجي پاڪر ۾ سڪ نہ. جهليان ها، تہ هو پنهنجي اتاهہ خوشيءَ ۾ چرين وانگر نچڻ لڳي ها ۽ وچ ۾ ايندڙ هر شيءَ ڀڃي ڇڏي ها.

پوءِ هو خوش ٿي ويهي رهيو ۽ چيائين:

"مان تنهنجو نالو استعمال ڪريان! تنهنجو نالو سوچ تہ! سڄڻ، اهي

لنڊن جا امير جانورن جي ڏٽن وانگر نڪري ايندا ۽ انهيءَ ڪاڻ لاءِ وڙهندا! مان تہ چريو آهيان، اصل کان چريو پر مان جيستائين جيئرو رهندس، توکي ڪڏهن بہ نہ وساريندس!“

چوويهہ ڪلاڪ بہ نہ گذريا هوندا تہ لنڊن ۾ ڳل پئجي ويو! مون کي پيو ڪجهہ بہ نہ ڪرڻو پيو سواءِ گهر ويٺي ايندڙ گراهڪن کي انهيءَ چوڻ جي:

”ها مون کيس چيو هو تہ منهنجو حوالو ڏئي. مان هن ماڻهوءَ کي سڃاڻان ۽ مونکي ڪاڻ جي بہ خبر آهي. هن جو ڪردار بيان ڪرڻ کان مٿانهون آهي ۽ هو جيترو ڪاڻ لاءِ گهري ٿو ان جو ملهہ ان کان مٿانهون آهي.“

ساڳئي وقت مان پنهنجو شامون سفير جي گهر ۾ پورشيا سان گذاريندو هوس. مون کيس ڪاڻ جي باري ۾ هڪ لفظ بہ نہ ٻڌايو. مون کيس حيرت ۾ وجهڻ لاءِ بچائي رکيو هو. اسان پيار ۽ پگهار کان سواءِ ٻي ڪنهن بہ شيءِ تي نہ ڳالهائيندا هئاسين. ڪڏهن پيار ڪڏهن پگهار. ڪڏهن پيار ۽ پگهار ٻئي گڏ. الا! سفير جي زال ۽ ڌيءَ اسان جي ننڍڙي لاڳاپي ۾ ايڏو چاهہ ورتو جو اسان ۾ مداخلت نہ ڪرڻ جا اڻکٽ طريقا ايجاد ڪيائون ۽ سفير کي بنهہ اوندهہ ۾ رکيائون. شڪ ڪرڻ ئي نہ ڏنائونس_ اوهہ، اهو هنن جو مٺڙو قرب هو!

نيٺ جڏهن مهينو پورو ٿيو تہ مون وٽ ڪائونٽي بينڪ ۾ پنهنجي نالي سان ڏهہ لک ڊالر هئا ۽ ساڳيو حال هيسٽنگز جو هو. پنهنجي وس آهر بهترين ڪپڙا پائي، مان پورٽلينڊ پيلس واري گهر ڏانهن ويس ۽ گهر جي ڏيک مان اندازو ڪيم، تہ منهنجا پکي پنهنجي آکيري ۾ موٽي آيا هئا. مان پنهنجي پياريءَ کي گڏ آڻڻ لاءِ سفير جي گهر ويس. ۽ اسان ٻيئي گڏجي، اتساهڪ ڍنگ سان پگهار جي باري ۾ ڳالهائيندا ساڳئي گهر ڏانهن هليا سين.

هن جي حد کان وڌيل جوش ۽ اتساهہ هن کي ايڏو تہ سندر بڻائي ڇڏيو هو جو پاڻ تي جهل پل رکڻ ڏکيو ٿي پيو. چيو مانس:

”مَنَ، جنهن انداز سان تون ڏسين ٿي، ان موجب ٿي هزار سالياني پگهار کان هڪ پيني بہ گهٽ ڪرڻ ڏوهہ آهي.“

"هينري، هينري، تون اسان کي تباهه ڪندين."

"تون ڪو به ڏپ نه ڪر. رڳو پنهنجي سونهن قائم رک ۽ مون تي اعتبار ڪر. سڀڪجهه ٺيڪ ٿي ويندو."

هاڻي جڏهن ته حالتن اهو رخ اچي ورتو هو مون کي سچي وات هن جي همٿ کي وڌاڻڻو پيو. هوءَ مون کي منٿون ڪندي ۽ سمجهائيندي رهي:

"اوهه مهرباني ڪري ياد رک، ته جيڪڏهن اسان وڌيڪ گهر ڪئي، ته اسان ماڳهين ڪا به پگهار نه وٺي سگهندا سين. پوءِ اسان جو ڇا ٿيندو، جڏهن ته پنهنجي جياپي لاءِ دنيا ۾ ڪمائڻ جي ٻي ڪا به وات نه اٿئون!"

اسان نوڪر جي ڪَڍَ اندر وياسين. ٻئي پوڙها شخص اتي ئي هئا سچ پچ، هو هن وٽندڙ هستيءَ کي مون سان گڏ ڏسي واٽڙا ٿي ويا، پر مون چيو:

"مڙيئي خير آهي، مانوارا دوستو. هيءَ منهنجي آئيندي جي ساٿي ۽ هٿ وندائيندڙ آهي."

۽ مون هن جو ساڻن تعارف ڪرايو ۽ سندن نالو وٺي ٻڌايم. هو حيران نه ٿيا. ڇاڪاڻ ته کين خبر هئي، ته مان ڊائريڪٽري جاچڻ جي لائق هوس. اسان کي ويهارياٿون ۽ مون سان ڏاڍيءَ فضيلت سان پيش آيا ۽ جيتريقدر ٿي سگهين، هن جي مونجهه ختم ڪرڻ ۽ کيس خوش ڪرڻ جي ڪوشش ڪرڻ لڳا. پوءِ مون چيو:

مانوارا دوستو مان پنهنجو احوال بيان ڪرڻ لاءِ تيار آهيان."

"اسان کي اهو ٻڌي سرهائي ٿيندي."

ڇاڪاڻ ته هاڻي اسان فيصلو ڪري سگهندا سين ته شرط ڪنهن کٽي؟ جيڪا مون ۽ منهنجي ياءُ ايبل رکي هئي. جيڪڏهن تو اها منهنجي لاءِ کٽي آهي، ته تون انعام ۾ ڪو به درجو ماڻي سگهين ٿو _ تو وٽ هڪ ڪروڙپائونڊ جو نوٽ آهي؟" مون واري همراهه پڇيو.

"اجهو سائين، هي آهي." ۽ اهو مون هن ڏانهن وڌايو" مان کٽي ويس." هن رڙ ڪئي ۽ ايبل جي پُٺي ٺپي چيائين،"هاڻي توهان ڇا ٿا چئو ادا؟"

"مان چوان ٿو ته هيءُ ته بچي ويو ۽ مون ويهه هزار پائونڊ هارايا. مان اهو ڪڏهن به نه مڃيان ها."

"مون کي هڪ ٻي ڳالهہ ٻڌائڻي آهي،" مون چيو "هڪ چڱي چوکي وڏي ڳالهہ مان چاهيان ٿو ته توهان مون کي سِگهوئي پنهنجي خدمت ۾ حاضر ٿيڻ جو ٻيهر وجهہ ڏيو ۽ منهنجي سچي مهيني جي ڪمائي ٻڌو. مان قسم کڻي ٿو چوان تہ اها ٻڌڻ لائق آهي. ساڳئي وقت ٿورو هن ڏانهن ڏسو."

"ڇا ڇوڪرا، ہہ لک پائونڊن جي بئنڪ ۾ جمع ٿيڻ جو سرٽيفڪيٽ! ڇا اُهي تنهنجا آهن."

مان اُهي توهان جي ٽيهن ڏينهن جي مدي لاءِ ڏنل ننڍن قرضن کي چڱيءَ طرح استعمال ڪري حاصل ڪيا آهن ۽ مون ان کي صرف هڪ ڪم ۾ استعمال ڪيو ۽ اهو هي، تہ خسيس شيون خريد ڪري موٽ ۾ اهو نوٽ ڏيندو هوس."

"اوهہ ڇوڪرا، آها تہ اچرج جهڙي ڳالهہ آهي، صفا اچرج جهڙي."

"ڪا ڳالهہ نہ آهي. مان ان کي ثابت ڪندس. منهنجي ڳالهہ کي اجايو نہ سمجهو."

پر هاڻي حيران ٿيڻ لاءِ پورشيا جو وارو هو. سندس اکيون ڦاٽي ويون ۽ چيائين:

"هينري، ڇا سچ پچ اهي تنهنجا پئسا آهن؟ ڇا تون مون سان مشڪري پئي ڪئي؟"

"ها مون ڪئي آهي، پياري؛ پر مون کي خبر آهي تہ تون مون کي معاف ڪندينءَ." هن هٿراڌو ڪاوڙ ڏيکاريندي چيو:

"انهيءَ جو ايڏو يقين نہ ڪر. تون وڏو شيطان آهين، جو مون کي ايڏو دُلبو ڏنو اٿئي."

"اوهہ، تون ايترو تہ برداشت ڪندينءَ، پياري تون اهو برداشت ڪندينءَ. توکي خبر آهي تہ اهو رڳو هڪ چرچو هو. اچ، اسان هلون."

"پر ترس، ترس! پنهنجو ڪمايل انعام تہ وٺيو وڃ. توکي خبر آهي، مان توکي تنهنجو انعام ڏيڻ گهران ٿو." مون واري همراهہ چيو.

"چڱو" مون چيو "مان توهان جو ايترو ٿورائتو آهيان، جيترو ڪو ماڻهو ٿي سگهي ٿو. پر اصل ۾ مون کي ڪجهہ نہ کپي."

"پر منهنجي انعام مان توکي جيڪو وٺي ڳڻهي سگهين ٿو."

"مان هڪ گهمرو وري توهان جو سچيءَ دل سان ٿورو مڃيان ٿو. پر

مون کي اهو نہ ڪپي.“

”هينري، مان تنهنجي ڪري لچي آهيان. تو هنن چڱن ماڻهن جو اڌ جيترو بہ ٿورو نہ مڃيو آهي، جيترو توکي مڃڻ کپندو هو. ڇا تنهنجي پاران اهو سيڪجهہ مان ڪيان؟“

”پلي ڪر پياري، جيڪڏهن تون اهو سيڪجهہ ڪري سگهين ٿي، تہ ڏسون پلا تنهنجي ڪوشش.“

هوءَ مون واري همراهہ ڏانهن ويئي، سندس جهوليءَ ۾ ويهي، ٻانهون هن جي ڪنڌ ۾ وڌائين ۽ ڪيس سڌو وات تي چُمي ڏنائين. پوڙهو ٻئي پوڙها شخص خوشيءَ مان رڙيون ڪرڻ لڳا ۽ منهنجو وات پٽجي ويو يا جيئن توهان چوندئو تہ وائڙو ٿي ويس. پورشيا چيو:

”بابا، هن چيو آهي تہ توهان جي انعام مان هن، جي وٺڻ لائق ڪجهہ بہ نہ آهي، مان انهيءَ تي ايڏي بيعزتي محسوس ڪريان ٿي جيڏي _ “

”منهنجي پياري، ڇا هي تنهنجو پيءُ آهي؟“

”ها، منهنجو ماٽيلو پيءُ آهي ۽ دنيا ۾ سڀ ڪان وڌيڪ پيارو اٿم. هاڻي تہ سمجهئي، تہ مان انهيءَ ڏينهن ڇو کِلي رهي هيس، جڏهن سفير جي گهر ۾ تو مون کي ٻڌايو هو تہ بابا ۽ چاچي ايبل جي رٿ توکي ڪيڏي تڪليف ڏني هئي؟“

سچ، مون هاڻي وڌيڪ چرچو ڪرڻ مناسب نہ سمجهيو ۽ پنهنجي مطلب جي ڳالهہ تي آيس:

”اوهہ، منهنجا پيارن ڪان پيارا سائين، مان پنهنجا اڳ جا چيل لفظ واپس وٺان ٿو. جيڪو اهو درجو آهي، جنهنجو مون کي ڪَپ آهي.“

”ٻڌائي ڇڏ.“

”نياڻو.“

”چڱو چڱو چڱو! پر توکي خبر آهي، جيئن تہ تون ان معاملي ۾ اڻڄاڻ آهين، ان ڪري تون انهيءَ ٺاهہ جي شرطن ۽ ڳُرن تي ٺهڪين نہ ٿو ۽ تنهنڪري_“

”مون کي آزمايو_ اوهہ، مان توهان کي عرض ٿو ڪريان. مون کي رڳو آزمائي ڏسو پوءِ پلي ٽيهہ يا چاليهہ سال، ۽ جيڪڏهن_“

”چڱو ٺيڪ آهي؛ هاڻي رڳو هڪ ننڍڙي ڳالهہ چوڻي آهي، هن کي پاڻ سان گڏ وٺي وڃ.“

اسان پئي خوش هئاسين؟ اهو بيان ڪرڻ لاءِ مون وٽ لفظ نہ آهن ۽ جڏهن هڪ ٻن ڏينهن کان پوءِ، لنڊن وارن کي سڄي تاريخ، انهيءَ بئنڪ جي نوٽ سان منهنجا سڄي مهيني جا ڪارناما ۽ انهن جي پڇاڻيءَ جي خبر پئي، تہ هنن کي ڳالهائڻ لاءِ سٺو موضوع ملي ويو ۽ ان سان سندن وقت سٺو گذريو؟ ها.

منهنجي پورشيا جو بابا، اهو دوست ۽ همدرد، نوٽ انگلينڊ جي بئنڪ ڏانهن کڻي ويو ۽ ان کي مٽايائين، پوءِ بئنڪ اهو رد ڪيو ۽ ڪيس سوکڙيءَ طور ڏنو ۽ هن اهو اسان کي اسان جي شاديءَ تي ڏنو ۽ تڏهن کان اهو اسانجي گهر ۾، فريم ۾ سڀ کان سٺي هنڌ ٽنگيل آهي، ڇاڪاڻ تہ انهيءَ مون کي منهنجي پوريشا ڏني، انهيءَ کان سواءِ مان لنڊن ۾ رهي نہ سگهان ها، نہ سفير وٽ وڃان ها، نہ ئي ڪڏهن پورشيا سان ملان ها. ۽ تنهنڪري مان سدائين چوندو آهيان، "ها، جيئن توهان ڏسو پيا، اهو هڪ ڪروڙ پائونڊن جو نوٽ ئي آهي، جنهن پنهنجي زندگيءَ ۾ سواءِ هڪ جي ٻي ڪا بہ خريداري نہ ڪرائي ۽ پوءِ اها شيءِ پنهنجي مُلهہ جي ڏهين پتيءَ سان ورتائين.■

( سہ - ماهي مهراڻ - ۱۹۷۹ع جي ٿورن سان.)

ناوليٽ
حصو - 1
تارا مير چنداڻي

# سورج جو ڦهريون ڪِرڻو

انوءَ جو جڏهن به من مايوس هوندو آهي ته هوءَ گنگا ڪناري وڃي ويهندي آهي ۽ گنگا جي ڪيڏيندڙ لهرن ڏانهن مگن ٿي پاءَ سان نهاريندي رهندي آهي. هوءَ اڪثر پنهنجا پير پاڻيءَ ۾ ٻوڙي ڇڏيندي آهي. لهرون اُڇلندي، نچندي ٽپندي سندس پيرن کي ڇهي جڏهن موٽ کائينديون آهن ته انوءَ جي اکين ۾ حسرت پرجي ويندي آهي. هوءَ حسرت ڀريل نگاهن سان انهن موٽندڙ لهرن ڏانهن نهاريندي آهي ۽ رقص ڪنديون ايندڙ لهرن جو انتظار ڪندي آهي. اِئين لهرن جي راند ۾ هوءَ ڪوئجي ويندي آهي.
گنگا ۽ گنگا جي نرمل جل ڏانهن نهاريندي سوچيندي رهندي آهي: هي جل ڪيترو نه سيتل، نرمل ۽ پوتر آهي. جيوَ جي انت سمي تلسيءَ جو پن ۽ گنگا جل سندس مک ۾ وڌو ويندو آهي. ڇا گنگا جل مُکُ ۾ پوڻ سان اُن جيو جي آتما کي ٿانءِ ملي ويندي آهي؟ جي نه ....... ته پوءِ ڇو ٿو وجهجي جيو جي مک ۾ تلسيءَ جو پن ۽ گنگا جل؟ چوندا آهن استول شرير ته ناس ٿي ٿو وڃي- پر سوکشيم شرير پنهنجي واسنا مطابق ٻيو جنم ٿو وٺي. ڪنهن ڏٺو آهي ٻيو جنم! سرڳ ۽ نرڳ جون به صرف ڪهاڻيون آهن. سچ ته سرڳ ۽ نرڳ هن ڌرتيءَ تي ئي آهن. هر هڪ جيو پنهنجي ڪرمن جي حساب سان ڀڏو ڀيو آهي ۽ ڀيو ڀوڳي ۽ ماڻي. هي سڀ سٻنڌ، رشتا ناتا به ته انهن ڪرمن جي حساب موجب پيا جڙن ۽ ٽٽن. هڪ هڪ شخص جي اندر جو دروازو پٽي ڏسجي ته ڪيترو نه ڪچرو ڀريل آهي منجهس.... ۽ پوءِ به ڀيو اهنڪار ۾ ڇڄي! هڪ انسان ٻئي انسان کي دک ڇو ٿو ڏئي؟ ٻئي جي دل کي چوٽ پهچائڻ ۾ ڪيس آنند ڇو ٿو اچي؟ هيترو حسد، ساڙُ وير ڇا لاءِ؟ خاص طور هڪ ناري ئي ناريءَ جي دک جو ڪارڻ ڇو ٿي بڻجي؟

هوءَ اڪثر لهرن کان اهڙا سوال پڇندي رهندي آهي. ويدنا پريڻل نيڻن سان ڏانهن نهاري منا مهٽا ڏيئي کين چڻوندي آهي: توهين تہ خوب مستيءَ وچان پيئون لڏو ۽ لمو.... ۽ نچندي ٽپندي گنگا جيءَ ۾ سمائجي ٿيون وڃو. پر مان.... مان ڪيڏانهن وڃان؟ ائين لهرن سان رهاڻ ڪندي، کين ڏوراپا ڏيندي وقت جي کيس سَمَڪَ ئي نہ رهندي آهي. جڏهن سورج جي روشني لهي ويندي آهي ۽ آسمان ۾ ٽمڪندڙ تارا کيس گھر موٽڻ لاءِ آگاهہ ڪندا آهن، تڏهن هوءَ ڳوڙن قدمن سان واپس گھر موٽندي آهي. گھر جي نزديڪ ايندي ئي هوءَ زوريءَ پنهنجي اندر ۾ شڪتي ڪٺي ڪري پاڻکي نارمل ڪرڻ جي ڪوشش ڪندي آهي. گھر پهچي سڌو رنڌڻي ڏانهن رخ رکندي آهي. رنڌڻي ڏانهن ويندي کيس هال مان لنگهڻو پوندو آهي، جتي سندس سس وينا سچديڙا ڪوچ تي براجمان هوندي آهي ۽ اڪثر تي وي ڏسندي رهندي آهي. انوءَ جي گھر ۾ گھڙنديئي کيس ساڳيو ڊائلاگ ٻڌڻ لاءِ ملندو آهي: "ڪري آئي مهاراڻي گنگاجيءَ جو سير."

هوءَ بنا جواب ڏيڻ جي رنڌڻي ڏانهن ويندي آهي ۽ جهٽ ۾ پاڇيون ڪپڻ کي لڳي ويندي آهي. سندس هٿن ۾ ڦڙتي اچي ويندي آهي. گئس اسٽوَ جي ٻنهي پاسي بہ پاڇيون چاڙهي، اٽو ڳوهيندي آهي. سلاد ڪپيندي آهي. ڏڏ جي ڪا شيءِ تيار ڪري ونندي آهي ۽ پوءِ ميز تي پليٽون، گلاس، چمچا وغيره رکي، سهري، گھوٽ ۽ ڏير جي اچڻ جو انتظار ڪندي آهي. سندس ايندي ئي سيني کي گرم گرم ڦلڪو پچائي ڏيندي ويندي آهي. اها سندس روزمرهہ جي ڊيوٽي آهي.

اڄ انوءَ جو من ڊانوان ڊول هو. سندس اندر ۾ زلزلو متل هو. سندس انگ انگ جلي رهيو هو. کيس ائين لڳي رهيو هو جڻ هزارين وڇوُن گڏجي کيس ڏنگي ويا هجن. سندس پير ازخود کيس گنگا جي ڏانهن گھليندا وٺي پي ويا. دشاسوميد گھاٽ تي پهچي، اڻ ڳڻيا ڏاڪا هيٺ لهي، پنهنجي پريہ آستان تي ويهي. هن پنهنجا پير پاڻيءَ م ٻوڙي ڇڏيا ۽ گنگا جيءَ جي جل جا ٻڪ پيري پيري پنهنجي منهن تي ڇنڊيا وجهڻ لڳي. پر سندس اندر جيڪا ڀاهہ ڌڌڪي رهي هئي. تنهن وسامڻ جو نالو ئي نہ پي ورتو.

انوءَ وسارڻ ٿي چاهيا اُهي اکر جن سندس هردي کي چيري ڦاڙي

ڇڏيو هو. اڄ گنگا جون لهرون، جيڪي سندس دک سک جون ساهيڙيون هيون سي بہ کيس آٿت ڏيئي نہ پي سگهيون. مورڳو کانئس پڇي رهيون هيون، "سچ ٻڌاءِ انو تون ٿڪجي پيئي آهين نہ؟ تنهنجو آتم وشواس ڏڏي ويو آهي نہ؟"

سندس من جڻ کين چيخي چيخي چوڻ ٿي چاهيو: ها.... ها.... مان ٿڪجي پيئي آهيان. مجيان ٿي تہ مان ٿڪجي پيئي آهيان. پر گهٽ ۾ گهٽ توهين تہ مونتي ٺٺولي نہ ڪريو."

اڄ پهريون دفعو انوءَ کي محسوس ٿيو تہ هوءَ برابر وقت جي لهرن جو مقابلو ڪندي ٿڪجي پيئي هئي. هڪ هڪ لهر کيس ماضيءَ ڏانهن گهليندي پئي ويئي. يادگيرين مان هڪ يادگيري جهڪي ٿي ٿبي تہ ٻي سندس من جي سطح تي اُڀري ٿي آئي. هوءَ يادگيرين جي چڪرڻ يوهہ ۾ جڻ ڦاسي ويئي هئي. بس .... صرف سنگهرش!..... سنگهرش ڪندي ڪندي هوءَ ٿڪي پيئي هئي. هن وري لهرن ڏانهن نهاري کائن عاجزيءَ وچان پڇيو "ڪٿان آڻيا مان آتم شڪتي؟؟؟".

لهرن جي ترنگن ۾ مان بہ ڪليجو چيريندڙ سندس سس جي آواز جو پڙاڏو اچي رهيو هو: "منهنجو پٽ تہ مون کان کسي ويئينءَ. هاڻي منهنجي مڙس تي بہ ڏور چاڙهڻ شروع ڪئي اٿيئي، اکيون مچڪائي مچڪائي پيئي "پپا ـ پپا" ڪرينس. مان اهي سڀ کيل "پپا – پپا" ۽ پپا – پپا" جا چاڻان ٿي. انڌي ڪا نہ آهيان..... ۽ هوُ ننڍڙو گڏهہ بہ "انو پاپي" "انو پاپي" ڪري پيو تنهنجا پير چٽي. تنهي تي نہ چاڻان ڪهڙو جادو ڪيو آٿيئي. هڪ سان شادي.... ٻئي سان آنک مچولي ۽ ٿيون تنهنجي کيسي ۾. هاڻي تہ هي گهر، گهر ئي نہ رهيو آهي...."

اهي اکر ڪوُ نہ هئا۔ جڻ چهبڪ هئا.... جي اندر ئي اندر انوءَ کي چلي رهيا هئا. جهپڪ.... جهپڪ..... جهپڪ سندس دل درد وچان ڪڙهڻ لڳي. هوءَ پنهنجو پاڻ کان پڇڻ لڳي: "ٻڌاءِ، ٻڌاءِ انو تو چا پاتو زندگيءَ مان؟ ڪهڙو سک مليو توکي؟ تون پنهنجي سيبہ وهنوار، مٺڙي زبان ۽ سچائي پيريل پاوناڻن سان سيني کي وس ۾ ڪري ڇڏيندينءَ. توکي پنهنجو پاڻ تي بانور هو نہ؟ ڪيڏانهن ويو تنهنجو اهو بانور؟ هارائي ويئي آهين نہ؟"

ڪهڙو جواب ڏئي هوءَ پاڻ کي؟ اڄس کيس محسوس ٿي رهيو هو تہ

هيل تائين هوءَ صرف وڻ جي تارين ۽ پنن کي ئي پاٽي ڏيئي رهي هئي. جڙ تائين تہ پهتي ئي ڪانہ هئي. جڙ تائين ڪڏهن پهچي بہ سگهندي..... سندس وشواس ڏڏي ويو هو.

هوءَ سوچڻ لڳي: هن پنهنجي جوانيءَ جون قيمتي گهڙيون هن گهر جي سک ۽ بهبوديءَ مٿان نڇاور ڪيون هيون، تن جي ڪهڙي قيمت!

ڏير جيڪو راتيون راتيون گهر کان ٻاهر گذاريندو هو. رات جي ماني ڪڏهن بہ گهر ۾ ڪو نہ کائيندو هو. تنهن کي فاءِ اِسٽار هوٽل جهڙا، طعام تيار ڪري، گهر ۾ کاڌو کائڻ جي عادت وڌائين. شايد اهو سندس ڏوهہ هو! ڏنر کانپوءِ گڏجي پاڻ ۾ گپ شپ هڻندا هئا. ڪڏهن لوڊيو يا پتي راند يا ڪئرم کيڏندا هئا. ائين گهر ۾ سک ۽ آنند جو ٻج ڇٽيائين. شايد اهو سندس قصور هوا!... سهري جي شيوا ڪري، سندس هر گهرج جو ويچار رکي، وقت تي دوائون ڏيڻ، کاڌي پيتي جي پرهيز ڪرائي سندس صحت جو ڌيان رکيائين.... شايد اهو سندس گناهہ هوا!! شيوا تہ هن سس جي بہ گهٽ ڪا نہ ڪئي هئي. پر سندس ڪا بہ ڳالهہ.... ڪو بہ ڪم.... ڪو بہ وهنوار، ڪيس پسند ڪو نہ هو.

انوءَ آسمان ڏانهن نهاريو. چنڊ ڪٿي بہ نظر نٿي آيو. شايد بادلن جي گهيري ۾ ڍڪجي ويو هو. ايڪڙ ٻيڪڙ تارا ٽمٽمائي رهيا هئا. تارا بہ ڄڻ سندس اُداسي پائڻي خود بہ اُداس ٿي ويا ها.

من جي مانداڻ سندس هردي ڪمل کي مرجهائي ڇڏيو هو. گهڙيءَ گهڙيءَ سندس ڪنن ۾ سس جا ويڻ ٻري رهيا هئا:

”هڪ سال شادي.... ٻئي سال آنک مچولي.... ۽ ٽيون تنهنجي ڪيسي ۾.“

انوءَ جو من ڀرجي آيو. هن اکيون ٻُوٽي ڇڏيون بند اکين مان بہ ڳوڙها ڳڙي اچي سندس ڳلن تي پيا. انوءَ پنهنجي ڳلن تي ڪجهہ کان بہ ملايم سپرش محسوس ڪئي. ڪنهن فينسٽائيءَ سان سندس ڳڙندڙ ڳوڙها ڪرڻ کان اڳئي اُگهي ڇڏيا.

سندس پتي اڄيہ ڪيس ڳوليندو اچي اُتي پهتو هو. دڪان تان ٽورو سويل ئي نڪتو هو تہ گهر وڃي آرام ڪندو. گهر پهتو تہ پاڙي واريءَ جي ڏيءَ مونا، جنهن کي هُو پيڻ ڪري مڃيندو هو ڪن ۾ پيٽڪيس تہ مميءَ اڄ انوءَ پاپيءَ کي تمام خراب اکر ڳالهايا آهن. پهرين تہ هن ٻڌائڻ کان آنا

ڪانسي ڪئي ته سنڌس زبان مان اهي اکر اڪلندا ئي ڪو نه. پر جڏهن اجيه پنهنجو قسم وڌس تڏهن اهي اکر ڪيس هرو ڀرو چئي پڌاياڻين. اجيه ڄاڻو ٿي ته اڄ سنڌس ماءُ جيڪا انوءَ کي هيڏي وڏي گار ڏني هئي.... ڀيءُ مثل سهري لاءِ همڙا بيهودا الفاظ چيا هئا..... سي انوءَ جي برداشت ڪرڻ کان ٻاهر هوندا. اجيه اهي ٿي پير ڪري، دشاسوميدي گهاٽ طرف رخ رکيو. اجيه کي سڌ هئي ته انو جڏهن گهڻو پريشان هوندي آهي ته گنگا ڪناري هلي ويندي آهي. هو ڪيس ڳولهيندو اچي اُتي پهتو ۽ آهستگيءَ سان اچي سنڌس پر ۾ وينو. انوءَ کي سنڌس اچڻ جي ڪا سمڪ ئي نه رهي. انوءَ جي مک منڊل تي اُداسيءَ جا ترورا صاف ظاهر هئا. جڏهن اجيه سنڌس ڳوڙها اُگهيا، تڏهن انوءَ چرڪ ڀري ڏانهس نهاريو. اجيه چپ چاپ انوءَ جا ٻئي هٿ ٻند ڪري پنهنجي ٻنهي هٿن ۾ سوگها جهليا. زبان سان هڪ اکر به نه ڪڇيائين. انوءَ جي چلڪندڙ نيڻن ڏانهن نهاريندي، پنهنجي اِکين معرفت چڻ ڪيس نياپو ٿي ڏنائين، "انو مان آهيان نه."

انو ويران نگاهن سان اجيه ڏانهن نهاريو.

اجيه جو ڪهڙي به ڳنڀير ماحول کي پنهنجي ڪل چرچي سان هلڪو بڻائي سگهندو هو. سو اڄ خود منجهي پيو هو. هر وقت سنڌس ماءُ انوءَ جون شڪايتون پيئي ڪندي هئي. سنڌس ئي منهن تي انوءَ کي ٻرو ڀلو چوندي هئي. پر انو ڪيس ڪو به جواب نه ڏيندي هئي. انوءَ کي هردم پنهنجو انجام ياد هو.

شاديءَ کان اڳ اجيه ڪيس پنهنجي ماءُ جي سڀاوَ کان ذري پرزي واقف ڪيو هو ته ڪيس پڙهيل ڳڙهيل ننهن نه، پر سنڌس پسنديءَ جي "جي حضور" ٻانهي کپي. شاهوڪار مائٽن جي ڏيءُ هجي، جي هروقت سنڌس طلبون ۽ تقاضائون پوريون ڪندا رهن. هونءَ به هوءَ تکي سڀاوَ جي آهي. ڪيس راضي رکڻ آهي آسمان مان تارا لاهڻ جي برابر. جنهن سان نه ٺهندي اٿس تنهن کي ته صليب تي چاڙهندي آهي. تون اهڙي سس سان گذر ڪري سگهندينءَ؟"

انوءَ چيو هوس. "تون خاطر رک ته مان ڪجهه به ڪري سگهنديس.... ڪجهه به سهي سگهنديس." ۽ پوءِ ڪلي چيو هئائين، "پر مان پٽر کي موم ڪرڻ جو علم ڄاڻان."

اجيه اهو به چيو هوس: "رهڻو به گڏ پوندءِ. پيا جو اسان ٻنهي پٽن ۾

ڏاڍو موهه آهي."

تنهن تي انوءَ فخر ۽ وشواس سان چيو هوس، "تون پنهنجي انوءَ کي اجا سڃاڻي نه سگهيو آهين. مان اهڙو ڏينهن اچڻ ئي نه ڏينديس."

پنج ڏهه منٽ هوُ ائين سانت ۾ ويٺا رهيا. هڪ پيڙي اچي سندن پير ۾ بيٺي. پيڙيءَ واري پڇيو "بابوجي، سير لاءِ هلندا؟"

اجيه انوءَ ڏانهن نهاريو.

انوءَ سندس ڪنڌ سان "ها" ڪئي.

اجيه انوءَ کي هٿ ڏيئي اُٿاريو ۽ سهارو ڏيئي پيڙيءَ ۾ چڙهڻ ۾ مدد ڪئي.

اونداهي رات روشن تارا کين گڏ ڏسي، پنهنجي موهيندڙ مرڪ سان چڻ کين ڪيڪاري رهيا هئا. اجيه انوءَ ڏانهن نهاريو- کيس لڳو چڻ انوءَ جي چهري جي سموري چانڊاڻ ڪنهن چُوسي ورتي هئي. پيڙي لڳ ڀڳ ٻئي ڪناري تي پهچڻ واريئي هئي. ٻاهران ائين پي لڳو چڻ انوءَ گنگا جي چرتي لهندڙ چڙهندڙ لهرن ۽ اُن جي مٿا چري تي خيالن ۾ گم سم هئي.

هوءَ سوچي رهي هئي. اجا ڪالهه ئي ته هوءَ لکنؤ مان مائٽن وٽان ٿي موٽي هئي. گهر ۾ گهڙنديئي سس ٽوڪيندي چيس، "ڇو پڙهين جو اَن خلاص ٿي ويو هو ڇا؟ مهنو رهڻ لاءِ ويئي هئينءَ نه؟ اجا ته پندرنهن ڏينهن به ڪو نه ٿيا آهن....."

انوءَ پٽڪندي چيو "اجيه جو فون آيو هو ته سندس طبيعت ٺيڪ ڪانهي. يڪدم واپس اچڻ لاءِ چيو هئائين."

"ڇا ٿيو آهي اجيه جي طبيعت کي. تون هُتي هئينءَ ته پاڻ دوستن سان پيو گهمندو گهتندو هو. سنيمائون ناٽڪ ڏسندو هو. تون آئي آهين! ته پاڻ سندس آزادي ختم. تنهنجو غلام ٿي پيو هلندو."

انو جواب نه ڏيئي پنهنجي ڪمري ۾ هلي وئي ۽ ٻئگ رکي.... هٿ منهن ڌوئي رنڌڻي ۾ ويئي. رنڌڻي ۾ ٻاسڻ جا ڍير رکيا هئا. هڪ رات اڳ شايد گهر ۾ مهمان آيل هئا. اُن ڏينهن ڪم واري مائي به ڪا نه آئي هئي، انو ٻنا ڇُوُن چان جي ٻاسڻ ملڻ کي لڳي ويئي. ٻاسڻ مليندي کيس اُٻتو آيو ۽ وات کي هٿ ڏيئي باٿ روم ڏانهن ڀڳي. ٿوري اُلٽي اُتي ئي اچي ويس. آواز تي سهندس سس ڊوڙندي آئي ۽ جهڪندي چيائين، "الٽي

ڏور ٻه نٿي روڪي سگهينءَ.... ڪاڏي جي- باسٽن ۾ .... ڇي .... الائي
ڪهڙي گهر جي ڇوڪري گهيلي وٺي آيو ....."

انوءَ جا ڏينهن ڇڙهيل هئا. ڪيس ڏاڍي تڪليف هئي، پنهنجي علاج ۽ آرام ڪرڻ لاءِ ئي لکنؤ ۾ پنهنجي پيڪي گهر ويئي هئي. ڊاڪٽر ڪيس آرام ڪرڻ جي تاڪيد ڪئي هئي. بار ڪيس ڪٽڻو ڪو نه هو. دوائون ۽ انجيڪشنس چالو هيون. پيڪي گهر پندرهن ڏينهن ۾ ئي انوءَ جي پيلي ڇهري تي لالي آئي هئي. ڊاڪٽر چيو هون ته پنج مهنا پورا ٿيندس ته پوءِ تڪليف گهٽ ٿندي- تيستائين پوري سنڀال ٿيڻ کپي.

..............

انوءَ جي پيڪي وڃڻ ڪانپوءِ اجيه جو ڏينهن ڏينهن ئي وڏي ورهيه تي پيو هو. دڪان تان سڌو ئي ڪنهن نه ڪنهن دوست وٽ هليو ويندو هو. انوءَ ڪانسواءِ ڪيس گهر ڪائڻ ايندو هو. اُن ڪري رات جو يارهين ٻارهين ڪان اڳ گهر ڪو نه موٽندو هو.

هڪ رات ڪيس پيٽ ۾ اچي سخت سُور پيو. ڪيترو وقت پنهنجي بستري تي لڇندو رهيو پر دل ئي نه پيي وريس ته ماءُ پيءُ کي اُٿاري ڪين پنهنجي سُور بابت ٻڌائي. ياڻس وجيه ٻه نائيٽ شو ۾ پڪچر تي ويو هو. اُن سُور تي اجيه چپ چاپ بنا مائتن کي ٻڌائڻ جي، پنهنجو اسڪوٽر ڪڍي، پنهنجي دوست ڊاڪٽر شيکر جي گهر هليو ويو. هيڏي رات پئي شيکر اجيه کي ڏسي گهبرائجي ويو. سندس حال پڇي ڪيس ڪا گوري ڏنائين. چيائينس: "مونکي لڳي پيو ته Stone اٿيئي. سڀاڻي ڪلنڪ ۾ سونو گرافي ڪرائڻ اچج. گوري وٺڻ کان پوءِ اجيه کي ٿورو آرام آيو. اجيه جو اسڪوٽر پنهنجي گهر ۾ رکي، شيکر ڪيس پنهنجي ڪار ۾ سندس گهر ڇڏي آيو. گهر پهچي اوڏيءَ مهل ئي اجيه انوءَ کي فون ڪيو ته تون هڪدم هلي اچ، منهنجي طبيعت ٺيڪ ڪانهي. انو گهبرائجي ويئي. گهڻو ئي پڇيائينس ته آخر ٿيو ڇا اٿيئي؟ پر سندس هڪ ئي رٽ ته تون ترت واپس موٽي اچ.

انوءَ چيس، "اجيه، منهنجو ٻه هتي علاج هلي رهيو آهي. هڪ نه ٻئي ڏينهن انجيڪشن لڳندي آهي. هڪ ٻه انجيڪشن پوري وقت تي نه لڳي ته وري سڄو ڪورس ڪرڻو پوندو."

اجيه چيس، بس تون موٽي اچ. مان پاڻهي ڊاڪٽر شيکر سان ڳالهائيندو

بست ڪندس.“ ائين چئي هن رسيور رکي ڇڏيو.

انو سوچڻ لڳي: نجاڻان اجيه کي ڇا ٿيو آهي؟ الائي ڪهڙي تڪليف اٿس. ٻڌايائين به ڪو نه. ڀانيو هوندائين ٻڌائيندو ته مونکي چنتا ٿيندي. ضرور اهڙي ڪجهه هوندو جو اهڙو ڪمهلي وقت فون ڪيو اٿس. انوءَ جي نيڻن مان ننڊ پر ڪري اُڏامي ويئي. ٻئي ڏينهن صبح جو پهرين گاڏيءَ ۾ ئي هوءَ بنارس رواني ٿي ويئي ۽ بنا ساهرن کي ٻڌائڻ جي اچي گهر پهتي.

...............

انوءَ اُلٽي ڪرڻ ڪان پوءِ ٿوري سامت ۾ آئي ۽ وري وڃي باسڻ ملڻ لڳي. باسڻ ملي پورا مس ڪيائين ته سسٽس صابڻ ۾ پسيل ڪپڙا ڌوئڻ لاءِ چيس.

انوءَ ۾ وڌيڪ ڪم ڪرڻ جي شڪتي ڪا نه هئي. تمام جهيڻي آواز ۾ چيائينس، ”ممي، منهنجي طبيعت ٺيڪ ڪانهي. ڊاڪٽر مونکي ايتري ڪم ڪرڻ ڪان منع ڪئي آهي.“

سس ٽوڪيندي چيس، ”اسان ٻار ڄڻيا ئي ڪو نه هئا. اسانجون سسون ته پاڻ چونديون هيون ته جيڏا هڏ هڻنديون اوتري ويم ويل تڪليف گهٽ ٿيندو.“

بحث ڪرڻ انوءَ واجب نه ڄاڻي ڪيس نمرتا سان چيو ”ممي، پاڙي ۾ پدما آنٽيءَ جي مائيءَ کي ڪري اڄ ڪپڙن ڌوئڻ لاءِ چئو.“ ائين چئي انو پنهنجي ڪمري ۾ هلي ويئي ۽ دروازو بيڪڙي پلنگ تي ڦان ٿي پئجي رهي. سندس سرير ٽڪ وچان چُور چُور ٿي ويو هو. اجيه جي فون اچڻ ڪانپوءِ هڪ ڪن به اک لڳائي نه سگهي هئي. من ۾ الائي ڪهڙا ڦرڻا پي آٿيس. هوءَ سوچڻ لڳي: اجيه جي طبيعت جي ايتري خراب هئي ته پوءِ گهر ۾ ڇو ڪوٺي. سس ڪان پڇڻ تي دل نه پئي وريس. من ۾ مونجهه.... فون به هال ۾ـ جتي سندس سس. ٽي وي جي سامهون ويٺي ئي ويٺي هوندي آهي. هونءَ جيڪر پپا (سهري) يا ڏير کي ئي دڪان تي فون ڪري پڇي يا اجيه جي دوست ڊاڪٽر شيکر کيُ ئي فون ڪري. اندر جا اُڌما دٻائي زوريءَ اجيه جو خيال پنهنجي ذهن تان هٽائي، هوءَ پنهنجي تن کي آرام ڏيڻ جيِ ڪوشش ڪرڻ لڳي.

اجيه صبح جو سونو گرافي ڪرائڻ هليو ويو هو. پپا ۽ ڀاءُ کي به

صبح جو ٻڌايو هئائين تہ رات جو ڪيس گھٽي ٿي تڪليف هئي. سندس ننڍو ڀاءُ وجيہ اسڪوٽر تي ويهه چاڙهي ڊاڪٽر شيڪر جي ڪلينڪ ۾ ڪيس ڇڏي دڪان تي هليو ويو. سونو گرافيءَ ۾ تمام هلڪي پٿري نظر آئي. ڊاڪٽر چيس تہ دوائن جي رستي ڳري ويندي. فڪر ڪرڻ جي ڳالهہ ڪانهي. ڪاڏي پيٽي جي سنڀال ڪرڻ لاءِ چيائين. آٺٽ پائي هو ڪلينڪ مان سڌو دڪان تي هليو ويو. ڪجهہ ڪلاڪ ڪم ڪرڻ بعد پاڻ کي ٿڪل محسوس ڪرڻ لڳو. دڪان بند ٿيڻ کان اڳ ئي، پيءُ کي ٻڌائي، هن گهر طرف رخ رکيو تہ وجي گهر آرام ڪندو.

گهر پهچي ڏٺائين تہ سندس ماءُ جو منهن سڄيو پيو هو. پڇيائينس، "ٺيڪ تہ آهين نہ ممي؟"

"مري ويئي تنهنجي نسي." ناٹس اُڇاترو جواب ڏنو.

"آخر ٿيو ڇا آهي؟ سڀ سک تہ آهي نہ؟"

"وجي پڇ پنهنجي مهاراڻيءَ کان. جڏهن کان آئي آهي تنگيون تيڙي سمهي پيئي آهي."

تڪڙ ۾ اجيہ کان نڪري ويو "انو اڄي ويئي......"

"ها. پٹس جو آن کٽي پيو هو."

اجيہ کي جاڻ هئي تہ وڏيڪ ڪجهہ چوندو تہ ڳالهہ مان ڳالهوڙو ٿي پوندو. سو نموني سان گلاس کڻي فرج کولي پاڻي پيتائين ۽ پوءِ ٽينگ ڏيئي پنهنجي ڪمري ۾ هليو ويو. جڻ ڪا چوري ٿي ڪيائين ۽ ڊپ هوس تہ ڪٿي پڪڙجي نہ پوي.

انوءَ جون اکيون پوريل هيون. اجيہ وجي سندس مٿن کان وينو ۽ سندس وارن ۾ هٿ ڦيرڻ لڳو. انوءَ اکيون کوليون "تون ٺيڪ آهين نہ اجيہ؟ توکي ڇا ٿيو آهي؟ فون تي ڪجهہ بہ ڪو نہ ٻڌايئہ... منهنجو تہ ساهہ ئي سڪائي ڇڏيو هوءِ. فون ڪانپوءِ منٽ منٽ تي وڏي پيو."

اجيہ سڄي ڳالهہ ڪري ٻڌايس ۽ چيائينس: "شيڪر چيو آهي تہ فڪر ڪرڻ جي ڳالهہ ڪانہ آهي."

اهو ٻڌي انوءَ ڇوٽڪاري جو ساهہ کنيو. اُها رات سک سان گذري. هڪٻئي جي ٻانهن ۾ ايندي، هوَ ٻئي پنهنجا شريڪ ۽ مانسڪ ڪشت پلجي ويا.

..............

صبح جو روز مرهہ جيان انوَ گهر ڪرت ۾ لڳي ويئي. سهري کان پڇيائين، "پپا، اڄ ڪهڙي نيرن ٿاهيان؟"

سهري چيس، "تنهنجي پرپٽ روز اهي گوبي ۽ پٽاٽي جا پراٺا کائي کائي تنگ ٿي پيو آهيان. تنهنجي سدا سدوري مميءَ کي انهيءَ کانسواءِ ٻي ڪا نيرن خيال ۾ ئي ڪا نہ اچي. هاڻي تون موٽي آئي آهين تہ روز نئين نئين نيرن تہ ملندي."

انوءَ کيس چيو "پر پپا، اڄ ڇا ٺاهيان؟"

"اڄ پنهنجي سنڌي نيرن ڪراءِ، مالپورا ۽ چڙي دال."

انوءَ سس جي راءِ پڇڻ لاءِ ڏانهس نهاريو. ڪالهہ کان جو هوءَ سڙي ويٺي هئي سو سڙيل نوع ۾ چيائينس، "مون ڏانهن ڇا ٿي نهارين. ڇڻ هن گهر ۾ منهنجي هلندي بہ آهي. جيڪي چونئي سو ٺاهي ڪارائين، پر منهنجي لاءِ گوبيءَ جو پراٺو ٺاهج. مونکي ڪو نہ وڻن تنهنجون اهي سنڌي نيرنون. هيءَ بہ ڪا نيرن آهي. مٺي مالپوري سان گڏ نمڪين دال!...؟

انو جواب نہ ڏيئي رنڌڻي ۾ هلي ويئي. سهري ۽ ڏير لاءِ هڪ نيرن .... سس لاءِ ٻي ... اجهہ ۽ پنهنجي لاءِ ٽوسٽ ۽ مکڻ، جو پٽريءَ جي ڪري کيس ڳرو کاڌو ڪو نہ کائڻو هو.

هنن ٽنهي جي دڪان تي وڃڻ کانپوءِ انو گهر جي چنڊ ڦوڪ کي لڳي ويئي. شڪر جو اُن ڏينهن ڪم واري مائي آئي هئي. انهيءَ کي ڏسي انوءَ جي پيٽ ۾ ساهہ پيو.

سانجهيءَ جا پنج لڳا هئا. انو چانهہ جو ڪوپ ٺاهي سس کي ڏيئي پيو پنهنجي لاءِ رنڌڻي مان ڪڻڻ پي ويئي تہ فون جي گهنٽي وڳي. رسيور انوءَ جي سس ئي کنيو. مسٽر سچديوا جو فون هو. مسٽر سچديوا کيس چيو، "انوءَ کي فون ڏي."

وينا پڇيس، "ڪهڙو ڪم اٿو انوءَ ۾؟"

هن هوڏ ڪندي چيس، "چيم نہ تہ انوءَ کي فون ڏي."

وينا سچديوا جو پارو چڙهي ويو. خارن وچان چيائينس،

"اهڙي ڪهڙي ڳالهہ آهي جو مونکي نہ ٻڌائي انوءَ کي چوڻ ٿا چاهيو؟"

سچ تہ ڳالهہ ۾ ڪجهہ بہ ڪو نہ هو. پر اڄ مسٽر سچديوا کي کيس

ڪجائڻ ۾ مزو پي آيو. سو ضد ڇلڻ رڪندي چيائين،
"چيم نه ته فون انوءَ کي ڏي."
ڪامندي وينا انوءَ کي چيو "تنهنجو فون آهي."
انوءَ پڇيو "ڪنهن جو فون آهي ممي؟"
"هوندو تنهنجي ڪنهن چاهڻ واري جو." سندس آواز ۾ ڏنگ هو.
انوءَ ڀانيو ته اجيءَ جو فون آهي، سو مٺي آواز ۾ چيائين،
"هلو."

پپا پڇيس، "تنهنجي مميءَ جو موڊ ڪيئن آهي؟ ڪافي چڙيل پيئي لڳي؟"

انوءَ معصوميت وچان وراڻيو "اهڙي ڪا به ڳالهه ڪانهي پپا، ڪو ڪم اٿو؟"

"گهڻن ڏينهن کان پوءِ موٽي آهين. صبح جو دڪان تي اچڻ جي تڪڙ ۾ تو کان ڪو حال احوال به ڪو نه ورتم. ڪالهه به اسانجي دڪان تان موٽڻ کان اڳ ئي وڃي سمهي پيئي هئينءَ. اجيءَ چيو ته طبيعت ٺيڪ ڪانه اٿس. هاڻي ته ٺيڪ آهين نه؟.... اسانجو ننڍڙو راجا به ٺيڪ آهي نه؟"

اشارو سمجهي انو شرمائجي ويئي. سندس چهرو لال ٿي ويو. هن جهيڻي آواز ۾ چيو "ها پپا – ٺيڪ آهي."

سندس سس سامهون ويٺي انوءَ جي چهري تي لهندڙ چڙهندڙ رنگ ڏٺا. انوءَ فون رکيو ته سس پڇيس، "ڇا ٿي چيو هن؟"

انوءَ چيو ته، "پپا جو فون هو ... ممي."

جهٽڪي چيائينس، "اها خبر اٿم. چڱا فون تي به ٽڙڪ ٽال پئي ڪرين. چڱو تون سيني تي پهنجو چار وڃائي ويٺي آهين. منهنجو پٽ ته مون کان کسي وٺينءَ. هاڻي منهنجي مڙس تي به ڏور چاڙهڻ شروع ڪئي اٿيئي.... وغيره وغيره ....

اهو سڀ ياد ايندئي انوءَ جو وجود ڏڏي ٿي ويو.

..............

بنارس ۾ اجيءَ ۽ وجيءَ جي پيءُ کي پنهنجو الڪٽرانڪس جو دڪان هو. پيءُ ۽ ٻئي پٽ اتي ڪم ڪندا هئا. وجيءَ اجيءَ کان ٻه ٽي سال ننڍو هو. اجا ڪاليج ۾ ٿي هو، پر سندس دل پڙهڻ تي ڪو نه ٽني وري. ڪيس

سڄو ڏينهن دوست، سئنيمائون، ناٽڪ ۽ ساهيڙيون ڪپنديون هيون. گهر ۾ تہ پيير ئي ڪو نہ ٽڪندو هوس. روز دوستن سان ٻاهر هوٽل ۾ کاڌو کائي ايندو هو. اجيہ کي بہ اهو سڀ ڪجهہ پسند هو. پر جڏهن کان انوءَ سان دوستي ٿي هيس تہ هُو ذرا گنڀير ٿي ويو هو ۽ ٻين ڇوڪرين سان گڏ جڻ مسجڻ ڇڏي ڏنو هئائين. ننڍڙي هوندي کان ئي ٻئي ڇوڪرا ڇڙواڳ پليا هئا. گهر ۾ قاعدي نالي واري ڪا بہ ڳالهہ ڪا نہ هوندي هئي. ماءُ پيءُ خود ئي پارٽين ۽ فنڪشنس ۾ پورا هوندا هئا. ماءُ چوندي هئي: "پٽ اتم، ڏيئر ٿورو ئي اتم جو اونو ڪريان، پاٽيهي پيا پلبا." گهر ۾ نوڪرياڻي هئي. کاڌو ناهيندي هئي، ڪڏهن ڪچو تہ ڪڏهن ڦڪو. ان ڪري بہ ٻئي پٽ اڪثر هوٽلن ۾ کائيندا هئا. گهر سوير موٽن يا اوير.... نہ ماءُ کي اونو.... نہ پيءُ کي. گهر جي لئچ کي (ڪُنجي) ٻنهي پٽن وٽ الڳ الڳ هئي. ڪير ڪيڏي مهل بہ موٽي ڪير ڪنهن کان حساب ڪتاب ڪو نہ پڇندو هو. هڪ ڳالهہ سا سٺي هئي. ٻنهي پائرن جو پاڻ ۾ پيار هو. گهر ۾ پئسي جي ڪا ڪمي ڪا نہ هئي. پيا سپيئي لٽيندا هئا. ڪپڙن ۽ بُوٽن جا ڍير لڳا پيا هئا. سنجت ۽ سهيڙ جو تہ نالو بہ ڪو نہ هو. ٻنهي پائرن جي ڪپڙن جو سائيز بہ ساڳيو. ڪير ڪهڙي بہ قميس پائي، ڪهڙي بہ پئنٽ پائي. اهو تہ ٺهيو پر گنجيون ڪڇا ۽ جوراب بہ جنهن کي جيڪي هٿ لڳندو هو سو پائيندو هو.

ٻئي پائر هڪٻئي جي زندگيءَ ۾ دست اندازي ڪو نہ ڪندا هئا. باقي دڪان تي ڊيوٽي ٻڌل هين، هڪ ڏينهن هڪ ڀاءُ سانجهيءَ جو موڪل ڪندو هو ۽ ٻئي ڏينهن پيو. پيءُ اڪثر پنهنجي مرضيءَ مطابق پيو دڪان تي ايندو ويندو هو. هن کي بہ ٿي وي. ڏسڻ جو مرض هو.

اجيہ جڏهن انوءَ سان شادي ڪرڻ جو پڪو فيصلو ڪيو تہ هن پنهنجي دل جي ڳالهہ وجيہ سان ڪئي. وجيہ خاطري ڏيندي چيس تہ سندس ڪيس پورو سهڪار آهي..

اجيہ شڪ ظاهر ڪندي چيو. "پر مميءَ کي ڪيئن راضي ڪبو؟ هوءَ تہ ڪنهن سوني مرغيءَ جي تلاش ۾ آهي ۽ هيءَ فئملي تہ پوري پني آهي."

وجيہ چيو. "فڪر نہ ڪر ڀائي. مميءَ کي ٻاٽيهي مڃائبو."

اجيہ چيس، "تون مميءَ جو لاڏلو آهين. تون ئي ڪيس مڃائي

سگھندين.“

پر ممي اهڙو سولو هٿ ڇوڙيندي ڪٿي هئي. هن چيو ”مون اڳ ۾ ئي اجيہ لاءِ ڇوڪري ڳولهي ڇڏي آهي. سون ۾ ترجي ايندي.“

وجيہ چيس، ”اسين بہ تہ ڏسون تنهنجي پسند.“

”پريم پرڪاش جي ڌيءُ روهنا.“

وجيہ کان رڙ نڪري ويئي، ”اها ڪاري ميڻهن! واهہ ممي واهہ. تنهنجي پسند کي تہ داد ڏيڻو ئي پوندو. ڪٿي حور پري انو ڪٿي تنهنجي روهنا!“ پوءِ پاڻ کي اک هڻندي چيائين، ”پائي، آڇ خراب ڪانهي. فائدا بہ گهڻيئي آهن. پهرين تہ هر وقت ساڻ هوندءِ تہ نظر ڪا نہ لڳندءِ، نظر بٽوُ جا ٿي، ٻيو تہ ميڻهن جو ڪير پي تون بہ متارو ٿي پوندين .... ٽيون تہ ....

- اڃا وڌيڪ وجيہ ڪجهہ چوي ئي چوي تہ ممي ڪيس شوڪيندي ڪاوڙ ڪندي چيو ”شرم ڪر، شرم ڪر. ڪنهن نياڻيءَ لاءِ اهڙا اکر ڳالهائبا آهن؟ الائي ڪڏهن تون وڏو ٿيندين.“

وجيہ ماءُ جي ڇمڇاگيري ڪندي سندس ساڙهيءَ جي آنچل ۾ منهن لڪائي چيو ”ڪير ٿو وڏو ٿيڻ چاهي ممي، وڏو ٿيندس تہ تون منهنجي لاءِ بہ ڪا روهنا ڳولهي ايندينءَ.“

مميءَ هٿ جوڙيندي چيس، ”منهنجي تو سان هٿ جوڙ آهي.“

اُن ڏينهن ڳالهہ اُتي ئي بند ٿي ويئي.

ٻئي ڏينهن اجيہ ماءُ کي صاف صاف چئي ڏنو. ”مان شادي ڪندس تہ صرف انوءَ سان ۽ بس ....“

گهر ۾ ڀنڊڻ مچي ويو. پيءُ ڪين چئي ڇڏيو هو تہ اندروني هُو ساڻن گڏ آهي. پر ٻاهران ڪجهہ ڪو نہ ڪڇندو. مميءَ گهڻيئي ترڪ هلايا. آخر چيائين: مون هن کي پڪ ڏني آهي. منهنجي عزت جو سوال آهي. انهيءَ تي اجيہ بگڙجي ويو. چيائينس، ”مان ڪا وڪاڻو چيز آهيان جو منهنجي پڇڻ کانسواءِ پڪ ڏني اٿيئي؟“ ممي بہ سمجهي ويئي تہ اجيہ پنهنجي هوڏ تي آهي. ضد ڪندي تہ پٽ تان هٿ ڌوئڻا پوندس. آخر گهڻي گهپيءَ کانپوءِ هن ان منيو ”ها“ ڪئي.

اجيہ جي ماءُ تہ ڪا هئي، پر انوءَ جي گهر بہ ڪا گهٽ ڏانڌل ڪا نہ هئي.

انو جي ماءُ به گهٽيئي وَس هلايا ۽ کيس سمجهائڻ جي ڪوشش ڪئي ته اجيه جي ماءُ ڏاڍي تنگدل، ڏکي ۽ لالچي زال آهي. سندس حڪم ڪانسواءِ اُن گهر جو ڪک به ڪو نه چرندو آهي: مان لکي ٿي ڏيانءِ انو ته تون اُتي اصل سکي رهي ڪا نه سگهندينءَ. اجيه جي چاچي خود مون سان اجيه جي ماءُ جون برايون ڪندي آهي. تو کان به ته ڪجهه ڳجهو ڪو نه آهي. پوءِ به ڏسي وائسي تون باهه ۾ ٽپو ڏيڻ چو ٿو چاهين؟"

انوءَ ڪو به ترڪ ٻڌڻ لاءِ تيار ڪانه هئي. هن جي نوُر ۾ ته اجيه ئي پئي وسيو. ويتر کيس پنهنجو پاڻ تي ڀروسو هو. چيائين، "ممي، منهنجو فڪر نه ڪر. ڏسج ويهي ته مان ڪيئن ٿي سڀني کي پنهنجو پاڻ ڏانهن ڇڪيان. پيار سان پيار پرکيندو آهي. منڙا گهر ته گهرانءِ. مان اجيه جي ماءُ جي ايتري ته شيوا ڪنديس جو هوءَ مونکي پيار ڪرڻ ڪانسواءِ رهي ڪا نه سگهندي. باقي جي توکي انديشو هجي ته شاديءَ کانپوءِ مان واپس گهر نه موٽي اچان، سو مان توکي خاطري ٿي ڏيان ته ڀلي زمين آسمان ملي هڪ ٿي وڃن، پر مان موٽي ڪا نه ايندس."

انو يڪدم محسوس ڪيو ته هن ائين چئي پنهنجي ماءُ جي دل دکائي هئي. احساس ٿينديئي کيس ڀاڪر پائي چيائين، "مونکي معاف ڪر ممي، منهنجو اِرادو توکي ڏکوئڻ جو ڪو نه هو. پنهنجي آتم وشواس کي ظاهر ڪرڻ لاءِ مان غلط اکر استعمال ڪري ويٺس. ممي، مان سچ ٿي چوان .... مان اجيه ڪانسواءِ جي ڪا نه سگهنديس. پليز ممي، تون ۽ ڊئڊي مونکي خوشي خوشيءَ موڪل ڏيو ۽ اجيه کي پنهنجو ناٺي قبول ڪريو."

انوءَ جي ماءُ کي به انوءَ جي هٺ اڳيان آڻ ميڄڻي پيئي. ڌيءُ جي خوشحاليءَ لاءِ دعائون گهرندي هنن سندس شادي اجيه سان ڪرائي. شاديءَ ۾ هنن پنهنجي حيثيت کان وڌيڪ خرچ ڪيو. لڳي پئي ٿي ته هنن. وڏو پٽ راجو ۽ ننڍي انو. پنهنجي سڪيلڌيءَ جي سک ۽ خوشيءَ لاءِ هُو ڪجهه به ڪرڻ لاءِ تيار هئا، پر پوءِ به وريو ڇا؟

قسمت پنهنجو کيل رچايو ..... ۽ انوءَ کي پنهنجي چڪر ۾ گهيري ئي ورتو.

.............

انوءَ جي اکين مان تاهه تاهه ڳوڙها ڳڙڻ لڳا. اجيه اجا به سُتي انوءَ جي پير ۾ ٿي وينو ۽ سندس ٻئي هٿ پنهنجي ٻنهي هٿن ۾ سوگها جهليندي

پيگل آواز ۾ چيائين، "انو!"

وڏيڪ سندس زبان مان هڪ اکر بہ اُڪلي نہ سُگهيو. هُو سمجهي نٿي سگهيو تہ هُو انوءَ کي ڪهڙن اکرن ۾ آٿت ڏئي ۽ سندس زخمن تي ملم لڳائي.

انوءَ جي چهري تي نراسائي، گهبراهٽ ۽ بي سلامتيءَ جون ريکائون پڌريون هيون. اجيہ ڄاتو ٿي تہ هن وقت انوءَ جي من ۾ طوفان متو پيو آهي.

اجيہ پنهنجي اکرن ۾ زور پريندي محڪم ارادي سان چيو. "انو. مون فيصلو ڪيو آهي. هاڻي اسين گڏ نہ رهندا سين. اسانجي راهہ ۾ هاڻي ڪير بہ رڪاوٽ وجهي نہ سگهندو."

وشواس نہ ايندڙ نگاهن سان انوءَ اجيہ ڏانهن نهاريو. انوءَ ڄاتو ٿي تہ اجيہ جيڪي ڪجهہ چئي رهيو هو اهو هن پل جو اُڌمو هو. پئي پل ماٺ ٿي ويندو. اجيہ گهر ڇڏڻ جي همٿ ڪري ئي نہ سگهندو ... ۽ جي ڪري بہ تہ ڇا تي ڪري. وٽن پنهنجي ڪا پُونجي تہ هئي ڪانہ. ساڳئي دڪان تي پيءُ ۽ پئي پٽ ڪم ڪندا هئا. ڪاڏو پيتو ڪپڙو وچ تي. باقي پنهي پٽن کي هٿ خرچي ملندي هئي. جدا گرهست ڪن بہ تہ ڪهڙي پل تي؟.....

هوءَ پنهنجي اُڌمن کي روڪڻ جي ڪوشش ڪرڻ لڳي، پر پوءِ بہ سندس مک مان نڪري ويو. "سچ اجيہ. هاڻي هڪ گهڙي بہ هتي گهارڻ مشڪل آهي." جئن نہ ڪو آتمڪ پيڙا ۾ پڇري رهيو هجي ۽ اها پيڙا اکرن جي روپ ۾ ٻاهر نڪرڻ لاءِ تڙڦندي هجي.........

اهي اکر چئي هوءَ اچي سڏڪن ۾ پيئي ۽ گهٽيل ۽ پريل آواز ۾ چيائين، "مان سچ ئي چوان اجيہ .... پر مون ائين نٿي چاهيو. مون پانيو ......... مون پانيو ......"

اجيہ آٿت ڏيندي چيس، "مان ڄاڻان ٿو انو."

"مون هارايو. مون زندگيءَ جي جنگ ۾ هارايو." انوءَ پيڙا ڀريل آواز ۾ چيو.

اجيہ کيس پنهنجي ٻانهن جي گهيري ۾ آڻيندي چيو" ايتري ۾ جنگ ڪيئن هارائيئي- سو بہ هن جنگ ۾ تون اڪيلي ٿوروئي آهين. اسين پئي گڏ آهيون. تنهنجو دک سو منهنجو دک."

اجيه جو سهڪار پائي انوءَ جي من جي پيڙا آهستي آهستي آٿرجڻ لڳي.

اجيه انوءَ کي اجا به پنهنجي ياڪر ۾ سوگهو ڪندي ذرا هٻڪندي هٿڪندي چيو "انو صرف هڪ رات ... هڪ رات وڏيڪ مون خاطر، هن گهر ۾ ڪاٽي سگهنديينءَ؟"

انوءَ ڪنڌ سان "ها" ڪئي.

سچ ته ڪڏهن جو ٻڏي چڪو هو. اونده پنهنجا پر پکيڙي چڙيا هئا. اجيه ٻيڙيءَ واري کي واپس موٽڻ جي هدايت ڪئي. پندرهين ويهين منٽين ٻيڙي اچي ڪناري پيڙي ٿي. اهي پندرهن ويه منٽ هُو ٻئي سانت ۾ هئا. انوءَ جو مٿو اجيه جي ڪنڌ تي هو ۽ سندس اکيون ٻُوٽيل هيون.

ظاهر ته ٻئي چپ هئا. پر سندن اندر عجيب ۽ غريب لهرون لهري رهيون هيون. اجيه سوچي رهيو هو: انوءَ کي چيم ته سهين ته هاڻي گڏ نه رهندا سين. پر ويندا سين به ڪيڏانهن؟ پپا سان اها ڳالهه ڪيئن ڪندس. ڪيئن ڪيس ٻڌائي سگهندس ته مميءَ انوءَ کي ڪهڙا اسپيه الفاظ چيا آهن. پپا هونءَ ئي ننيڙي دل وارو ..... سهي سگهندو؟.... سندس دل تي هن گهتنا جو الائي ڪهڙو اثر ٿيندو. گهر ۾ نه ڄاڻ ڪهڙو رولو پوندو. مميءَ کي هو ڇا چوندو؟ چوندو به يا ڳوڙهو ڳهي ويندو! پپا جي ڪمزور سڀاو جو نه هجي ها ته اڄ ڳالهه هن حد تائين نه پهچي ها. هميشه هن گهر تي مميءَ جو راڄ پئي رهيو آهي ۽ پپا صلح پسند شخص جو ناٽڪ ڪندي، هر ننڍي وڏي ڳالهه کي پي تاريو آهي. ڪڏهن به پپا پنهنجي مهر ڪو به فيصلو نه ڪيو آهي. هر وقت مميءَ کي ملهه ڏيئي چوندو آهي: "مئڊم، تون ڇا ٿي چوين؟" ۽ مئڊم جيڪي چوندي آهي سو ئي هن گهر ۾ ٿيندو آيو آهي. اڄ ڇا پپا همت ڪري سگهندو؟ جي ڪري به ڪٿي .... به چار اکر مميءَ کي گهٽ وڌ ڳالهائي به ڪٿي .... يا ساڻس ڪجهه ڏينهن ڳالهائڻ بند ڪري ڇڏي .... جنهن اڳ ۾ به ڪڏهن، پنجي نه سگهڻ جي حالت ۾ ڪندو آيو آهي.... ته پوءِ به ڇا؟ اهو ته ڪنهن مسئلي جو حل ڪونهي. انوءَ جي دل جا گهاءَ ڪو متجي ڪو نه ويندا. اسان جي زندگيءَ ۾ ڪو ڦيرو ڪو نه ايندو. پاڻ شايد وڇو اجا به وڌي وڃي. مونکي پپا کي سمجهائڻو ئي پوندو.... ڪيس مڃائڻو ئي پوندو ته اسين هاڻي رهي ڪو نه سگهنداسين ۽ هُو اسانکي خوشيءَ خوشيءَ جدا

رهڻ لاءِ موڪل ڏي.

اجيہ سوچيو۔ حال تہ پنهنجي دوست ڊاڪٽر شيکر جي گهر وجي رهندا سين. سندس مائٽ پنڌرهن ويهہ ڏينهن سائوٿ گهمڻ ويا آهن. سندن موٽڻ کان اڳ ڪا ننڍڙي هڪ ڪمري واري جاءِ مسواڙ تي وٺندا سين. هڪ ڪمرو۔ رنڌڻو ۽ ٽوائليٽ. ڪجهہ وقت تہ ائين ئي گذر ڪرڻو پوندو. جڏهن اسانجي گهر ۾ ٽيون جيوُ ايندو تڏهن اُن کي ڏٺو ويندو. ڪهڙي خبر تہ هي نئون مهمان اسانجي زندگيءَ ۾ بهار بڻجي اچي.....

اجيہ کي اڄ پهريون ڀيرو گهرو جوابداريءَ جو احساس ٿيو هو. هيستائين تہ هُو هر وقت اڙٻنگ ٻار جيان ۽ پوءِ لاڏلو البيلو پتي ٿي پئي هليو. نٿس ڪڏهن ڪابہ جوابداري ڪانہ هئي. اچانڪ ئي محسوس ڪيائين تہ هُو هن هڪ پل ئي ڏهہ سال وڏو ٿي ويو هو. هُو هينئر چوويهين سالن جو جوان نہ — پر چٽيهين سالن جو انپوي شخص هو.

ساڳئي وقت انو سوچي رهي هئي. لڳي پيو اجيہ جو فيصلو پڪو ۽ اٽل آهي. اڳي ڪڏهن بہ هن اهڙي ڳنڀيرتا سان ڪو نہ ڳالهايو آهي. پاڻ ئي فيصلو ڪيو اٿس تہ پاڻ سنو. مان بہ پڙهيل ڳڙهيل آهيان. مان بہ نوڪري ڪري سگهان ٿي. ڪنهن اسڪول يا ڪاليج ۾ نوڪري ملي ويندي. چڱو جو مون شاديءَ کانپوءِ ضد ڪري ايم .اي. پاس ڪئي. پنهنجيءَ ٿي نہ بيهان ها تہ زندگيءَ پر ايم .اي. ڪري ڪا نہ سگهان ها. مميءَ ڪيترا نہ ناٽڪ ڪيا. لڳ ڀڳ اجيہ بہ ڊپيل اڪرن ۾ چيو تہ وڌيڪ پڙهي ڇا ڪنديئ؟ نوڪري ٿورو ئي ڪرڻي اٿيئي. پر منهنجو پختو اِرادو ڏسي چپ ٿي ويو هو. ان وقت ڪنهن ڇاتو تہ ايترو جلد حالتون بدلجي وينديون.

اوچتو ويچار آيس...پر هي ننڍڙو ٻار جو اچڻ وارو آهي تنهن جو ڇا ٿيندو؟ پنهنجو پاڻ ئي جواب ڏنائين تہ ٽي مهيني جو ڪري هوءَ کيس لکنوُ ۾ پنهنجي مميءَ وٽ ڇڏي ايندي. انوءَ سوچيو: "مجبوريءَ ۾ ڪجهہ بہ روا آهي. ڪي تہ قربانيون ڪرڻيون پونديون."

لکنوُ جي ياد ايندئي کيس پنهنجي مميءَ جو چهرو ياد آيو. جڏهن ممي ڊئڊي کيس اسٽيشن تي وٺڻ آيا هئا. انوءَ جي ڳريل، پيلي ۽ وساميل صورت ڏسي ممي ڏهلجي ويئي هئي. ڊجندي ڊجندي پڇيو هئائين. "سڀ

سک تہ آهي نہ؟“

”ها ممي. سڀ سک آهي. ڊاڪٽر ذرا آرام ڪرڻ لاءِ چيو هو.پانيم تہ توهان وٽ اچي.آرام ڪريان. سو توهانکي فون ڪري نڪري پيس.“ انوءَ سهج سڀاو جواب ڏنو.

سڄو ڏينهن ڳالهين ٻولهين ڪندي گذريو. گهڻن ڏينهن کان پوءِ جو آئي هئي. مميءَ ڊنر بہ سندس من پسند تيار ڪئي هئي، پر ڪاڏي جي ميز تي وهندي. ڪاڏو ڏسنديئي انوءَ کي اُلٽيءَ جو خيال ٿيڻ لڳو. هوءَ اٿي باٿ روم ۾ ويئي ۽ اُلٽي ڪري واپس آئي. نہ جهڙو ڪاڏو ڪاڌائين. سو بہ ماءُ کي خوش ڪرڻ لاءِ. مميءَ جون نظرون سندس چهري کي ئي تڪي رهيون هيون. رات جو بہ پنهنجي ڪمري ۾ ئي انوءَ جو بسترو لڳاياائين. ڊئڊي ٻئي ڪمري ۾ سمهيو.

مميءَ پير ۾ ليٽندي چيس، ”سچ سچ ٻڌاءِ تون سکي ڪا نہ آهين نہ؟“

انوءَ چيو ”اهڙي ڪا بہ ڳالھ ڪانهي ممي. مان بلڪل سکي آهيان.“

مميءَ چيو ”ڪنهن کان ٿي لڪائين؟ پنهنجي ماءُ کان؟ تون مون سان پلي نہ سل، پر تنهنجو چهرو پيو ڳالهائي. چهرو اندر جي آرسي آهي. اکيون ڏار ڏيئي ويئون اٿيئي. منهن هياتجي ويو اٿيئي. اُها چمڪ .... اُها ڏمڪ ڪٿي آهي تنهنجي؟ ڪٿي آهي تنهنجي اُها کل؟ صبح لاڪر آئي آهين.... ڳالهائين تہ اسان سان پيئي، پر خيال نہ جاٽان ڪٿي پيا وسنئي.“

انوءَ موهيندڙ مرڪ چهري تي آڻيندي چيو ”اوممي، تون اجايو پيئي نفي ويچار ڪرين. سرير ٺيڪ ڪو نہ اٿم. ان ڪري شايد توکي ائين پيو محسوس ٿئي. ٻيءَ طرح مان بلڪل ٺيڪ آهيان.“

مميءَ کي تسلي ڪا نہ ٿي. چيائين، ”پلي تون مون کان لڪاءِ، پر اڄيہ جي سُوٽ ديپا مونکي سڀ خبرون ڏيئي ويندي آهي. مونکي تنهنجي زندگيءَ جي ذري پرزي جي جاڻ آهي، پر تون آهين ضدي، قبول ٿوروئي ڪندينءَ“ ۽ پوءِ ذرا ڏجهندڙ آواز ۾ چيائينس. ”هڪڙو تہ ضد ڪري شادي ڪيئہ. شادي تہ شادي ..... مٿان وري هن ٻار جي ڪهڙي اچي تڪڙ پيئي هيوَ؟ اڳ ۾ ئي پاڻ پتڪيل.... مٿان ٻار جي جوابداري.....“

انوءَ جي مٿان ڄڻ وڄ ڪري!

مميءَ سندس ڪمزور رڳ تي هٿ رکيو هو. انوءَ جو منهن لهي ويو.

پهرين ڪجهه چوڻ لاءِ سندس چپ چريا.... پر پوءِ هن چپ ڀيڙي ڇڏيا. صرف ڏکوئيل نظرن سان ماءُ طرف نهاريو. انو قبولي چاهي نه قبولي، پر هو ته اهو ڪڙو سچ! انوءَ صرف ايترو ماءُ کي چوڻ ٿي چاهيو : ته هي ٻار اسان جي لاغرضائيءَ جو نتيجو ڪونهي. اسانکي يقين آهي ته هن ٻار جي اچڻ کانپوءِ گهر جو ماحول ضرور بدلجندو.“ پر انو اهو سڀ چئي نه سگهي. انوءَ ڄاتو ٿي ته سندس ماءُ، سندس اهي خيال ۽ دليل سمجهي ڪا نه سگهندي.... بلڪ سمجهڻ ئي ڪا نه چاهيندي. انوءَ سندس مرضيءَ جي خلاف جو شادي ڪئي هئي. سندس ماءُ ته راجوءَ جي دوست ڊاڪٽر راڪيش کي اندر ئي اندر ۾ پنهنجو ناٺي بنائڻ جا خواب پالي رکيا هئا. سندس دل جي تخت تي راڪيش ئي براجمان هو. ان جڳهه تي هوءَ اجيه کي ڪڏهن وهاري ئي نه سگهي هئي.

انوءَ کي اها به سڌ هئي ته پلي هوءَ سچائيءَ کي ڪيترو به لڪائي پر سندس ماءُ ڀانپي ويئي هئي ته هوءَ سکي ڪا نه آهي، پر انو به آڻ مڃڻ واري ڪا نه هئي. پنهنجي ڳالهه رکڻ لاءِ چيائين، ”ممي، شادي مون پنهنجي مرضيءَ سان ڪئي آهي. اهو فيصلو منهنجو هو. صحيح هو يا غلط ... مون ڪڏهن ڪنهن کي دانهن ته ڪا نه ڏني آهي... ۽ نه ڪڏهن ڏينديس. مون جنهن کي چاهيو تنهن سان لائون لڌيون. ان لاءِ مونکي نه پاڻ سان شڪايت آهي.... نه قسمت سان.“ ڪن رکي چيائين، ”ٻار جو فيصلو اسان ٻنهي جو گڏيل فيصلو آهي. اسان سوچي سمجهي هي قدم کنيو آهي. ممي پليز تون منهنجو فڪر ڪرڻ ڇڏي ڏي. مان پنهنجي لڙائي خود لڙي ڄاڻان.“

ائين چئي هن پاسو ورائي سمهڻ جو مکر ڪيو. سندس ماءُ ڪافي دير سندس پير ۾ سن ئي سن ويٺي رهي. انوءَ کي هڪ اکر به نه چيائين.

اننوءَ ڄاتو ٿي ته هن ممي کي چڙڪ جواب ڏيئي سندس دل کي چوٽ پهچائي هئي، پر هوءَ ڪري به ڇا. پنهنجو درد لڪائڻ لاءِ کيس ڪنورتا جو نقاب پائڻو ئي ٿي پيو.

سڄي رات انوءَ کي ننڊ نه آئي. هوءَ پنهنجي بستري ۾ پاسا ورائيندي رهي. کيس پڪ هئي ته سندس ماءُ جي نيڻن ۾ به ننڊ ڪا نه هئي، پر هوءَ ماءُ سان پنهنجي دل جو سُور سلڻ لاءِ تيار ڪا نه هئي.

هوءَ سوچڻ لڳي: پيڪي گهر آئي هئي ته هتي ڪجهه ڏينهن آرام

ڪري، من شانت ڪري ٺيڪ ٿي ويندي، پر مميءَ سندس زندگيءَ جو آئينو ڪري سندس سامهون رکيو هو جنهن ۾ هوءَ پنهنجي زندگيءَ جو هوبهو عڪس ڏسي رهي هئي، پوءِ به پاڻکي ڏڍ ڏيندي چيائين: حالتون هر وقت ساڳيون ٿوروئي رهنديون آهن. مان حالتن جو مقابلو ڪنديس. پاڻ کي حالتن جو بڪ ٿيڻ نه ڏينديس

چوڻ هڪ ڳالهه آهي- پر عمل ڪرڻ ٻي. دل ته آخر دل ٿي آهي. راتو ڪي رات ۾ ڪيڏي مهل ٿتي ..... تنهن جو انوءَ کي سماءُ ئي ڪو نه پيو. انو صبح جو اٿي ته اکيون سڄيل. منهن ٿوٿريل، مٿو ڀاري. ٻه قدم کڻي ته چڪر پي آيس.

ممي ڊڊي ٻئي سندس حالت ڏسي گهٻرائجي ويا. هنن ڊاڪٽر راڪيش کي فون ڪيو. راڪيش ڏهين منٽين ۾ اچي پهتو. انوءَ جي جاچ ڪرڻ بعد کيس انجيڪشن ڏنائين ۽ چيائين ته هر ٻئي ڏينهن انجيڪشن لڳائڻي پوندي. دوائن گورين جي لسٽ لکي، کاڌي پيتي لاءِ سمجهائيندي چيائين ته هر ٻي ڪلاڪي ٿورو ٿورو ڪجهه کائيندي رهي. ميون جي رس وغيره پيئي. خون جي ڪمي آهي. رت جو داب به ڪافي گهٽيل آهي. ٻه ٽي ڏينهن بستري تان اٿڻ جي به منع ڪيائينس. مائٽن کي ضروري هدايتون ڏيئي هليو ويو.

ٻئي ڏينهن صبح جو ڪلنڪ ۾ وڃڻ کان اڳ راڪيش خود ئي انوءَ جي طبيعت پڇڻ لاءِ گهر آيو. مميءَ راڪيش کي چيو "پٽ، نه ڄاڻ انوءَ کي ڇاٿي ويو آهي. نه کلي ٿي- نه ڳالهائي ٿي. بس "ها" "هون" ۾ جواب ٿي ڏئي. سڄو وقت سمهي ئي سمهي پيئي آهي. کير ڏيانس.... جوسُ ڏيانس- چوي: بک ڪانهي. مون کي ته ڪجهه به سمجهه ۾ ڪو نه ٿو اچي. پٽ، مان ڇا ڪريان؟ ڏاڍي ڏکڻي ٿي پيئي آهي. ڏري ڏري اکيون پرجي ٿيون اچنس- پر وري ڳوڙها پي ٿي وڃي. هٺي ڇوڪريءَ پاڻ کي ڊاهي ڇڏيو آهي."

راڪيش ٻه ٽي منٽ ماٺ ۾ رهيو. پوءِ ذرا چنتا ڀريل آواز ۾ چيائين. "سچ ڪري پڇو آنٽي ته مونکي فڪر سندس صحت کان وڌيڪ سندس مانسڪ اوستا جو آهي. مونکي لڳي ٿو ته هوءَ ڪنهن دماغي تاڻ مان لنگهي رهي آهي. ڪنهن سان ڇلي پنهنجو جيءُ هلڪو ڪري ته ڏاڍو سٺو. هڪ ڀيرو depression ۾ اچي ويئي ته پوءِ پاڻ کي سنڀالي نه

سگهندي. اهو سنو آهي تہ ڪيس will power آهي. انهيءَ آتم ٻل تي پيئي هلي، پر جي سندس آتم ٻل ٽٽي پيو تہ پوءِ ڏاڍو ڏکيو ٿيندو."

انوءَ جي مميءَ ٿورو ڏڪويل آواز ۾ چيو "پر هوءَ مون سان ڪجهہ اوري ئي نٿي. ڪجهہ پڇانس ٿي تہ مورڳو رکو جواب ڏيئي مونکي چپ ڪرائي ٿي ڇڏي."

ڊاڪٽر راڪيش چيو "هن وقت ڪيس پيار همدردي ۽ سهڪار جي ضرورت آهي. هر وقت سندس دل ونڌي آهي. ڪيس خوش رکڻ جي ڪوشش ڪرڻي آهي."

راڪيش پوءِ انوءَ کي ڏسڻ سندس ڪمري ۾ ويو. انوءَ جو بلڊ پريشر جاچي، ساڻس ٻہ چار منٽن ڳالهيون ڪري هُو پنهنجي ڪلينڪ ۾ هليو ويو.

راڪيش ڪلينڪ ۾ پهتو. مريضن جي تپاس ڪندي بہ سندس من انوءَ ۾ پيو وسيو. انوءَ جو مرجهايل ۽ بي وس چهرو بار بار سندس اکيان پيو ڦريو. چاهيءَ اها ساڳي انو هئي جا سدائين پيئي کلندي هئي. هڪ سال اندر هي گلاب جو گل هيئن ڪيئن ڇڻي ويو هو!

راڪيش ڪيتري عرصي کان دل ئي دل ۾ انوءَ کي چاهيندو آيو هو. ڪيس جڏهن چاڻ پيئي تہ انوءَ جي دل ڪنهن پنجابي ڇوڪري سان لڳي ويئي آهي تہ سندس ڇهہ ئي ڇڄي پيا هئا. هُو پاڻکي ڦٽڪارڻ لڳو هو تہ سندس زبان تي هميشهہ نالو ڇو لڳل هو. هُو وقت سر پنهنجي پيار جو اظهار ڇو نہ ڪري سگهيو هو!.....

راڪيش کي انوءَ کي نہ پائڻ جو جيترو ارمان ٿيو هو- اُن کان سؤڻو اڄ ڪيس انوءَ جي حالت ڏسي ٿي رهيو هو. ڪاش! هوءَ سندس جيون ساٿڻ هجي ها تہ هوَ ڪيس پنهنجي ماڻڪين ۾ سمائي ڇڏي ها!

اُن رات انوءَ جي طبيعت گهڻي خراب ٿي ويئي. هوءَ اونگهہ ئي اونگهہ ۾ پيئي هئي. اکيون ئي نہ کلنس. راڪيش خبر ملڻ شرط اُڏامندو اچي پهتو. انوءَ کي گلوڪوس چاڙهيو ويو. ٻہ ٽي ڪلاڪ سيني جو ساهہ مٽ ۾ هو. جڏهن انوءَ اکيون کوليون تڏهن مس وڃي سيني جي پيٽ ۾ ساهہ پيو.

راڪيش مٺي تنبيهہ ڪندي چيس، "ڇو انو اسانکي ٻيچارڻ جي سٽي اٿيئي؟"

انوءَ راڪيش ڏانهن نهاري مشڪيو ۽ پوءِ نربل آواز ۾ پر ۾ وينل ماءُ کي چيائين، ”ممي، مان بلڪل ٺيڪ آهيان. تون ڪا بہ چنتا نہ ڪر. تنهنجي انو ائين وڃڻ واري ڪانهي.“

ممي سندس هٿ پنهنجي هٿ ۾ ڪري سُوگهو جهليو. سندس اکيون پُريل هيون.

انوءَ ماءُ جو هٿ پنهنجي چپن تي آڻي آهستي چيو ”ممي، تون ڪيتري نہ سٺي آهين.“

مميءَ جي اکين مان روڪيل ڳوڙها تاهہ تاهہ ڳڙڻ لڳا. انوءَ جي مٿي تي هٿ ڦيريندي چيائين، ”پار، مميءَ جي چوڻ جو هيترو ڪري دل سان لڳايو اٿيئي؟ پڳلي، تنهنجي خوشيءَ ۾ ئي تہ اسانجي خوشي آهي. بس هاڻي جلد ٺيڪ ٿي اسان کي پاڻ جهڙي پياري پياري نئين سوغات ڏي. تون خوش گذاريندينءَ تہ تنهنجو ٻار بہ صحتمند پيدا ٿيندو.“

ماءُ پيءُ جو پيار پائي انو ٿورن ڏينهن ۾ ئي بود ۾ آئي ۽ سندس مرجهايل مکڙو وري ڪڙڻ لڳو.◘

(باقي ايندڙ پرچي ۾ پڙهندا.)

................

شيخ اياز

# ڪھاڻيءَ جي تاريخ

ڪھاڻي جي تاريخ ايتري قديم آھي، جيتري انسان جي. ذرا تصور ۾ آڻيو! جڏھن انسان آبھوا جيئن قدرت جو عنصر ھو قدرت جيئن بي حجاب، بيخوف، بيپرواھ ! نہ ڪيس اَتي لَتي جو الڪو نہ ڇپر ڇني جو فڪر، نہ ريتون رسمون، نہ رشتا ناتا، نہ ننيائي وڏائي، نہ وٿيون ويڇا! اڃا بہ پٿ تي موٽو ھزارين سال پٺ تي، Neolithic دؤر ۾. ڪھاڙي ڪلھيَ تي، تير ترڪش ۾ ڪنيو انسان جھنگ جبل جھاڳي، شڪار ڪري، نھر مان پاڻي پي حياتي گذاريندو ھو. نہ ھئي ڪيس ٻولي، نہ قوميت، نہ سيپتا!

ھر ڪھاڻي ماحول جي اثر جو اظھار آھي ۽ ارد گرد جي فضا جي پيداوار آھي. ان وقت جون ڪھاڻيون اسان کي تصويرن ۾ ملن ٿيون، جي غفائن ۽ غارن ۾ چٽيون ويون ھيون ۽ زندگيءَ جي ضرورتن جو انساني جذبن ۽ خيالن تي اثر ڏيکارن ٿيون. اگر اسين انساني تمدن جي ابتدائي وارتا متعلق مذھب، اخلاق، قانون، رسم رواج، ڪيتي، رقص ۽ ٻين لطيف فنن (Fine Arts) تي گھري نگاھ اچليندا سين تہ ان ۾ اسانکي ڪئين ڪھاڻيون نظر ايندييون. انسان جي محبت ۽ نفرت، حرص ھوس، ترقي تنزل جون ڪھاڻيون.

مذھبي جذبات جي پيدائش، جادو قرباني (ٻليندان) زمان مڪان جو قديم تصور اسان کي ھڪ عجيب غريب دنيا ۾ وٺي وڃي ٿو.

جڏھن پھريون پيرو انسان خواب جي پراسرار حقيقت تي غور ڪيو ھوندو تہ ڪيئن نہ سندس عقل چرغ تي ويو ھوندو ۽ ڪيتريون نہ ڪھاڻيون ان جي باري ۾ ٺاھيون ھونداَئين؟

جڏھن ٻوليءَ ترقي نہ ڪئي ھئي تڏھن انسان جي جذبات رقص ۽ نقاشيءَ ۾ چٽي ويندي ھئي. نقش ۽ رقص ۾ بہ تہ ڪھاڻيون ھيون. غم غصي، حيرت ۽ ھيبت، پيار پڇتاوَ جون ڪھاڻيون. ٻوليءَ ترقي ڪئي تہ دنيا ۾ داستان گو پيدا ٿيا ۽ پنھنجي حيرت انگيز حافظي، چتر زبان ۽ ڊرامائي عمل (Dramatic action) سان ٻڌندڙن کي وندرائڻ لڳا.

تحرير (لکت) جي فن جي ايجاد ٿيڻ بعد انساني زندگيءَ ۾ جي تبديليون آيون، تن مان شعر ۽ ادب جي پيدائش مکيہ آھي. قديم مصري ادب ڏسبو تہ ان ۾ جادو ٽوٽي، ٽوٽڪي، منتر تناسخ (جوڻ)، روح متعلق ڪيئي ڪھاڻيون

ملنديون. سڀني کان زيادھ مشھور ۽ دلچسپ ڪھاڻي ھئي تہ ڪيئن موت کان پوءِ روح جامو بدلائي Osirs (آسي رس) وٽ پھچي ويندو ھو جو مصري ديومالا (Egyptian mythology) موجب سڀ کان وڏيڪ مقدس ديوتا ھو.

آريہ قوم زمين تي سرڪندي، وڌندي، ڦھلندي وئي. ان ڀڄن، گيت، ڪيرتن پيدا ڪيا. جن ۾ نرت، سنگيت، ڪوتا جو ميل جول ھو. اُپنشد، رامائڻ، مھاڀارت وغيره ۾ ڌرمي ڪھاڻيون جن ۾ ان سمي جي سياسي ۽ سماجي جيوت، راجائن جو رعب داب، پرجا جو ڏک سک، وھم وسوسا، ريتون رسمون چٽيون ويون، سي ان وقت جي غلاميءَ جي پورھئي تي بڌل سڀيتا جو عڪس آھن.

يوناني ادب ۾ اليڊ ۽ اوڊيسي مکيہ جڳھہ والاري ٿو. ان ۾ پنھنجي ماحول جي عڪاسي آھي ۽ ان وقت جا اخلاقي قدر (Moral values) محبت نفرت جا جذبا، رزم بزم جو رنگ ڍنگ ڏنو ويو آھي. ساڳيءَ طرح ٻڌ ڌرم، ھندو مت جي سخت گيري (Rigidity) سان ٽڪر کاڌو ۽ گوتم ٻڌ جي زندگيءَ کي ڪھاڻين ۾ پيش ڪري سندس آدرش جي ڦھلاءَ لاءِ ڪتب آندو. عيسائي مذھب ۾ بہ ڪھاڻيءَ جي رنگيني ۽ دلڪشي گھٽ نہ آھي. سڪندر، سيزر، ڪلو پيٽرا وغيره تہ تصور جا رنگ محل آھن جن ۾ انسان جا گھري ۾ گھرا امنگ اُڌما آندا ويا آھن ۽ سندس ادبي روح جي تسڪين لاءِ نوان ذريعا پيدا ڪيا ويا آھن. اسلامي حڪومت بہ ساڳي چاشني چکي آھي. خود قرآن ۾ احسن القصص (Sublime Stories) آندا ويا. الف ليليٰ تہ دنيا ڀر ۾ مشھور آھي ۽ نہ رڳو اميراڻي زندگيءَ جي شرين خواب جي تصوير آھي پر غريباڻي حياتيءَ جي وقلنڊڙ وٽ ڪاٽيندڙ پاسا بدلائيندڙ سپني جون جھلڪيون بہ منجھس نظر اچن ٿيون. انھن ڪھاڻين ۾ ظاھري طرح تہ حسن عشق، شاھاڻي شوڪت، رنگ روپ، ناچ گاني جون ڳالھيون، جنن پرين، ڀوتن پريتن جا داستان، تقدير جون تدبير تي جلھون ۽ نٺوليون چٽيون ويون پر سچ پچ تہ اھي افسانا پنھنجي ماحول جا ترجمان ھئا، ڪنھن بہ ڪھاڻيءَ جي تہ ۾ نظر ڊوڙائبي تہ اسان کي طبقاتي حقيقت (Class_ reality) نظر ايندي. چوڏھين صديءَ جي يورپي ادب تي نظر اُڇلائي تہ اسان کي بوڪئشو ( Boccacasio )جون ڪھاڻيون چمڪ دمڪ سان نظر اينديون ۽ اسان کي حيرت ۾ وجھي ڇڏينديون تہ ڪيئن انھن ۾ زندگيءَ جي بي نقاب تصوير ڪڍي وئي آھي ۽ جاگيرداري نظام سان سرمايداري نظام جي ڪشمڪش ڏيکاري، چاھہ ۽ اتساھہ سان نئين آزاديءِ جي طلب ڪئي وئي آھي.

تھذيب ۽ تمدن ترقي ڪندي رھي، انسان جھالت جون ڪاريون گھرايون

چيري اگتي وڌيو ۽ قدرت جي ڪارسازيءَ تي راضي نہ رهي، سندس راز سلجهائڻ لڳو ۽ سندس طاقتن تي غالب پوڻ لڳو. صنعتي تهذيب (Industrial Civilization) پهرين ڳني ڪيڏي ۽ چڻ زندگيءَ ۾ هلچل مچي وئي. جديد ناول ۽ ڪهاڻي ان دؤر جي پيداوار آهي. انگريزي، روسي ۽ فرانسيسي ادب ۾ انقلاب سان گڏ ڪهاڻيءَ جي لکڻيءَ ۾ بہ انقلاب اچي ويو. زندگي پيچيده ٿيندي وئي. سندس ضرورتون ضرب ٿينديون ويون ۽ جدوجهد زياده شديد ٿيندي وئي. ڪهاڻيءَ جي ٽيڪنيڪ، ادا، رنگ، انداز ڦهلاءَ بہ تيئن وڌيڪ گوناگون ۽ دلچسپ ٿيندو ويو. هينئر اچو تہ موجوده سرمائيداري ۽ سامراجي دؤر جي ڪهاڻيءَ تي نظر اچلايون. خاص مثال جيترا زياده ڏبا اوترو مضمون رکو ٿيندو ويندو. ان کري بهتر ۽ جديد ڪهاڻي جي عام تصور تائين محدود رهون.

## ڪهاڻي ڇو لکجي؟

ڪهاڻيءَ جي ضرورت تي لکڻ تہ اجايو آهي.

هي زندگي ئي هڪ ڪهاڻي آهي، هڪ عجيب غريب، وچتر ڪهاڻي. جنهن جو صفحو صفحو روئاري ۽ ڪلائي، رسائي ۽ پرچائي، منهنجائي ۽ سمجهائي ٿو. ان جي ست ست ۾ يا تہ ڪتڪتائي آهي يا ڇهنڊڙي يا ٺڦ يا ٺوڪر. اٿين ڪٿي چٽجي تہ هيءَ زندگي گهڻيون ئي ڪهاڻيون آهي. ٻئي پاسي هر هڪ ڪهاڻيءَ ۾ زندگيءَ جي جهلڪ آهي. ان جي غم يا خوشي، پستي يا بلندي، سختي يا نرميءَ جي ترجماني آهي. جي اسان کي زندگي عزيز آهي تہ ڪهاڻي ڪيئن نہ پياري لڳندي؟ پر جي اسان تي زندگي بار آهي تہ ڪاهڻي پڙهي ان جو بوجهہ هلڪو ٿيندو. آخر زندگي خود بہ تہ هڪ ڪهاڻي آهي. تو چئي، مون ٻڌي ۽ پوءِ ڇڻ تہ هئي ئي نہ! انڪري سماج جي شروعات سان ڪهاڻيون شروع ٿيون ۽ جيستائين سماج کي وجود آهي تيستائين ڪهاڻيون رهنديون.

## ڪهاڻي ڪيئن لکجي؟

مونکي تہ اهو سوال بي معنيٰ لڳندو آهي. هر هڪ انسان پنهنجي دنيا جو مرڪز آهي. هي محل ماڙيون يا جهڳا جهوپڙيون، هي ٻار ٻچا، هي سنگتي ساٿي، سڀ سندس چوڌاري چڪري جيئن ڦري رهيا آهن. هو خود پلڪار جو نقطو آهي ۽ سڄو سنسار سندس چوڌاري ڦري رهيو آهي. ڪهڙو بہ ڪاٿو

ڪوجهو انڌو منڊو هجي تہ بہ پنهنجي ناٽڪ جو هيرو آهي. هو سڄي دنيا جي سڀ ڪان وڌيڪ اهم شخصيت آهي. سياسي، سماجي، اقتصادي ڦيرا سندس خوديءَ جي آستان تي سلام ڪن ٿا. طبقاتي ڪشمڪش جو گهرو يا ڇڊو عڪس بہ اسان کي ان انسان جي زندگيءَ ۾ ملندو.

بالي وئيشيا آهي. ساري رات جسم وڪڻي، شراب جي بدبو ۽ سگريٽ جي دونهين ۾ ٻوساٽجي، غلاظت، ۽ گندگي جي آغوش ۾ پوئين پهر جو اک لائي ٿي. ظاهري طرح سندس دنيا ميراثين، ڏڪڙن، ناچن گانن، دام ڪام ڪان سواءِ ڪجهہ نہ آهي، پر جي ڪڏهن ڪڏهن پور پوندو اٿس ۽ پنهنجي محبت جو داستان ڇيڙيندي آهي تہ چڻ سندس منهن تان معصوميت گهوري ويندي آهي، سندس انگ انگ، لفظ لفظ مان شرافت، سچائي ۽ قرباني ٻڪندي آهي. ان وقت هوءَ پاڻَ کي سڄي ڪائنات جو مرڪز سمجهندي آهي ۽ سندس محبوب، جنهنجي سڀاراهہ مان هوءَ ڏاڍپندي ٿي نہ آهي سو چڻ دائري تان کسڪندو ان مرڪز ۾ سمائجي ويندو آهي ۽ سندس روح ۾ رمي. هستيءَ ۾ حل ٿي ويندو آهي. مون سندس زندگي آندي هئي پنهنجي ڪهاڻي "شانتا ۾".

ڪهاڻي لکڻ لاءِ انساني فطرت جو مطالعو (Study of Human nature) ۽ زندگيءَ جي تنقيد (Criticism of life) ضروري آهي. جنهن افسانہ نويس زندگي جي رڳ رڳ ۾ دورو ڪيو آهي، ان جي نبض چڱيءَ طرح جاچي آهي، تنهن کي زندگي جو خسيس ۾ خسيس واقعو بہ ڪهاڻيءَ جو مواد مهيا ڪري ڏيندو. صرف هڪ "ڪٽڪٽائيَ، ڇهنبڙي، ٺڪ يا نوڪر" جي ضرورت آهي. بس پوءِ تہ قلم ڪنيو ناهي تہ زندگي جا واقعا هڪ ٻئي پٺيان اکين اڳيان رقص ڪندا ايندا، تصويرون ڦرنديون هڪ ٻئي سان ٽهڪنديون، ڀهڪنديون ويندون، بنا گهڻي سوچ ويچار جي جذبات پني تي ڇٽبي ويندي ۽ تنهنجي، منهنجي يا ٻئي ڪنهن جي زندگيءَ جو ڏار ڏار ٽنڊيون ڪهاڻيون ملي هڪ ادبي ڪهاڻي ناهينديون.

مان بہ جڏهن جذبات جي رواني ۾ لکندو ويندو آهيان تڏهن قلم سولو روڪي نہ سگهندو آهيان. اها منهنجي وڏي ۾ وڏي خامي آهي ۽ شايد خوبي بہ. مٿي جيڪي مون لکيو آهي، اهو منهنجي ڪهاڻي لکڻ جو نمونو ۽ رستو آهي ۽ مان خاص ڪري نفسياتي (Psychological) ڪهاڻيون لکندو آهيان. ڪهاڻي لکڻ جا ٻيا بہ ڪيئي نمونا ۽ رستا آهن.

مٿين ڪهاڻيءَ جي رنگ ۾ گهڻو ڪري ضمير واحد غائب ڪم آندو ويندو آهي. يعني "هو يا هوءَ" سان ڪهاڻيءَ جي ڪردار (Character) کي ڪوٺيو

ويندو آهي.

ان مان ليکڪ جي پنهنجي ڪردار ۾ وڏيڪ دلچسپي ۽ ان سان گهري چاڻ سڃاڻ يا دوستي بکندي آهي ۽ پڙهندڙ تي سندس لکڻ جي گهرائي ۽ سچائي جو زيادهہ اثر پوندو آهي.

ٻيو ان قسم جو عام طريقو آهي ضمير متڪلم ڪم آڻڻ يعني "مون" جو لفظ ڪردرا واسطي استعمال ڪيو ويندو آهي. " مون هيئن سوچيو...." ان مان بہ خطرا آهن يا تہ ليکڪ جي گهٽي خود اعتمادي (آپ_ وشواس) ڪري لکڻيءَ جي سچائيءَ ۾ گمان وڌي ويندو يا تہ گهٽتائيءَ جو احساس (Inferiority Complex) سڄي ڪهاڻيءَ جو لطف وڃائي ڇڏيندو.

"مون" کي ڪم آڻن جو ٻي خطري طريقو اهو آهي تہ افساني جو ڪوئي ڪردار پنهنجي ڪهاڻي پاڻ ڪٿي.

چوٿون نمونو آهي تہ مصنف بي تعلق ٿي ڪوئي واقعو بيان ڪري. جي هن کي پنهنجي خيالن ۽ جذبن تي ڪافي فني ضابطو آهي تہ هي طريقو سڀ کان وڏيڪ پسند ڪيو وڃي ٿو. ليکڪ جي ذاتي خيالن جي روءِ ۽ هن جي جذباتي پيئت جو جوش ڪهاڻي جو اثر گهرو ڪري ڇڏي ٿو.

ضمير متڪلم ڪم آڻڻ جو هڪ ٻيتو نمونو ٻيو بہ آهي تہ ڪهاڻيءَ ۾ هڪ ڪردار جي واقفيت ڪرائي وڃي ۽ پوءِ ڪائي زندگي جي وارتا بيان ڪري.

ڪڏهن ڪڏهن ڪهاڻيون خطن ۽ ڊائرين ذريعي بہ لکيون ويون آهن. پر اهي بہ طريقا اختيار ڪرڻ مهل مصنف کي سوچڻ ڪپي تہ ڇا منهنجي خيالات جي اظهار لاءِ صرف انهن ٻن نمونن مان ئي هڪ موزون آهي؟ ڊائريءَ رستي هڪ پر لطف ڪهاڻي لکي سگهجي ٿي. بشرتيڪ ان ۾ سڏي سنئين حياتي جي ترجماني يا جذبات جي مصوري ڪئي وڃي. باقي پيچيدا فيلسوفاڻا نکتا ۽ زندگي جي پرولي سمجهائڻ لئي مٿا ڪُٽِ ان مان مزو ڪيڏي ڇڏيندي.

پر اهي نمونا بہ ڪي قطعي طور آخرين نہ آهن. جيتري آهي زندگي گونا گون اوتري ڦير گهير ٿيندي، ڪهاڻي جي نموني ۾ ۽ لچڪ لکڻي ۾. مثال طور ٽيليفون تي گفتگوءَ رستي ڪهاڻي مڪمل ڪرڻ لاءِ بہ هڪ ٻيو نمونو آهي.

منهنجي نظر ۾ ادب ٻاهرين ماحول (وايو منڊل) جو اديب جي دل تي عڪس آهي. پر شايد مون پنهنجو خيال چڱي طرح ظاهر نہ ڪيو. ادب عڪس نہ آهي بلڪ تصوير آهي، عڪس ۾ ڪلاڪار جي ڪلپنا جي گنجائش نہ آهي پر تصور آرٽسٽ جي تصور تي دارو مدار رکي ٿي. دل جي دنيا ٻاهرين

دنيا کان گهٽي وڏي آهي، ٻي انت، اٿاهه، اڻھيٺ جيئن ڏينهن جون ڏٺل ڳالهيون خواب جي دنيا ۾ ايترو ڦهلجي وڃن ٿيون، جو انسان ڪائنات جي هڪ ڪنڊ کان ٻيءَ ڪنڊ تائين سير ڪري، پنهنجون ناڪام تمنائون پوريون ٿو ڪري ۽ پنهنجي خوديءَ جي مڪمل اظهار ۾ ڪڏهن بـ نٿو ڪيٻائي، تيئن حال آهي ادبي ڪيفيت (Literary Mood) جو. ڪڏهن ادب ماضيءَ جي ميرانجهڙي فضا ۾ گم ٿي وڃي ٿو سندس ياد سندس دماغ نٿي کوهيڙي وانگر ڇانئجي وڃي ٿي. جهونيون جهونيون يادگيريون، اڏوريون، لڄاريون، پردهہ نشين يادگيريون! ڪڏهن سندس تصور مستقبل تي ڪرڻا ڦهلائي ٿو ۽ سندس دور رس نگاهون آئيندي جي نئين نظام جا خواب لهن ٿيون. مطلب تـ هن جي هٿ ۾ ڪهاڻي جا واقعا لاٽونءَ وانگر آهن، جتي وڻيس اتي ڪين ڦيرائي ھٽي. ڪڏهن مٽيءَ ۾، ڪڏهن فرش تي، ڪڏهن ڏور تي لاهي تـ دل ۾ آس نراس غوطا کائي، ڪڏهن تريءَ تي تڪ ٻڌائي ۽ فخر مان ڏسڻ لڳي. هن تي فقط ڏور ويڙهڻ فرض آهي، باقي لاٽون ۽ چگهه پيا پاڻ ۾ نبرندا.

ڪهاڻي نويس زندگي چٽي ٿو پر ان چٽساليءَ ۾ مٿس بندشون وجهڻ نـ ڪپن. هو آزاد آهي، هوا جي لهر جيئن، اڇهل پاڻي جي ڇوليءَ جيئن چنچل!

جيسين ڪهاڻي نويس ۾ سڀ مان ٿورو ۽ ٿوري مان سڀ نـ آهي، تيسين هو چڱيءَ طرح ڪامياب ٿي نـ ٿو سگهي. ڪيس زندگيءَ تي ڇانئجي ويٺو آهي: سرچ لائيٽ جيئن نـ، تـ گهٽ ۾ گهٽ ڦڪي چانڊوڪيءَ جيئن. هو سياستدان، فيلسوف، معاشري جو ماهر Sociologist وگياني، مطلب تـ سيڪجهه آهي ۽ ساڳئي وقت ڪجهه بـ نـ آهي. هو زندگيءَ جي جي تصوير چٽي ٿو ان جي تنقيد ڪري ٿو انتي ڪلي ڪلي اسان کي روئاري ٿو اسان جي دماغ ۾ چپٽيون ٿو وجائي تـ "اٿ زندگي پچندي ٿي وڃيئي ان جو پيڇو ڪر. تون ڇو پنٽي رهجي ويو آهين؟" ڪڏهن گونگا، گم سم ڳوڙها وهائي، اسان جي دل ۾ هڪ بي معنيٰ بيچيني پيدا ڪري ڇڏي ٿو ۽ اسين محسوس ڪرڻ ٿا لڳون تـ ڪجهه دنيا ۾ خرابي آهي، ڪجهه تـ اهڙو آهي جو اک ۾ وار جيئن چڀي رهيو آهي.

ڪهاڻي پل پهر جو واقعو آهي، ناول جيئن سال صديءَ ۾ نـ ٿي ڦهلجي. گهڙيءَ جا گهڙيال آهن، پيو انسان بدلجي سدلجي. نيون نيون تبديليون، نوان نوان تعميري خيال، خوديءَ جو خيال، ڪڏهن ڪيئن تـ ڪڏهن ڪيئن؟! جي انهن ۾ ڪو خاص رشتو ناتو ڪا ڳالهہ ڳانڊاپو آهي تـ پوءِ ڇو زندگيءَ جون ايتريون تبديليون خيال ۾ رکي انهن ۾ ڪو عام تعلق ڳولهجي؟.

ناول اسان جي اڳيان زندگيءَ جي ڊيگهہ رکي ٿو ڪهاڻي ان جو عمق

(Depth) زندگيءَ جي هر واقعي ۾ فلاسافي، نصيحت، ڦڪي ڦڪي ڪِلَ، مٺي مٺي سُڏڪي، تفريح ۽ دلچسپيءَ جو سامان، موجود آهي ۽ ڪهاڻي ان ڪي اثرائتي نموني پيش ڪري ٿي ۽ ان ڪري شايد ڪهاڻيءَ کي ناول کان وڌيڪ اهميت حاصل آهي.

ڪهاڻيءَ جي تاريخ ۾ ٽيڪنيڪ ۽ جديد اردو ڪهاڻيءَ مان مثال توهان اڳيان رکيا ويا آهن. سنڌي ليکڪ اجا ان سائيڪل جي نئين سيڪڙات جيان آهي، جنهن کي سائيڪل تي چاڙهي ڪٽي ميدان ۾ ڇڏيو وڃي. ان ۾ هو ڏڪ کائي هڏ ڀڃي،ان جو به امڪان آهي. پر اها اميد به آهي ته سنڌس اٽل ارادو کيس ڪوشش ۾ ڪامياب ڪندو. ان ۾ ته ڪوبه شڪ نه آهي ته سنڌ ۾ جي نوان اديب پيدا ٿيا آهن. تن مان ڪي نه رڳو پاڪستان پر هندستان جا به بهترين اديب ٿيندا. اُهو وقت دور نه آهي جڏهن هنن جي لکڻيءَ جي پختائيءَ ۾ خيال جي بلندي وڏي دنيا کان پاڻ تسليم ڪرائيندي.■

(ڪنيل جي تند برابر توريان_ تان , هي مضمون.جولاءِ 1947 تي لکيو ويو هو).

❊

# پڙهندڙ نسُل . پ ن

## The Reading Generation

1960 جي ڏهاڪي ۾ عبدالله حسين " اُداس نسلين" نالي ڪتاب لکيو. 70 واري ڏهاڪي ۾ وري ماڻڪ "لُڙهندڙ نسُل" نالي ڪتاب لکي پنهنجي دورَ جي عڪاسي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. امداد حُسينيءَ وري 70 واري ڏهاڪي ۾ ئي لکيو:

انڌي ماءُ ڄڻيندي آهي اونڌا سونڌا ٻارَ
ايندڙ نسل سَمورو هوندو گونگا ٻوڙا ٻارَ

هر دور جي نوجوانن کي اُداس، لُڙهندڙ، ڪَڙهندڙ، ڪُڙهندڙ، ٻَرندڙ، ڄُرندڙ، ڪِرندڙ، اوسيئڙو ڪَندڙ، ياڙي، ڪائو، ياجوڪڙُ، ڪاوڙيل ۽ وِڙهندڙ نسلن سان منسوب ڪري سَگهجي ٿو، پَر اسان اِنهن سيني وِچان "پڙهندڙ" نسل جا ڳولائو آهيون. ڪتابن کي ڪاڳر تان کڻي ڪمپيوٽر جي دنيا ۾ آڻڻ، ٻين لفظن ۾ برقي ڪتاب يعني e-books ٺاهي ورهائڻ جي وسيلي پڙهندڙ نسل کي وَڌڻ، ويجهَڻ ۽ هِڪ ٻِئي کي ڳولي سَهڪاري تحريڪ جي رستي تي آڻِڻ جي آسَ رکون ٿا.

پڙهندڙ نسُل (پَنَ) ڪا بہ تنظيمَ ناهي. اُنَ جو ڪو بہ صدر، عُهديدار يا پايو وِجهندڙ نہ آهي. جيڪڏهن ڪو بہ شخص اهڙي دعوىٰ ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو ڪُوڙو آهي. نہ ئي وري پَنَ جي نالي کي پئسا گڏ ڪيا ويندا. جيڪڏهن ڪو اهڙي ڪوشش ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو بہِ ڪُوڙو آهي.

جهڙيءَ طَرَح وٹن جا پَنَ ساوا، ڳاڙها، نيرا، پيلا يا ناسي هوندا آهن اهڙيءَ طرح پڙهندڙ نَسُل وارا پَنَ بہ مختَلِف آهن ۽ هوندا. اُهي ساڳِئي ئي وقت اُداس ۽ پڙهندڙ، بَرندڙ ۽ پڙهندڙ، سُست ۽ پڙهندڙ يا وِڙهندڙ ۽ پڙهندڙ بہ ٿي سگهن ٿا. ٻين لفظن ۾ پَنَ ڪا خُصوصي ۽ تالي لڳل ڪِلَب Exclusive Club نہ آهي.

ڪوشش اها هوندي تہ پَنَ جا سڀ ڪَم ڪار سَهڪاري ۽ رَضاڪار بنيادن تي ٿين، پر ممڪن آهي تہ ڪي ڪم اُجرتي بنيادن تي بہ ٿِين. اهڙي حالت ۾ پَنَ پاڻ هِڪَٻِئي جي مدد ڪَرڻ جي اُصولَ هيٺ ڏي وَٺُ ڪندا ۽ غيرتجارتي non-commercial رهندا. پَنَن پاران ڪتابن کي ڊِجيٽائِيز digitize ڪرڻ جي عَملَ مان ڪو بہ مالي فائدو يا نفعو حاصل ڪرڻ جي ڪوشش نہ ڪئي ويندي.

ڪتابن کي ڊِجيٽائِيز ڪرڻ کان پوِ ٻيو اهم مرحلو وِرهائڻ distribution جو ٿيندو. اِهو ڪم ڪرڻ وارن مان جيڪڏهن ڪو پيسا ڪمائي سگهي ٿو تہ ڀلي ڪمائي، رُڳو پَنَن سان اُن جو ڪو بہ لاڳاپو نہ هوندو.

پَنَن کي کُليل اکرن ۾ صلاح ڏجي ٿي تہ هو وَسَ پٹاندڙ وڌِ کان وَڌِ ڪتاب خريد ڪَري ڪتابن جي ليکڪَن، ڇپائيندڙن ۽ ڇاپيندڙن کي هِمٿائِن. پر ساڳِئي وقت عِلم حاصل ڪرڻ ۽ ڄاڻ کي ڦهلائڻ جي ڪوشش دوران ڪَنهن بہ رُڪاوٽَ کي نہ مڃن.

شيخ اَيازَ علمَ، چاڻَ، سمجهہَ ۽ ڏاهپَ کي گيتَ، بيتَ، سِٽَ، پُڪارَ سان تَشبيهہ ڏيندي انهن سيني کي بَمن، گولين ۽ بارودَ جي مدِ مقابل بيهاريو آهي. اياز چوي ٿو تہ:

گيتَ بہِ جڻ گوريلا آهن، جي ويريءَ تي وار ڪَرن ٿا.

... ...

جئن جئن جاڙ وڌي ٿي جَڳَ ۾، هو ٻوليءَ جي آڙ ڇُپن ٿا؛
ريتيءَ تي راتاها ڪن ٿا، موتي مَنجهہِ پهاڙ ڇُپن ٿا؛

... ...

ڪالهہَ هُيا جي سُرخ گُلن جيئن، اڄڪلهہ نيلا پيلا آهن؛
گيتَ بہِ جڻ گوريلا آهن........

... ... ... ...

هي بيتُ اَٿي، هي بَم- گولو،
جيڪي بہ ڪٽين، جيڪي بہ ڪٽين!
مون لاءِ ٻنهي ۾ فَرَقُ نہ آ، هي بيتُ بہ بَمَ جو ساٿي آ،
جنهن رِڻَ ۾ رات ڪَيا راڙا، تنهن هَڏَ ۽ چَمَ جو ساٿي آ ـ

اِن حسابَ سان اٽڃاٽائي کي پاڻَ تي اِهو سوچي مَڙهڻ تہ ”هاڻي ويڙهہ ۽ عمل جو دور آهي، اُن کري پڙهڻ تي وقت نہ وڃايو“ ناداني جي نشاني آهي.

پَنَن جو پڙهڻ عام ڪِتابي ڪيڙن وانگر رُڳو نِصابي ڪتابن تائين محدود نہ هوندو. رڳو نصابي ڪتابن ۾ پاڻ کي قيد ڪري ڇڏڻ سان سماج ۽ سماجي حالتن تان نظر کڄي ويندي ۽ نتيجي طور سماجي ۽ حڪومتي پاليسيون policies اٽڃاٽن ۽ نادانن جي هٿن ۾ رهنديون. پَنَ نِصابي ڪتابن سان گڏوگڏ ادبي، تاريخي، سياسي، سماجي، اقتصادي، سائنسي ۽ بين

